پنجابيءَ ۾ هُجن، چاهي انگريزيءَ ۾، ڳالهه اهائي رهندي.
ٻيو ڪو به مارڳ ڪونهي، ٻيو ڪو به اُپديش ڪونهي.

هاڻي توهين هن مارڳ جي هر پهلوءَ جو وستار سان ورنن ڪري سگهو ٿا. منش جنم جي اپار اهميت آهي، ڇاڪاڻ ته اهو پرماتما کي پراپت ڪرڻ جو دُرلڀ ۽ املهه موقعو آهي. پرماتما جي پراپتيءَ لاءِ وقت جي ديهه ڌاري، پورڻ ستگروءَ جي ضرورت آهي ۽ پرماتما جي پراپتيءَ جو ساڌن ستگروءَ جو بخشيش ڪيل نام يا شبد آهي. نام يا شبد ۾ پرڪاش به آهي ۽ ڌن به آهي. شبد جي سهاري ئي اندروني روحاني سفر طئه ڪري سگهجي ٿو.

انهن ئي ڪجهه مول ڳالهين تي توهين چاهيو ته وڏا وڏا پستڪ لکي سگهو ٿا. پر اهي ئي سرل ۽ بنيادي روحاني سچايون آهن. انهن کي چڱيءَ طرح سمجهڻ، اختيار ڪرڻ ۽ انهن تي سچي دل سان عمل ڪرڻ، روحاني ترقيءَ لاءِ ضروري آهي.



پوءِ نه ملي سگهبي ۽ سچي نام بنا، پرماتما جي پراپتي نٿي ٿي سگهي. اهو اٽل ۽ اڻادي نيم آهي.

سڀ مهاتما پرماتما لاءِ ته مالڪ جي سچي پريم ۽ ڀڳتيءَ جي مهما جو ڪٿن به ۽ ڪنهن به لفظن ۾ ورڻن ڪري نٿو سگهجي. مٺي جي زبان انجي مهما ڪري ۽ اُتا ڪجهه ڳالهائي نٿي سگهي ۽ ڪوبه قلم انجي اُستتي لکي نٿو سگهي.

سنسار جا سڀ جيو پيار ڪن ٿا. ڪو ڪو پرين پنهنجي سان پيار ڪري ٿو، ڪو قوم، مذهب ۽ ملڪن جي ڀڳتي ڪري ٿو ته ڪو ڌن دولت ۽ مان وڏائيءَ جي پوڄا ڪري ٿو. پر سڀ مهاتما اسان کي سمجهائين ٿا ته اهي شڪليون ۽ پدارٿ اسانجي پيار، ڀڳتيءَ ۽ پوڄا جي لائق نه آهن. صرف هڪ ئي وستو اسانجي پريم ۽ ڀڳتيءَ جي لائق آهي ۽ اهو آهي پرماتما. دنيا جو پيار اسان کي واپس دنيا ۾ آڻي ٿو. پر پرماتما جو پيار اسان کي وٺي وڃي پرماتما سان ملائي ٿو ڇڏي.

آتما جي اندر پرماتما سان ملڻ جي قدرتي ڪشش ۽ لڳاءُ آهي. آتما سچکنڊ روحاني سمنڊ جي بوند آهي ۽ اُن ۾ واپس وڃي پهچڻ مول ۾ سمائجڻ جي سڀاوڪ ٽڙپ آهي. ڪنهن پوري ستگورءَ جي سکيا ۽ رهنمائي انوسار، پرماتما جي ڀڳتيءَ دوارا نرمل ٿيڻ تي ئي، آتما پرماتما کي سڃاڻڻ جي قابليت پراپت ڪري واپس وڃي اُن ۾ سمائجڻ جي قابل ٿيندي ٿي.

توهين جيڪڏهن ڪنهن به سنت جي ٻاڻي پڙهندا، ڪنهن به مهاتما جو ڪو شبد ڪڍندا ته توهان کي ڏسڻ ۾ ايندو ته ڪنهن نه ڪنهن روپ ۾ هو انهيءَ هڪ ئي روحانيت کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. اُن روحانيت کي چاهي گرو نانڪ کان ٻڌو، چاهي پروفيسر صاحب کان ٻڌو، چاهي

لاءِ اهوئي رهندو. اهوئي پرماتما جي پراپتيءَ جو مارگ
آهي، جنهنجو ڪنهن پورن گروءَ جي رهنمائيءَ ۾ اندر
ساڪيات اکين کيو ويندو آهي. اهو پريم جو مارگ آهي،
پرڪاش جو مارگ آهي. پر اسين ان شبد جي تعلق، ان
دوي ڌن ۽ روحاني پرڪاش جي سمپرڪ ۾ تڏهن اچي
سگهنداسين، جڏهن ڪنهن پوري ستگروءَ جي شرن پراپت
ڪنداسين. ستگروءَ جي شرن پراپت ڪرڻ جو ارٿ آهي
آنهيءَ کان نام دان پراپت ڪرڻ، يا جيئن حضرت عيسيٰ
فرمايو آهي: ”هڪ نئون جنم وٺڻ“ (جان- ٣: ٣، ٥، ٧).
گرونانڪ صاحب ان کي ”ستگروءَ جي گهر ۾ نئون جنم وٺڻ“
ڪوليو آهي:

ستگر ڪي جنمي گون مٽائيا، انهت راتي اهه من لائيا،
منسا آسا سبد جلائي، گرمک جوت نرنتر پائي.
(آد گرنٿ، ٩٤٠)

مطلب ته ستگروءَ جي گهر ۾ جنم وٺڻ سان ارٿات ستگروءَ
جي ٻڌايل جڳتيءَ الوسار سرت کي انهد شبد ۾ لين ڪرڻ
سان من ٺهچل ٿي وڃي، آشا ۽ منشا جو ناش ٿي وڃي ۽ اندر
پرماتما جو پرڪاش پرگهٽ ٿي وڃي. نتيجي طور آواگون يا
جنم مرڻ جا ٻنڌن ڪٽجي ويا ۽ امر پد جي پراپتي ٿي وڃي.
گرو امرداس صاحب فرمائين ٿا:

سچي سبد سچي پت هوئي،
بن ناويءَ مڪت نه پاويءَ ڪوئي،
بن ستگر ڪو ناءُ نه پائي،
پرڀ اسي بڻت بڻائي هي.
(م-٣-١٠٤٦)

مطلب ته آنهيءَ دئل مالڪ پاڻ سان ملڻ جو خود اهو
قانون ٺاهيو آهي ته پورن يا سچي گروءَ بنا، سچي نام جو

سنتن جي چرلي ڇڏڻ بعد، ماڻهو هنجي اوجهي ۽ لرمل سڪما کي ڏاسه، ڏور ۽ ديش جي تنگ دائرن ۾ بند ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن ۽ هڪ ٻئي سان وڙهڻ ۽ جهيڳڙڻ شروع ڪندا آهن. اسين الهيءَ ڪان وڏيڪ مالڪ جي اهڙن ٻچڙن ۽ ٻارن سان ٻي ڪيڙي بي انصافي ڪري لسا سگهون، جيڪي ٻهنجي سڄي عمر اسان جي الدر ٻرابر ٻرابر جاڳرته ڪرڻ ۾ گذارين ٿا.

توهين ڪنهن به ٻورن سنت مهاتمائن جي ٻاڻي ٻڙهندا ته توهان کي ڏسڻ ۾ ايندو ته هر مهاتما هڪ ئي شبد يا نام جو ساڳيو ئي اپديش ڏنو آهي. اسين سنسار جا سڀ جيو جنم مرڻ جي جار ۾ ڦاٿل آهيون. سنت اسان کي سمجهائين ٿا ته ڪنهن پوري گروءَ جي تلاش ڪري ان کان نام جو ڀيد پراپت ڪرڻ ئي ان جار کي ٽوڙڻ جو هڪ اپاءُ آهي. اسين جيڪڏهن هن سنسار مان ڇڪجي پراپت ڪري سگهندا آهيون ته صرف پرماتما جي سچي شبد يا نام جي اڀياس ذريعي ئي ڪري سگهندا آهيون. هر سنت اسان کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪندو آهي ته سنسار جي دکن ۽ آواگون جي چڪر مان ڇڪجي ٻچائڻ لاءِ ٻرو ٻتا پرماتما سان ميلاپ ڪرڻ ضروري آهي. آتما پرماتما جو انس آهي ۽ جيستائين هوءَ واپس پرماتما ۾ لين نه ٿيندي، تيستائين ڇڪجي پائي نه سگهندي. حضرت عيسيٰ، گرو نانڪ، ڪبير، پلٽو، سوامي جي ۽ ٻيا سڀ سنت اسان کي پرماتما سان ميلاپ ڪرڻ جي طريقي سمجهائڻ لاءِ ئي سنسار ۾ آيا آهن ۽ اهو طريقو آهي شبد يا نام جو ابياس.

ڪجهه ڪان شبد يا نام، سنتن جو ورلو رهيو آهي ۽ اهي ... پرماتما جي پراپتيءَ جي عملي ساڌن جي روپ ۾ ... اينڊو رهيو آهي. پرماتما جي پراپتيءَ جو ساڌن ... آهي، ٻيرن نه اصولي هو ۽ انهي ـ ـ

ڪل عالم يا پوري انسان ذات لاءِ، سڄيءَ سرشٽيءَ لاءِ، هر ذات پات، مذهب، قوم ۽ ملڪ جي جيون لاءِ آهي. گرو صاحب فرمائين ٿا:

کتري براهمڻ سود وئش، اپديش چهه ورنا ڪڻ ساجها،
گرمکه نام جپي اڌريءِ، سو ڪل مهه گهٽ نانڪ ماجها.
(آد گرنٿ، ٧٤٧)

مطلب ته گرو نانڪ صاحب جو اپديش خاص فرقي، يا سمپردايه لاءِ ڪونهي، پر سنسار جي سڀني ماڻهن لاءِ آهي. سنت ڪنهن خاص فرقي، مذهب يا ملڪ جي ماڻهن لاءِ ڪونه ٿا اچن. هنجو پريم سڀني سان هوندو آهي. هو ڪنهن خاص ديش يا سماج سان وڌيڪ يا گهٽ پيار نه ڪندا آهن، ڇاڪاڻ ته انهن کي سڀني جي اندر هڪ ئي پرماتما جو نور ڏسڻ ۾ ايندو آهي. پورن سنت پرماتما جا سچا پريمي ۽ ڀڳت هوندا آهن. انهن جو ڪنهن سان وير دويش نه هوندو آهي. انهن جي هردي ۾ سڄي سرشٽيءَ لاءِ پريم، دَيا ۽ همدرديءَ جي ڀاونا هوندي آهي. جنهن جو به پرماتما سان پريم هوندو آهي، انهن جي هردي ۾ پرماتما جي سموري سرشٽيءَ سان به پريم هوندو آهي.

جيڪي انسان سچيءَ دل سان مالڪ کان پريم ۽ دَيا مهر جي ڏات گهرندا آهن، جيڪي پرماتما کان سڀني جي ڀلائيءَ جي دعا گهرندا آهن، اهي ڪنهن سان به نفرت ڪري نٿا سگهن، ڪنهن جي به برائي سوچي نٿا سگهن. جيڪڏهن ڪير ڪنهن سان نفرت ڪري ٿو، ته اهو دراصل ان پرماتما سان ئي نفرت ڪري رهيو آهي. انهيءَ جي اندر اچا پرماتما سان ملڻ جو پريم ئي پيدا ڪونه ٿيو آهي، ڇاڪاڻ ته پرماتما سان پريم ڪرڻ جو مطلب آهي سڀ سان پريم ڪرڻ.

سنتن جو سنديش سڄي سنسار لاءِ آهي. سندن پريم ۽ ايڪتيءَ جو مارگ هر انسان لاءِ آهي. پر مالڪ جي اهڙن پريمين

## سهڻي جو هڪ ئي مارگ

**سوال:-** مهاراج جي، مهنجي هڪ وينتي آهي. جيئن توهين صبوح جو پنجابيءَ ۾ ستسنگ ڪندا آهيو، اهڙيءَ طرح ئي ڪنهن ڏينهن شام جو اسان لاءِ انگريزيءَ ۾ ستسنگ فرمائيندا؟

**مهاراج جي:-** توهين ڪهڙو ستسنگ ٻڌڻ چاهيو ٿا؟

**سوال:-** ڪهڙو به.

**مهاراج جي:-** توهان کي معلوم آهي، هر ستسنگ ۾ الهيءَ هڪ ئي روحاني ستيه (پرماتما) جو ذڪر ڪيو ويندو آهي، جنهن جي باري ۾ هتي روز توهان سان چرچا يا وارتالاپ ٿيندو آهي. ڪا به نئين ڳالهه نه هوندي آهي. ڪو به سنت ڪو نئون اُپديش ڏيڻ نه ايندو آهي، جنهن ديش ۾ سنت ايندا آهن ۽ جن ماڻهن سان سندن تعلق ٿيندو آهي، ان موجب سندن ڳالهه سمجهاڻ جو طريقو الڳ ٿي سگهي ٿو، پر سنت چاهي يورپ ۾ آيا هجن يا پشچم ۾، اجوڪي وقت ۾ آيا هجن يا هزار سال اڳ، اهي اسان کي هڪ ئي روحانيت جو سنديش ڏيڻ لاءِ ايندا آهن. هو نيون ساکيون، نوان دوشتانت پاڻ استعمال ڪري سگهن ٿا، سندن ڳالهه ٻولهه ڪرڻ ۽ سمجهاڻ جو ڍنگ نئون ٿي سگهي ٿو، پر جنهن سچ جو، جنهن روحانيت جو انهن خود انڀو ڪيو آهي ۽ جنهن کي هو پنهنجي شرن ۾ ايندڙ شش کي سمجهاڻ چاهين ٿا، اها روحانيت نئين يا نياري نٿي ٿي سگهي.

گرو اُرجن ديو جن سري آد گرنٿ ۾ اليڪ مهاتمائن جي باڻي ڪٺي ڪئي آهي. اُنهيءَ ۾ سندن مؤل مقصد اهو ئي هو ته سڀني سنتن جو سدائين هڪ ئي اُپديش رهيو آهي ۽ اهو سڀني لاءِ ساڳيو يا سمان ئي رهيو آهي. سندن اُپديش

ڪل عالم يا پوري انسان ذات لاءِ، سڄيءَ سرشٽيءَ لاءِ، هر
ذات پات، مذهب، قوم ۽ ملڪ جي جيون لاءِ آهي. گرو
صاحب فرمائن ٿا:

کتري براهمڻ سود وئس، اپديش چهه ورنا ڪئي ساجيا،
گرمک نام جپي اڌريءَ، سو ڪل مه گهٽ نانڪ ماجيا.
(آد گرنٿ، ٧٤٧)

مطلب ته گرو نانڪ صاحب جو اپديش خاص فرقي، يا
سمپرداي لاءِ ڪونهي، پر سنسار جي سڀني ماڻهن لاءِ آهي.
سنت ڪنهن خاص فرقي، مذهب يا ملڪ جي ماڻهن لاءِ
ڪونه ٿا اچن. هنجو پريم سڀني سان هوندو آهي. هو ڪنهن
خاص ديش يا سماج سان وڌيڪ يا گهٽ پيار نه ڪندا آهن،
ڇاڪاڻ ته انهن کي سڀني جي اندر هڪ ئي پرماتما جو نور
ڏسڻ ۾ ايندو آهي. پورن سنت پرماتما جا سچا پريمي ۽
ڀڳت هوندا آهن. انهن جو ڪنهن سان وير دويش نه هوندو
آهي. انهن جي هردي ۾ سڄيءَ سرشٽيءَ لاءِ پريم، ديا ۽
همدرديءَ جي ڀاونا هوندي آهي. جنهن جو به پرماتما سان
پريم هوندو آهي، انهن جي هردي ۾ پرماتما جي سموري
سرشٽيءَ سان به پريم هوندو آهي.

جيڪي انسان سچيءَ دل سان مالڪ کان پريم ۽ ديا مهر
جي ڏات گهرندا آهن، جيڪي پرماتما کان سڀني جي ڀلائيءَ
جي دعا گهرندا آهن، اهي ڪنهن سان به نفرت ڪري نٿا
سگهن، ڪنهن جي به برائي سوچي نٿا سگهن. جيڪڏهن ڪير
ڪنهن سان نفرت ڪري ٿو، ته اهو دراصل ان پرماتما سان
ئي نفرت ڪري رهيو آهي. انهيءَ جي اندر اڃا پرماتما
سان ملڻ جو پريم ئي پيدا ڪونه ٿيو آهي، ڇاڪاڻ ته پرماتما
سان پريم ڪرڻ جو مطلب آهي سڀ سان پريم ڪرڻ.

سنتن جو سنديش سڄي سنسار لاءِ آهي. سندن پريم ۽
ڀڳتيءَ جو مارگ هر انسان لاءِ آهي. پر مالڪ جي اهڙن پريمي

انهن کي وري سڏي وٺي اچ." هن دفعي حضور جن بلڪ محڪم لفظن ۾ فرمايو: "توهان کي اهو منهنجو حڪم آهي." اهو ٻڌي سردار بهادر جن جو گلو ڀرجي آيو، سندن نيڻن مان آنسو وهڻ لڳا ۽ ڪجهه ڳالهائي نه سگهيا، چپ چاپ حضور جن جي چرنن ۾ متو ٽيڪيائون ۽ ٻاهر نڪري ويا.

ڪير به خوشيءَ سان گرو ٻڻجڻ نه چاهيندو آهي، پر پنهنجو فرض ته پورو ڪرڻو ئي پوي ٿو، ذميواريءَ کان ڀڄي نٿو سگهجي.

**سوال:-** سردار بهادر جن خوش قسمت هئا، جو کين صرف ٣ سال ئي اها ذميواري نباهڻي پيئي.

**مهاراج جي:-** سچ پچ ئي هو خوش قسمت هئا. جڏهن بابا جي مهاراج جن حضور مهاراج جن کي پنهنجو جانشين مقرر ڪيو هو ته حضور جن به اها ڳالهه نٿي چاهي. حضور جن خود اسان کي ٻڌائيندا هئا ته بابا جن ڪڏهن ڪڏهن ان ڳالهه جو اشارو ڪندا رهندا هئا ۽ مان هميشه ان کان گهٻرائجي ويندو هوس. مون کي اداس ڏسي بابا جن چئي ڏيندا هئا: "نه، نه. مان ته توکي ائين ئي کجائي رهيو هوس." پر اصل ۾ ته اها هئي ته بابا جن کين تيار ڪري رهيا هئا.

جي چرنن ۾ مٿو ٽيڪيو تہ اُنھن فرمايو: ”تون ٦ مھنن کان ڏيري نہ آيو آھين.“ منھنجي اکين ۾ آنسو اچي ويا. مون چيو: ”مھاراج جي، حضور مھاراج جن کان سواءِ مونکي ڏيري ۾ اچڻ سٺو نٿو لڳي.“ انھيءَ تي سردار بھادر جن فرمايو: ”جيڪڏھن مان تنھنجي جڳھہ تي ھجان ھا تہ مان ۾ ڏيري نہ اچان ھا. پر مون لاءِ ٻيو ڪو نہ اُپاءُ ڪونھي. توھين خوش قسمت آھيو، جو توھين جيئن چاھيو ڪري سگھو ٿا. مونکي ۾ حضور مھاراج جن ٻنا ڏيرو ڪاٽڻ اچي ٿو، پر مونکي نہ اُتان ٻچي رھڻ جي ۽ اجازت ڪونھي. مون کي تہ اُتي رھڻو ئي آھي.“ سردار بھادر جن اھا ڳالھہ اھڙي تہ دلسوز ۽ درد ڀريل انداز ۾ چئي ھئي ۽ اُنھيءَ جو منھنجي دل تي اھڙو تہ گھرو اثر ٿيو، جو مان انھن سان گڏ ٿي ڏيري ۾ ھليو آيس. تنھن ڪري ڪنھن کي ڏوھہ نٿو ڏيئي سگھجي. چاڪاڻ تہ اِھو ڪنھن ٻدويءَ يا گديءَ جو نہ، پر شخصي سنبنڌ ۽ پريم جو رشتو آھي.

**سوال:-** سردار بھادر جن ۾ ايتري تہ نمرتا ھئي جو ھنن حضور وڏن مھاراج جن جو جانشين ٿيڻ نہ ٿي چاھيو.

**مھاراج جي:-** ھا! بيشڪ ھنن حضور مھاراج جن جو جانشين ٿيڻ بلڪل نٿي چاھيو. مون کي ياد آھي تہ جڏھن حضور مھاراج جن سندن حق ۾ وصيت لکائي، ڪين سڏايو تہ سندن چا حالت ٿي ھئي. ھو حضور جن جي اِھا ڳالھہ برداشت ڪري نہ سگھيا ۽ اُتان اُٿي آيا. مھاراج جن کين وري سڏايو. تڏھن سردار بھادر جن چيو: ”اِھو شھنشاھہ جو تخت شھنشاھہ کي ئي سونھن سوڀيا ڏئي ٿو. توھين سدا سلامت رھو. مان تہ توھان جي چرنن جو داس آھيان.“ اِئين چئي ھو وري حضور جن جي ڪمري مان ھليا آيا.

حضور مھاراج جن مونکي وري حڪم ڏنو: ”وڃ، وڃي

اسان جي من ۾ سردار بهادر مهاراج جن لاءِ ڪافي آ
ستڪار هو ۽ اسين ان ڳالهه کي چڱيءَ طرح سمجهندا هئاسين
ته حضور مهاراج جن کين پنهنجي جانشين طور مقرر ڪيو آهي
سردار بهادر جن کي جانشين مقرر ڪرڻ بابت وصيت حضور
مهاراج جن منهنجي روبرو ڪئي هئي، مان خود انجو شاهد
هوس ۽ شاهد طور منهنجي ان وصيعت نامي تي صحيح ڪيل
آهي. ايترو ئي نه پر حضور جن خود اسان کي سردار بهادر
جن جي باري ۾ گهڻو ڪجهه ٻڌائيندا رهندا هئا ۽ خود اسان
کي حڪم به ڏنو هو ته: ”توهين هن کي منهنجي جڳهه تي
(منهنجو جانشين) سمجهجو ۽ مون وانگر ئي هن جي عزت
ڪجو.“ مونکي سردار بهادر جن لاءِ تمام گهڻو پريم هو ۽
منهنجي دل ۾ انهن لاءِ ڪافي آدر ستڪار هو. هو خود
هڪ مهان هستي هئا. اسان جي من ۾ سندن مهانتا جي باري
۾ ڪنهن به قسم جو شڪ نه هو. پر اسين حضور مهاراج جن
…جا درشن ڪرڻ ۽ ڏيري جي هر پدارٿ جو انهن سان سنبنڌ
…جوڙڻ جا عادي هئاسين. اسان لاءِ اهو برداشت ڪرڻ بيحد
…شڪل هو ته اسين ڏيري وڃون ۽ مهاراج جن اُتي نه هجن.
… قدرتي طور حضور جن جي جوتي جوت سمائڻ کان پوءِ
…نجو من ۾ نهايت اداس هو. جڏهن سردار بهادر جن سرسي
…سان جي ڪيت تي آيا ته سندن فرمايل لفظ مون کي اڄ
… به ياد آهن. مهاراج جن ٢ اپريل تي جوتي جوت سمايا
… سردار بهادر جن شايد نومبر ۾ سرسي آيا هئا. ان وقت
… ڏيري وڃي لڳ ڀڳ ٦ مهنا ٿي ويا هئا. سردار بهادر
…ن کي گهڻو پيار ڪندا هئا. سندن هردو برابر سان ڀرپور
… ڳالهائيندا تمام گهٽ هئا، پر پريم جي مورتي هئا. هو
… گهر پڌاريا ۽ اسان وٽ ئي رهيا. منهنجي پتا صاحب
…ي اچڻ لاءِ وينتي ڪئي هئي ۽ خود ڏيري وڃي
…سان ڪڏ وٽي آيا هئا. جڏهن مون سردار بهادر جن

ڪنهن نه ڪنهن نهاني مهاراج جن سان ملندا رهندا هئا، انهن. لاءِ ڏيري اچي رهڻ ۽ مهاراج جن جا درشن نه ڪري سگهڻ بيحد ڏکدائي ڳالهه هئي. اسين انهيءَ حالت مان گذري چڪا آهيون ۽ اسانکي انهيءَ جي خبر آهي.

**سوال:-** ڇا، ڪيترا ستسنگي اهڙيءَ اوستا ۾ لٽا پيا رهن، جنهن ۾ ڪين لڳين ستگروءَ ۾ پنهنجي ستگروءَ جو روپ نظر اچڻ لڳي ٿو؟

**مهاراج جي:-** ها! ڏيري ڏيري، انهن ٿيڻ لڳي ٿو. ڪين انهن محسوس ٿئي ٿو ته سندن ستگرو ٿي موجوده ستگروءَ جو روپ ڌارڻ ڪري آيو آهي. انهن کي اندر ۽ ٻاهر انهيءَ جون نائيتون به ملڻ شروع ٿين ٿيون. پر پنهنجي ستگروءَ سان پيدا ٿيل پريم- پيڙن ۽ انهيءَ سان گذاريل وقعه جي چاهه، آسانيءَ سان مٽائي نٿي سگهجي.

**سوال:-** ڇا، هر ستگروءَ جي پنهنجي الڳ شخصيت يا هستي ٿئي ٿي؟

**مهاراج جي:-** ها. اهو سچارو آهي. سندن شخصي هستي ۽ سندن شخصي يادگيريون اندر اهڙي طرح ٽڪيون رهن ٿيون، جو آهي آسانيءَ سان وساري نٿيون سگهجن. مان اها ڳالهه توهانکي پوري طرح سمجهائي نه ٿو سگهان، پر مان ڄاڻان ٿو ته مان خود مهاراج جن جي ڏرڏام سڌارڻ بعد ٦ مهينا تائين ڏيري نه آيو هوس. ستسنگين جو مهاراج جن سان. اينترو گهرو پريم هو جو انهن لاءِ ڏيري اچڻ ڪافي مشڪل هو. اسين سڀ مهاراج جن سان پيار ۾ ٻڌل هئاسين ۽ ڏيري جي هرهڪ جڳهه انهن جي ياد سان ڀريل هئي. ڏيري جي هرهڪ سوني، هرهڪ عمارت ٿي، هرهڪ جڳهه ٿي، جتي اسين واندرولد ڪندا هئاسين يا ستسنگ ٻڌندا هئاسين حضور مهاراج جن جي شخصيت جي ڇاپ لڳل هئي.

**سوال:-** ڇا، حضور وڏن مهاراج جن ستسنگين کي پنهنجي جانشين - سردار بهادر جگت سنگهه جن کي سويڪار ڪرڻ لاءِ تيار ڪيو هو؟

**مهاراج جي:-** ها. بيشڪ حضور مهاراج جن ستسنگين کي سردار بهادر جن کي ستگرو طور سويڪار ڪرڻ لاءِ تيار ڪيو هو.

**سوال:-** ڇاڪاڻ ته مون ٻڌو آهي ته حضور وڏن مهاراج جن جي جوتي جوت سمائڻ کان پوءِ ڪجهه ستسنگي ڏيري اچڻ لاءِ به تيار نه هئا.

**مهاراج جي:-** پيڻ، انهيءَ لاءِ ڪيس ڏوهه نٿو ڏئي سگهجي. انهن جو ڪو قصور نه هو. مان خود به ڪجهه وقت لاءِ انهن مان هڪ هوس. دراصل، انهن جو پنهنجي ستگروءَ سان ايترو پريم هو، جو انهن لاءِ ڪنهن ٻئي کي سندن جاءِ تي سويڪار ڪرڻ تمام مشڪل هو. اهڙي حالت ۾ دليل ڪم نه ڪندو آهي. بهرحال انهن کي پوري تسلي تڏهن ٿي جڏهن سردار بهادر جن کي حضور مهاراج جن جي جاءِ تي ستگرو طور مقرر ڪيو ويو. انهن کي معلوم هو ته سردار بهادر جن جو آدر ڪرڻ جهڙا آهن، ۽ سندن رهنمائي جي پيروي ڪرڻ جهڙي آهي. انهن جي دل گرو - گديءَ سان نه، پر حضور مهاراج جن سان شخصي طور جڙيل هئي. اهو ستسنگيءَ ۽ ستگروءَ جي وچ ۾ هڪ شخصي سنبنڌ هو. اسين پرپنڌ وغيره جي درشنيءَ کان پنهنجي ستگروءَ جي جانشين جي سڃاڻپ ڪري نٿا سگهون، پر ستگروءَ سان هڪ شخصي ناتو ٺهي ٿو ۽ ان جي وچ ۾ پيار ڪير به نٿو اچي سگهي. جيڪي ستسنگي حضور مهاراج جن کي سندن مڪان پر ستسنگ ۾ ۽ شيوا وقت ڏسڻ جا عادي هئا ۽ جن جي هردي ۾ حضور مهاراج جن جون ڪيتريون شخصي يادگيريون سانديل هيون ۽ جيڪي

**سوال:-** ٻين لفظن ۾ هُو انهيءَ کي ڪيئن سويڪار ڪري نه سگهندا، جيئن ........

**مهاراج جي:-** اهي ڪيئن سويڪار نٿا ڪري سگهن، ماڻهن جو پنهنجي ستگروءَ سان ايترو پيار هوندو آهي، جو خود پنهنجي ستگروءَ ڏوارا موجوده ستگروءَ جي مقرريءَ ۽ انهيءَ ڳالهه جي کليل اعلان ٿيڻ جي باوجود به هُو ڪيئن ستگروءَ طور سويڪار نه ڪندا آهن. هڪ طرح ته پنهنجي ستگروءَ لاءِ اهو پريم بيشڪ سٺو آهي، پر انهيءَ سبب، نئين ستگروءَ کي سويڪار ڪرڻ انهن لاءِ مشڪل ٿئي ٿو. ماڻهو پنهنجي ستگروءَ جي جوتن، ڪپڙن، بستري، پلنگ، ميز، گهر، ڪوهه وغيره جهڙين شين جو گهڻو آدر ڪندا آهن، ڇاڪاڻ ته انهن جيون کي اهميت ڏيڻ جا عادي ٿي چڪا آهن، پر هُو پنهنجي ستگروءَ ڏوارا پنهنجي جڳهه تي مقرر ڪيل گروءَ جو آدر ستڪار نٿا ڪري سگهن. سنت نٿا چاهين ته ماڻهو اصلي اپديش کي وساري، اهڙين ڪرت ريتين رسمن ۽ ڪرم ڪانڊ جا شڪار ٿين، انهيءَ ڪري هُو هميشه ماڻهن کي پنهنجي جانشين ستگروءَ کي سويڪار ڪرڻ لاءِ تيار ڪرڻ ڏانهن ورڌيڪ ڌيان ڏيندا آهن.

انهيءَ ڪري ئي جان دي بپتسمت فرمايو هو: "منهنجي جڳهه تي اچڻ وارو مون کان گهڻو مهان ۽ شڪتيوان آهي." (متيو: ٣:١١). هُو ماڻهن کي تيار ڪري رهيو هو ته جيئن حضرت عيسيٰ کي سندس جانشين طور سويڪار ڪيو وڃي. پر پنهنجي ستگروءَ جي استان تي اپديشڪ مهاتما به ڪڏهن پنهنجي ستگروءَ جي مهما يا وڏائيءَ کي نٿو وساري. جڏهن حضرت عيسيٰ جو وارو پنهنجي ستگروءَ جي مهما ڪرڻ جو آيو ته هن به فرمايو: "اڃا تائين ته ڪنهن به مائي پنهنجي پيٽ مان جان دي بپتسمت کان وڏي مهاپرش کي جنم نه ڏنو آهي." (متيو-١١:١١).

**مهاراج جي:-** اندر بہ ۽ ٻاهر بہ، ٻاهر بہ موجوده ستگروءَ کان رهنمائي ملندي آهي ۽ اها رهنمائي توهان جي پنهنجي ستگروءَ جي ئي هوندي آهي.

**سوال:-** جڏهن شش هڪ دفعو اندر ويندو آهي تہ هو پنهنجي ستگروءَ وٽ ئي پهچندو آهي؟

**مهاراج جي:-** جيستائين اندر کيس پنهنجي ستگروءَ جا درشن ٿيندا، تڏهن بہ آخر هن کي ڏسڻ ۾ ايندو تہ سندس ستگروءَ موجوده ستگروءَ جو روپ ڌارڻ ڪيو آهي. هن کي پورو وشواس ٿي ويندو تہ ٻئي دراصل هڪ ئي آهن.

**سوال:-** مان انهيءَ اوستا بابت سوچي رهيو هوس، جنهن ۾ ڪو سنت ستگرو پنهنجو خاڪي چولو تياڳي ڌرڌام هليو وڃي ٿو. مثال طور حضور وڏن مهاراج جن چولو تياڳيو ۽ سندن ستسنگي پنهنجي ستگروءَ جي وڇوڙي ۾ ڏکي آهن ۽ کين پنهنجي ستگروءَ جي ياد ستائي ٿي. ڇا، ائين نہ ٿو ٿئي؟

**مهاراج جي:-** ها. ائين ٿئي ٿو ۽ اهو سڀاويڪ ئي آهي.

**سوال:-** انهن مان ڪجھ ستسنگي، جيڪي پهرين کان ئي موجوده ستگروءَ سان گڏ رهيا آهن ۽ سندن گرڀائي آهن، تن لاءِ موجوده ستگروءَ کي سچ پچ پورن سنت ڪري مڃڻ ٺيڪ نہ ٿيندو هوندو؟

**مهاراج جي:-** مون ڪالھ حضرت عيسيٰ جي اپديش مان حوالو ڏنو هو، انهيءَ ڳالھ ڏانهن اشاري ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. جان دي بئپٽسٽ جو ذڪر ڪندي، حضرت عيسيٰ فرمائين ٿا تہ هو مون لاءِ رستي ٺاهڻ لاءِ آيو هو. انهيءَ ڪري جيستائين پهريون ستگرو يا گدي نشين پنهنجي جانشين لاءِ مارڳ تيار نہ ٿو ڪري، تيستائين اهو جانشين يا نئون ايندڙ ستگرو پنهنجي ڪار ۾ ڪڏهن بہ ڪامياب ٿي نہ سگهندو، ڇاڪاڻ تہ ڪير بہ اُن کي ستگرو مڃڻ لاءِ تيار نہ ٿيندو.

لاءِ ھن جـو ستگرو ھميشھ زندھ آھي ۽ ڪڏھن بہ ھن جو ساٿ نہ ڇڏي.

**سوال:-** مان ڪئي دفعي نام دان وٺڻ بابت نہ، پر صرف نئين ستگروءَ کي پنھنجي ستگروءَ جي روپ ۾ سويڪار ڪرڻ بابت سوچي رھيو ھوس، ڇاڪاڻ تہ سڀ ستگرو ھڪ ھوندا آھن ۽ اندر موجودھ ستگروءَ جو ئي نوري سروپ پرگھٽ ٿئي ٿو.

**مھاراج جي:-** دراصل ڌيان ھميشھ پنھنجي ستگروءَ جو ئي ڪرڻ گھرجي، پر ڪڏھن ڪڏھن موجودھ ستگروءَ جو نوري سروپ بہ اندر پرگھٽ ٿيندو آھي. ڀورين پنھنجو ستگرو ئي نوري سروپ ۾ پرگھٽ ٿيندو. پر جي توھانجو موجودھ ستگروءَ ۾ وشواس ھوندو تہ توھانجي ستگروءَ جو نـوري سروپ ئي موجودھ ستگروءَ جي نـوري سروپ ۾ بـدلجي ويندو. جيڪڏھن توھانکي صرف پنھنجي ستگروءَ ۾ ئي وشواس ھوندو تہ اُن حالت ۾ توھانجي ستگروءَ جـو روپ ئي ٺھيو رھندو. پر آخر توھانکي اُنھي ڳالھ جو پورو يقين ٿي ويندو تہ ٻئي ستگرو دراصل ھڪ ئي آھن.

حضرت عيسيٰ بہ فرمائين ٿا: ”مون کي نہ صرف پنھنجي رڍن (ششن) جي، بلڪ ٻاڙ کان اڳئين ستگروءَ جي سڄڻيل رڍن جي بہ سنڀال ڪرڻي آھي، ڇاڪاڻ تہ ھن مون کي پنھنجو جانشين مقرر ڪيو آھي ۽ پنھنجون رڍُون (شش) بہ سنڀال لاءِ مون کي سونپيون آھن. تنھڪري مان اُنھني بہ پنھنجي رڍن سان گڏ سنڀال ڪندس ۽ آخر ۾ سڀ رڍون ھڪ وڏي ڌڻ جو روپ اختيار ڪندينون.“ (جان-١٠:١٦).
ان جو مطلب آھي تہ اھي سڀ جيئن آخر ۾ ھڪ وڏي پرواز جو انگ ئي ٿيجي ويندا.

**سوال:-** مھاراج جي، اھو اندر ٿيندو آھي يا ٻاھر؟

ڪري ورتو آهي. مونکي تہ پنهنجي جڳهہ تي اچڻ واري تي قياس ٿو اچي. اُن جو ڪهڙو حال ٿيندو؟" اها ڳالهہ لالا منشيرام جي "روحاني ڊائري" ۾ بہ درج ٿيل آهي.

دراصل هيءَ اهوئي ڀيج آهي، جيڪو اڄ وڏي ۽ ڦهلجي رهيو آهي. شروع ۾ هڪ ننڍڙو ٻوٽو زمين مان نڪري ٿو ۽ اُن وقت هڪ ننڍي جهرڪي بہ اُن تي ويهي نہ سگهندي آهي. پر جڏهن اهوئي ٻوٽو وڻ جو روپ اختيار ڪري ٿو تہ هزارين پکي اُن جو آسرو وٺي سگهندا آهن. ان سموريءَ ڳالهہ ۾، مهما ۽ مهانتا انهيءَ جي آهي، جنهن ٻج پوکيو، ٻوٽو لڳايو.

**سوال:-** جيڪڏهن ڪنهن ستسنگيءَ جو ستگرو چولو ڇڏي وڃي ۽ اُن جي جاءِ تي ٻيو ستگرو اچي وڃي تہ اهو ستسنگي ڇا ڪري؟ هڪ طرح تہ ٻئي ستگرو هڪ ئي آهن، پر هن نام پهرئين کان پراپت ڪيو آهي. ڇا، انهيءَ حالت ۾ هو نئين ستگروءَ کان نام دان وٺي سگهي ٿو؟

**مهاراج جي:-** ٻيو دفعو نام دان وٺڻ جو سوال ئي نٿو اٿي. جنهن ستسنگيءَ کي هڪ دفعو پورن ديهہ ڌاري ستگروءَ کان نام دان ملي ويو، ان کي ٻئي ستگروءَ کان نام دان وٺڻ جي ضرورت ئي ڪونهي. جنهن ستگروءَ ان کي نام دان ڏنو آهي، اهو ستسنگيءَ سان سڄي عمر انگ سنگ رهندو ٿو. پنهنجي ستگروءَ جي جانشين جي سنگت ۽ ستسنگ مان فائدو وٺي سگهجي ٿو ۽ انهيءَ کان رهنمائي بہ وٺي سگهجي ٿي، پر شش جو اصلي سنبنڌ پنهنجي ستگروءَ سان ئي رهي ٿو، ٻئي ڪنهن سان نہ. جنهن ستگروءَ نام ڏنو آهي، اهو ستگرو انهيءَ شش لاءِ هميشهہ زندہ آهي، هو سدائين ان شش جي اندر موجود آهي ۽ جيسين اُن شش کي مالڪ سان نٿو ملائي، تيسين ڪڏهن بہ ان کان جدا نٿو ٿئي. شش جي

اپياس ڪيو هو. ڇا، هُو پنهنجو پورو وقت ان اپياس ۾ لڳائيندا هئا؟

**مهاراج جي:-** اسين ٿلهي ليکي چوندا آهيون ته هُن ١٧ سال اپياس ڪيو هو. انهيءَ جو اهو مطلب ڪونهي ته هُو ڏينهن رات، ٢٤ ڪلاڪ ان اپياس ۾ لڳا رهندا هئا. اسين چوندا آهيون ته اسان ١٥-٢٠ سال ۾ ايم-اي يا ڊاڪٽريءَ جي ڊگري پراپت ڪئي. انجو اهو مطلب ڪونهي ته انهيءَ عرصي جو هر ڪلاڪ، هر منٽ پڙهائيءَ ۾ ئي لڳائيندا رهيا هئاسين. سياڻپ طور، انهيءَ عرصي ۾ اسين سمهندا ۽ راند روند وغيره به ڪندا رهيا هئاسين. سوامي جن جي اپياس کي به انهيءَ حساب سان سمجهڻ گهرجي.

**سوال:-** مهاراج جي، هزارين، لکين جيون کي نام دان جي بخشش ٿي چڪي آهي. اهو سوچي دنگ رهجي ويندو آهيان.

**مهاراج جي:-** حضور مهاراج جن فرمائيندا هئا ته اجا ڪجهه جي نوڪريءَ مان هڪ پوٽلي به نه ڪٽي ويئي آهي. اجا ته تمام ٿورا جيو سنت مت ۾ آيا آهن. حضور جن اها ڳالهه لڳ ڀڳ ٣٠-٤٠ سال اڳ ڪئي هئي. جن جا اهي وچن آهن، اهي ئي ڄاڻن ٿا ته اجا ڪيترن جيون کي هن مارگ تي اچڻو آهي.

حضور مهاراج جن بيحد مشغول رهندا هئا، هميشه ڪنهن نه ڪنهن ڪم ۾ لڳا رهندا هئا. مون کين شايد ئي ڪڏهن آرام ڪندي ڏٺو هوندو. هاڻي ته اسين انهن کان ڪجهه وڌيڪ خوشقسمت آهيون. ستدن ڏينهن سويل صبوح جو ٣ بجي کان شروع ٿيندو هو. هي سڄو ڏينهن ستدن ئي مهانتا ۽ محنت سبب وڏيو ۽ ثاني قرلجي سکيو آهي. حضور جن اڪثر چوندا هئا: ”مون ته ڪهڙيءَ به طرح پنهنجو گذارو

لاءِ ملڻ شروع ٿئي ٿو. مثال طور گرو نانڪ صاحب پرگهٽ ٿيا ۽ سندن پٺيان ٻيا ٩ گرو آيا. اُنهن دنيا کي گرو نانڪ صاحب جن جو نئين اُپديش ڏنو. اهڙيءَ طرح گرو نانڪ صاحب جن جو لڳايل ٻوٽو وڌيو ۽ ڦليو ڦوليو.

ساڳي طرح سوامي جي مهاراج جن اهي ٻج پوکيو ۽ سندن پٺيان آيل سنت ستگرن اُنهي پرورش ڪئي ۽ هاڻي ماڻهو سوامي جي مهاراج جن جي اُپديش مان فائدو وٺي رهيا آهن. اهڙيءَ طرح ڪبير صاحب جن پڌاريا ۽ سندن گروگديءَ تي ١٢ مهاتما براجمان ٿيا.

سوامي جي مهاراج جن ۽ بابا جن، ٻئي فرمائيندا هئا ته اسان نام جو ايترو اکٽ ڀنڊار کنو کيو آهي، جو اُنکي جيڪڏهن پوري سنسار ۾ ورهايو وڃي ته به نه اهو گهٽجندو ۽ نه ئي کٽندو.

مان توهان کي هڪ مثال ڏيان ٿو. هڪ پرش ڏاڍي محنت ڪري ڪروڙپتي بڻجي ٿو وڃي. جيڪڏهن سندس ڪمايل دولت فضول نه خرچي وڃي ۽ صحيح نموني ڪم ۾ آندي وڃي ته ست اٺ پيڙهيون آسانيءَ سان اُن تي گذارو ڪري سگهن ٿيون. پر اها دولت پهرئين آدميءَ جي ڪمايل ۽ ڪئي ڪيل آهي ۽ سندس پويان ماڻهو اُن جو صحيح استعمال ڪري رهيا آهن. اهڙيءَ طرح اُهي به امير بڻيا رهن ٿا. اُهي ورثي ۾ مليل دولت جا مالڪ آهن، ان جو صحيح استعمال ڪري رهيا آهن ۽ اُنکي به واپار ۾ لڳائي رهيا آهن. اُنهيءَ دولت جي سنڀال ۾ اُنهجو به هٿ آهي پر دراصل دولت اُنهيءَ جي آهي، جنهن اُها ڪمائي ۽ گڏ ڪئي هئي.

**سوال:-** مون ڪنهن پستڪ ۾ پڙهيو آهي ته سوامي جي مهاراج جن ١٧ سال هڪ ننڍي ايڪانت واري ڪوٺڙيءَ ۾

گدي ۽ سان ڪر گهڻو سمجهڻ نه رهيو، انهيءَ ڪري اسانکي سندن جيون ورتانت بابت گهڻي ڄاڻ ڪونهي.

**سوال:-** مهاراج جي، ١٩٥٢ع کان وٺي ۽ اڄ کان اڳي ستسنگين جي تعداد جي باري ۾ سمجهاڻا جي ڪريا ڪندا؟ حضور وڏن مهاراج جن جا ستسنگي هنن ڪاڻ ۽ چڱا ڀلا جيون ڪان ڪافي گهٽ آهن. ان ڳالهه جي به ڪا اهميت آهي؟

**مهاراج جي:-** توهان ڪڏهن ٻج جو درخت ڏٺو آهي؟ ان جو ٻج تمام ننڍو لڳندو آهي. جڏهن ان کي زمين ۾ پوکيو ويندو آهي، ان وقت اهو ننڍو ۽ خسيس محسوس لڳندو آهي. پر جڏهن اهو جڙ پڪڙيندو آهي ۽ پرورش پائي وڏو لڳندو آهي ته ان جون ٽاريون چئني طرف ڦهلجي وينديون آهن ۽ سوين ماڻهو ان جي ڇانو ۾ ويهي سگهندا آهن. پر انهيءَ وڏي وڻ جو ۽ جيڪا ڇانو اهو درخت ماڻهن کي ڏيئي رهيو آهي، ان جو اصل ڪارڻ ۽ بنياد ڪهڙو آهي؟ ان لاءِ اصلي ذميوار ڪير آهي؟ اهو، جنهن ٻج پوکيو آهي يا اهو جيڪو اڄ ان کي پاڻي ڏيئي ان جي پرورش ڪري رهيو آهي؟ اها سموري مهانتا انهيءَ جي آهي، جنهن ٻج پوکيو آهي. ان ڳالهه جو ڪو به فرق نٿو پوي ته سوامي جي مهاراج جن يا بابا جي مهاراج جن ٢٠٠، ٣٠٠ يا ٥٠٠ جيون کي نام دان بخشيو. انهن ته دنيا ۾ ٻج پوکي ڇڏيو. سندن پوکيل ٻوٽو وڏي وڻ جي شڪل اختيار ڪري، چئني پاسي ڦهلجي رهيو آهي ۽ هزارين جگياسو ان جي ڇانو جو لاڀ وٺي رهيا آهن. دراصل هيءُ اهو ساڳيو ئي ٻج آهي، جو اڄ وڏي ۽ وڻ ٿي رهيو آهي.

هڪڙا سنت سڳورا اهي ٻج پوکين ٿا ۽ انهيءَ پڄاڻان ۽ ٻيا سنت اچن ٿا، جيڪي ان کي پاڻي ڏين ٿا ۽ ان جي پرورش ۽ سنڀالي ڪن ٿا ۽ پوءِ ماڻهن کي ان جي ڇانو جو

ڏانهن ڌيان ئي نہ ڏنو. اهو بہ ممڪن آهي تہ سندن شش بہ ٿيا هجن، پر سندن جيون ورتانت جي باري ۾ ڪنهنکي بہ ڪا خبر نہ هجي. مون جرمنيءَ جي ڪجھ مهاتمائن جي باڻي پڙهي آهي. اُنهن بہ، سيني سنتن وانگر، شبد جي پرڪاش ۽ شبد جي آواز جو بلڪل ساڳيو ئي اُپديش ڏنو آهي. ماڻهن اُنهن سنتن مهاتمائن کي ڪونہ سڃاتو ۽ ڪين مڃتا ڪانہ ملي. هندستان ۾ روحاني واتاورڻ ۽ پرمارٿ جي پرمپرا هئڻ سبب، ماڻهن جو ڌيان جلدئي سنتن مهاتمائن ڏانهن ڪڇجي ويو ۽ اُنهن کي جلدي مڃتا ملي وئي.

**سوال:-** سوامي جي مهاراج جن جا ستگرو ڪير هئا؟

**مهاراج جي:-** ڪليہ پروفيسر صاحب، تلسي صاحب جن جا ڪجھ شبد پڙهيا هئا ۽ اشارو ڪيو هئائين تہ سوامي جي مهاراج جن کي تلسي صاحب کان پرڪاش پراپت ٿيو هو. اهڙيءَ طرح سوامي جي مهاراج جن جو بہ ستگرو هو.

**سوال:-** مهاراج جي، تلسي صاحب جو گرو ڪير هو؟ (هال ۾ وينلن جو ٽيڪڙو مچي ويو.)

**مهاراج جي:-** هاڻي، ڪٿي توهين اهو نہ پڇڻ شروع ڪريو تہ سرشٽيءَ جي شروع ۾ سڀ کان پهريون ستگرو ڪير هو. اهو معلوم ڪرڻ تہ اتهاسڪارن جو ڪم آهي، ڇاڪاڻ تہ اسان کي اتهاس جي باري ۾ ايتري ڄاڻ ڪونهي. مون کي تلسي صاحب جن جي باڻيءَ ۾ انهيءَ ڳالھ جو ذڪر نہ ملي سگھيو آهي تہ ڪين ڪهڙي مهاتما کان پرڪاش پراپت ٿيو آهي. قدرتي طور تلسي صاحب جن کي ضرور ڪنهن نہ ڪنهن سنت جي صحبت پراپت ٿي هوندي. پر اهو ڪهڙو سنت هو، انهيءَ باري ۾ مونکي ڪجھ معلوم ڪونهي. شايد ڪٿي انهيءَ ڳالھ جو ذڪر ڪيل هجي. پر سوامي جي مهاراج جن ڪانپورءِ اسانجو تلسي صاحب جن جي

ٽيون نالو شروع ٿي وڃي ٿو ۽ پراڻي گديءَ جو نالو ڍيري
ڍيري ياداشت تان لهي وڃي ٿو. گرو نانڪ صاحب جن کان
هڪ ٽئين گرو گدي شروع ٿي ۽ پراڻي گديءَ جو نالو ختم
ٿي ويو. ساڳيءَ طرح سوامي جي مهاراج جن جو ٻه گرو هوءِ
پر سوامي جن کان ٽئين گرو گدي شروع ٿي ۽ پراڻي گديءَ
جو نالو ياداشت تان لهي ويو. اهڙيءَ طرح گرو گدين جو
آرلب ۽ الٽ ٿيندو رهندو آهي.

**سوال:-** پر ڪٿي نه ڪٿي، ڪا نه ڪا گرو گدي ته
ضرور رهي ٿي. ڇا سنسار ۾ ڪو نه ڪو ستگرو سدائين
موجود نه هوندو آهي؟

**مهاراج جي:-** ڪٿي نه ڪٿي، ڪو نه ڪو ستگرو
ضرور موجود هوندو آهي. گرو نانڪ صاحب فرمائين ٿا:

هر ڄُگهه ڄُگو ڄُگ ڄُگهه ڄُگو، سد پيڙهي گرو چلندي.
ڄگ ڄگ پيڙي چلي ستگر ڪي، جني گرمکه نام ڌيائتا.
(آد گرنٿ، ٧٩)

ديوان صاحب، الهيءَ جو ارٿ ڇا ٿيندو؟

**ديوان صاحب:-** الهيءَ جو ارٿ آهي ته هميشه، هر
جڳ ۾ ستگروءَ جي پيڙهي يا گدي هلندي رهندي آهي ۽
ماڻهو اهڙن گرمکن ذريعي پرماتما جي نام جو اڀياس ڪندا
آهن.

**مهاراج جي:-** ها. ڪٿي نه ڪٿي، ستگرو ضرور
موجود هوندو آهي.

**سوال:-** مهاراج جي، ڇا سنت ستگرو ڪڏهن پڇمي
ديش ۾ به پيدا ٿيا آهن؟

**مهاراج جي:-** پڇمي ديش ۾ به ستگرو پيدا ٿي
سگهن ٿا ۽ ٿيا به آهن، پر انهن ڳالهين ڪنهن جو ڌيان ٿي
نه ويو آهي. ماڻهن انهن ستگرن بابت ڄاڻ پراپت ڪرڻ

چونه آيو هجي ۽ پوريءَ طرح نرمل ۽ چونه هجيءَ، پر ا
۽ ستگروءَ جي سنگت جي ضرورت اوس رهي ٿي، ج
ڪيس پنهنجي ماضيءَ ۽ مستقبل جو پورو گيان ٿي سگهي
ستگروءَ جي ضرورت هر حالت ۾ رهي ٿي.

**سوال:-** مهاراج جي، جڏهن ڪنهن سنت ستگروءَ جي
گدي سماپت ٿيڻ تي ايندي آهي ته ڇا انجو آخري ستگرو
پنهنجي ڪنهن شش کي ڪنهن ٻيءَ جڳهه تي موڪلي ڇڏيندو
آهي؟ جيئن سوامي جي مهاراج جن، بابا جئمل سنگهه کي
حڪم ڏنو هو ته پنجاب ۾ وڃي ستسنگ ۽ نام دان جي دارا
جاري ڪريو.

**مهاراج جي:-** انهيءَ جو ارث آهي ته گدي سماپت
ڪانه ٿي آهي، پر هلي رهي آهي. اهو ضروري ڪونهي
ته گدي ڪنهن هڪ ئي جڳهه تي رهي، اها ڪٿين ۾ جڳهه
تي رهي سگهي ٿي. گرو گديءَ جي سلسلي جو مطلب آهي
ته هڪ ستگرو پنهنجي ڪنهن شش کي پنهنجو گدي نشين
مقرر ڪري ٿو. اهو جانشين جتي چاهي، اتي اپديش ڏيڻ
لاءِ استان چونڊي سگهي ٿو. گرو نانڪ صاحب جن جي گديءَ
تي ايندڙ گرو صاحبن پنهنجو اپديش هڪ ئي جڳهه تي رهي
ڪونه ڏنو هو. هر گروءَ الڳ الڳ جڳهه تان ان هڪ ئي
روحانيت جو پرچار ڪيو هو.

**سوال:-** ان جو مطلب آهي ته گرو گديءَ جو دراصل
ڪوبه آرنڀ يا انت نه ٿيندو آهي.

**مهاراج جي:-** ڪو ستگرو پنهنجي جاءِ تي هڪ کان
ڌيڪ جانشين مقرر ڪري سگهي ٿو. ٿي سگهي ٿو ته
بير صاحب جن پنهنجي جاءِ تي ٢ يا ٣ جانشين مقرر ڪيا
ن. پر جيڪڏهن هڪ ئي گروءَ جون چولي ڇڏڻ بعد هن
۾ يا وڌيڪ گديون جاري رهن ٿيون ته هر گديءَ جو

# پرڪاش جي وراثت

**سوال:-** مهاراج جي، ڇا اهو ممڪن آهي تہ ڪنهن ستگروءَ جو پنهنجو ستگرو نہ ڪيل هجي؟

**مهاراج جي:-** هر ستگروءَ جو گرو هوندو آهي، چاهي اهو رسمي طور نہ هجي. جڏهن سنت مهاتما پنهنجي ٻاڻيءَ ۾ پنهنجي گروءَ جي اپتري اپار مهما ڪندا آهن تہ انهيءَ مان صاف ظاهر آهي تہ هو ڪنهن خاص پرش جي مهما ڪري رهيا آهن.

**سوال:-** ڇا، ڪي مهاتما جنم کان ئي سنت هوندا آهن؟

**مهاراج جي:-** گرو نانڪ صاحب فرمائن ٿا: "ديپڪ تي ديپڪ پرگاسيا، ترڀون جوت ڏکائي." ارٿات جيڪڏهن ڪنهن ديپڪ ۾ تيل ۽ وٽ موجود هجن ۽ انکي ٻرندڙ ديپڪ سان ڇهائجي تہ اهو بہ ٻرندڙ ديپڪ وانگر ئي پرڪاش ڏيڻ شروع ڪندو. جائي جم جا يعني پيدائشي سنت اهڙي ديپڪ سمان آهن، جنهن ۾ تيل ۽ وٽ موجود آهن، پر تڏهن بہ انکي ڪنهن ٻرندڙ ديپڪ يا روشن چراغ جي ڇهاءَ جي ضرورت آهي. ٻيا سنت اهڙا ديپڪ آهن، جن ۾ تيل بہ وجهڻو آهي ۽ وٽ بہ وٺي رکڻي آهي. انهن ۾ تيل ۽ وٽ وجهڻ ڪاليوءَ ئي اهي ٻري سگهن ٿا. گرو نانڪ صاحب جن پنهنجي لاءِ فرمائن ٿا تہ ديپڪ بلڪل تيار هو ۽ جيئن ئي اهو ٻرندڙ جوت وٽ پهتو تہ ان مان بہ پرڪاش نڪرڻ شروع ٿيو.

اهڙا سنت مهاتما جمندي جام يا پيدائشي سنت سڏيا آهن پر انهيءَ جو اهو مطلب ڪونهي تہ انهنکي گروءَ جي ضرورت نہ ٿيندي آهي. رسمي يا اصولي طور انهنکي بہ گروءَ جي ضرورت پوندي آهي. جيڪو بہ هڪ دفعو هن سنسار ۾ آيو آهي، چاهي اهو ڀلي سڌو پرم پتا جي ڌام مان ئي

کهڙيءَ طرح رائيءَ جيڏي ڳالهه مان وڏو پهاڙ بڻجي ويندو آهي. اهو سڀ ڪجهه ٻڌي مان مرڪندو آهيان. اڄ، اهو سڀ ڪجهه منهنجي اکين سامهون ٿي رهيو آهي. مان چئي نٿو سگهان ته اڄ کان هزار سال بعد اهي ڳالهيون ڪهڙو روپ اختيار ڪنديون.

اهوئي انسان جي من جو سڀاءُ آهي. اسين سنتن مهاتمائن جي سچيءَ سکيا کان، اصلي اپديش کان پري نڪري ٿا وڃون ۽ ڪرامتن کي ئي اهميت ڏيڻ لڳون ٿا، ڇاڪاڻ ته انهيءَ ۾ من خوشي محسوس ڪري ٿو. نتيجو اهو ٿو نڪري جو اسين ڪهاڻين ۽ ڪرامتن ۾ ئي الجهي ڪري رهجي وڃون ٿا ۽ سنتن مهاتمائن جي سچي سکيا جي سار کي سمجهڻ ۽ ان تي عمل ڪرڻ جي ڪوشش ئي نٿا ڪريون.

أصول لاڳو آهي. پرماتما ئي ڄاڻي ٿو ته پراچين وقت جي
مهاتمائن جو انهن ساکين ۽ ڪٿائن ذريعي ڪهڙين روحاني
سچاين کي ظاهر ڪرڻ جو مقصد هو. انهن ڪٿائن ذريعي
جن سچاين جو ورڻن ڪيو ويو هو يا جن ڏانهن اشارو ڪيو
ويو هو، انهن سچاين تائين پهچڻ جي ته اسين ڪوشش ئي
ڪانه ٿا ڪريون، صرف انهيءَ چنتا ۾ لڳا رهون ٿا ته اها ٻيڙي
ڪٿي آهي، ان ٻيڙيءَ ۾ سوار جانور ڪيڏانهن ويا وغيره.
اهين سڀني ڌرمن سان ٿيندو رهيو آهي. ان ۾ ڪا نئين ڳالهه
ڪانهي.

**سوال:-** مهاراج جي، سنتن مهاتمائن سان گڏ ڪيترن
قسمن جي ڪرامتن ٿيڻ جون ڳالهيون ٻڌڻ ۾ اينديون
رهنديون آهن.

**مهاراج جي:-** اسين اجايو انهن ڳالهين ۾ لڳا رهون
ٿا. اهڙيءَ طرح ئي حضرت عيسيٰ جون ڪرامتون بائيبل ۾
شامل ڪيون ويئون آهن. ماڻهن حضرت عيسيٰ جي خالص روحاني
اپديش کي ڪرامتن جي ڳجهڙي بڻائي ڇڏيو آهي. سندن
شش ۽ پوئلڳن پنهنجي ڪلپنا دواران نئين نئين واقعن کي
جڪي ٽاڪي وڌيڪ ڪرامتن جو روپ ڏيئي ڇڏيو آهي، جن
کي بائيبل ۾ پڙهي اسين بيحد خوش ۽ متاثر ٿيندا آهيون.
مان اهين نٿو چوان ته حضرت عيسيٰ ڪي چمتڪار يا ڪرامتون
ڏيکاريون ئي ڪونه هيون. هن ضرور ڪي ڪرامتون ڏيکاريون
هونديون، پر چمتڪار ڏيکارڻ ئي سندس زندگيءَ جو اصلي
مقصد يا منورٿ ڪونه هو. مان نٿو سمجهان ته هن اهي
سڀئي ڪرامتون ڏيکاريون هونديون، جيتريون اڄ هن جي
نالي سان جوڙيون وڃن ٿيون. پر اهڙيءَ طرح اهڙيون ڳالهيون
ڦهلجنديون آهن ۽ ڪرامتن جو روپ وٺنديون آهن.

مان خود اڪثر پنهنجي رشتيدارن، دوستن ۽ ٻين ماڻهن
کي اهڙيون ڳالهيون ڪندي ٻڌندو آهيان ۽ ڏسندو آهيان ته

مشغول رهندا. تون خود اها ذميواري کڻ ته هوُ هتان خوش ٿي واپس وڃي ۽ جيڪي به اسٽان هوُ ڏسڻ چاهي ته تون خود هن سان گڏ وڃي، ڏيکاري اچج."

ڊاڪٽر سمٿ آگرو، فتح پور سيڪري ۽ ٻين ياترين جي دلچسپيءَ وارين جڳهين ڏسڻ ٿي چاهيون. انهيءَ ڪري آگري ويندي، اسانجي ڊرائيور چيو: "متُرا به پرسان ئي آهي. جي توهين ڊاڪٽر صاحب کي متُرا ڏيکارڻ چاهيو ته مان توهانکي اوڏانهن وٺي هلان." مون چيو: "ٺيڪ آهي!" مون به متُرا اڳ ۾ ڪانه ڏٺي هئي. متُرا پهچڻ تي اسانکي هڪ گائيڊ (سونهون) ملي ويو، جنهن ٻڌائڻ شروع ڪيو: "هتي ڀڳوان ڪرشن جو جنم ٿيو هو ۽ هتي هوُ راند روند ڪندو هو وغيره."

ڊاڪٽر سمٿ ڪڏهن ڀڳوان ڪرشن جي باري ۾ ڪجهه ٻڌو ئي ڪونه هو. هوُ ڪجهه وقت گائيڊ جون ڳالهيون ٻڌندو رهيو ۽ پوءِ پڇيائين: "ڀڳوان ڪرشن جو جنم ڪڏهن ٿيو هو؟" گائيڊ جواب ڏنو: "هزارين، هزارين سال اڳ." اهو ٻڌي ڊاڪٽر سمٿ مشڪندي مونکي چيو: "هيءَ ڪمرو ٣٠٠ سالن کان وڌيڪ پراڻو ڪونهي. ڀڳوان ڪرشن جو جنم هتي ڪيئن ٿو ٿي سگهي؟" مون چيو: انجو جواب ته گائيڊ ئي ڏيئي سگهي ٿو، مان ڇا ٿو چئي سگهان؟

جنهن به مهاپرش جي اسين ڳالهه ڪندا آهيون ته انهيءَ جي مهما کي الوڪڪ ٻڌائڻ لاءِ اسين پنهنجي ڪلپنا کي هزارين لکين سال اڳ وٺي ويندا آهيون. پر اڄ نئون ۽ سائنس جو زمانو آهي ۽ ماڻهو وگيانڪ ۽ اتهاسڪ طريقي سان اهو پرکڻ جي ڪوشش ڪن ٿا ته انهن ڳالهين ۾ ڪا سچائي به آهي يا نه. اڄڪلهه ماڻهو ايترا ڀولا ڀالا نه آهن، جو ڪين جيڪي چئو وڃي، ان کي بنا پرکڻ جي سچ مڃي وٺن. حضرت نوح جي ٻيڙيءَ ۽ اليڪ ٻين ڳالهين سان به اهو ئي

ڪيترائي ارٿ ڀريل ڪهاڻيون شامل آهن. (متيو ٢٣:٣-٨، ٢٢:٢-١٤، ٢٥:١-١٢). پر جيڪا اصلي سچي روحانيت حضرت عيسيٰ انهن ڪهاڻين ذريعي سمجهائڻ چاهين ٿا اها وڏي اهميت ڀري آهي. انهن درشٽانتن جي باري ۾ حضرت عيسيٰ خود اشارو ڪيو آهي ته: "صرف اهي ئي منهنجا درشٽانت سمجهي سگهندا، جن جي باطن ۾ انهن کي سمجهڻ لکيل آهي ٻيا نه سمجهي سگهندا." (متيو-١٣:١٠-١١).

پر اسين اهڙا سڌا سادا آهيون جو انهن ڪهاڻين ۽ انهن جي ڪلاڪارن کي ئي سڀ ڪجهه سمجهون ٿا ۽ انهن جي هر ڳالهه کي سچ مڃڻ لڳون ٿا، پر انهن پٺيان لڪل روحاني سنديش کي وساري ٿا ڇڏيون. مثال طور رامائڻ ۽ مهاڀارت جي ڪٿائن کي ئي ڏسو. رشين منين اسانکي انهن ڪٿائن ذريعي ڪرم، آواگون ۽ ڀرالبڌ جي سڌانتن ۽ ٻين ڪيترن روحاني نڪتن جي باري ۾ اپديش ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. پر هاڻي ماڻهن جي دلچسپي انهن ڪٿائن جي پاترن جي اتهاس معلوم ڪرڻ طرف لڳل آهي ته ڀڳوان ڪرشن ڪٿي جنم ورتو هو، سندس ليلا جو استان ڪهڙو هو ۽ ڀڳوان رامچندر بنواس جي دوران ڪٿي ڪٿي رهيو هو وغيره. ماڻهو انهنجا انيڪ رچائين ٿا، پر انهن پٺيان لڪل روحاني ارٿ کي بلڪل ڀلائي ويٺا آهن.

مونکي ياد آهي ته جڏهن ١٩٤٨ع ۾ ڊاڪٽر ڀيري سمت حضور مهاراج جن جو علاج ڪرڻ لاءِ سٽزرلينڊ مان هتي آيل هو، تڏهن سندس واپس وڃڻ کان اڳ مونکي اهو ڪم سونپيو ويو هو ته مان ڪمس پارٽ ۾ ڪجهه ڏسڻ جوڳيون جڳهيون گهمائي اچان. ڊاڪٽر صاحب گهڻيءَ لگن سان حضور مهاراج جن جو علاج ڪيو هو ۽ حضور جن خود مونکي حڪم ڏنو هو: "منهنجي چولي ڇڏڻ بعد ڪير به هن جي پرواهه، سار سنڀال نه ڪندو، جاڪاڻ ته سڀ پنهنجي ياولائن ۾

اسين اُنهن ڪهاڻين ۾ ايتري قدر لين ٿي ويندا هئاسين، جو اُهي اسانکي سچيون پاڻ لڳنديون هيون. اُهي ڪهاڻيون ته ڀوءِ اسان کان وسري وينديون هيون. پر جيڪي نيتيءَ، روحانيت ۽ سداچار پرايل سکيائون اُنهن ڪهاڻين ذريعي اسانکي سمجهايون وينديون هيون، اهي اسان کي سڄي عمر ياد رهنديون آهن. اُهي اسانجي زندگيءَ جو انگ بڻجي وينديون آهن. اسين اُنهن کي پنهنجي سموري وهنوار جو آڌار بڻائي ڇڏيندا آهيون. جيڪڏهن ڪا ماتا پراڻن جي آکاڻيءَ بدران، ڪنهن روحاني سچ جو ورنن شروع ڪري ته ٻار ڪڏهن به سندس ڳالهه نه ٻڌندو. پر جي اسين اُنهن ڪهاڻين کي، سچو سمجهڻ شروع ڪنداسين ته اها اسانجي غلطي ٿيندي، ڇو ته سچن واقعن جو ورنن ڪرڻ اُنهنجو اصلي مقصد نه هو.

اهڙيءَ طرح سنت مهاتما ساکين يا درشٽانتن ذريعي اسانکي سچي روحانيت سمجهائڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. اسين سڀ سادا انسان، ڪهاڻين ٻڌڻ جا سدائين شائق هوندا آهيون. انهيءَ ڪري اهي ڪهاڻيون به اسانکي پراڻن جي ڪهاڻين وانگر وڻندڙ لڳنديون آهن.

ايران جي صوفي سنتن شمس تبريز، مولانا روم وغيره جي رچنائن پڙهڻ سان، توهانکي هر قدم تي اهڙيون ساکيون ملنديون. حضور مهاراج جن جو طريقو ۽ سندن ستسنگ به اهڙي ئي قسم جو هوندو هو. ڪنهن خاص روحاني سچ کي سمجهائڻ لاءِ هو عام طور ڪا نه ڪا سندر ساکي ٻڌائيندا هئا. اسانکي اهي ساکيون اڪر به اڪر ياد آهن ۽ قدرتي طور اُنهن ۾ سمايل روحاني سچايون ذاتهن به اسانجو ڏيان رهي ٿو.

حضرت عيسيٰ به ڪيترين ساکين ۽ درشٽانتن دوارا، پنهنجي ڳالهه عام ماڻهن کي سمجهائيندا هئا. اُنهن ۾ ٻج پوکڻ واري جي، راجا طرفان ماڻهن کي پرڀتي ڀوڄ جي دعوت ڏيڻ ۽ ڏيئا کڻي ويندڙ استرين جون ساکيون ۽ ٻيون به

رچنا ڪئي، انهيءَ ڪٿا ۾ جيڪو روپ آهي تہ ڌرتيءَ کي وري
آباد ڪرڻ لاءِ هر قسم جي جانورن جي هڪ هڪ جوڙي
(نر- ماد جي روپ ۾) اُن ٻيڙيءَ ۾ سوار هئي. جهڙي طرح
پارس جي سڀ مهاتمائن جو چوڻ آهي تہ ايڪ بار پرلئہ ۽
مها پرلئہ ٿيون آهن، ساڳيءَ طرح يهودي مهاتمائن اهو سمجهائڻ
جي ڪوشش ڪئي آهي تہ پرلئہ ٿي هئي ۽ اُن بعد وري
رچنا ٿي هئي.

**سوال:-** پر انهيءَ خاص ڪٿا ۾ اهڙيءَ ٻوڏ جو ذڪر
آهي، جيڪا ڌرتيءَ جي انهيءَ خاص حصي ۾ آئي هئي.

**مهاراج جي:-** پرلئہ هميشہ اِئين ٿي ٿيندي آهي.
ڌرتي پاڻيءَ ۾ ٻُڏي ويندي آهي، پاڻيءَ کي اگني سڪائي
ڇڏيندي آهي، اگنيءَ کي هوا اُڏائي ويندي آهي ۽ هوا
آڪاش ۾ سمائجي ويندي آهي. اهڙيءَ طرح پرلئہ ٿيندي
آهي. ٻيڙيءَ جي ورتانت ۾ اهائي ڳالهہ ٻئي نموني ۾ سمجهائڻ
جي ڪوشش ڪئي وئي آهي.

**سوال:-** مهاراج جي، جيئن تہ حضرت نوح جي ٻيڙيءَ ۾
هر قسم جي جانورن جو هڪ هڪ جوڙو (نر ۽ ماد) سوار ٿيل
هيو وڃي ٿو، تنهنڪري اها ڳالهہ چوراسي لک جوڻين
جي سڌانت جو عيساني روپ نہ آهي؟ مون انهيءَ ڪٿا کي
انهيءَ روپ ۾ سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

**مهاراج جي:-** اِئين ٿي سگهي ٿو. انهيءَ ڪٿا ۾ ڪو
مطلب، ڪا معنيٰ تہ ضرور سمايل آهي. اهي ڪٿائون-
ڪهاڻيون اسان کي ڪجهہ روحاني ڀيد سمجهائڻ لاءِ ٻڌايون
وينديون آهن، پر اسين انهن سچاين کان وڌيڪ، صرف انهن
ڪهاڻين کي ئي اهميت ڏيڻ لڳندا آهيون.
جيئن ماتائون ۽ ڏاڏيون سمهڻ وقت اسان
خوبصورت ڪهاڻيون ٻڌائينديون هيون ۽

**مهاراج جي:-** اُهين لاءِ سکهي آهي. اها قدرتي ڳالهه آهي ته جي اڄ حضرت عيسيٰ جي اُپديش کي صحيح روپ ۾ نٿو سمجهيو وڃي ته ٢ هزار سال بعد بياس جي سنتن جي سکيا به صحيح روپ ۾ نه سمجهي ويندي.

هر جڳهه هميشه اهين ئي ٿيندو آيو آهي. هر سنت ۽ سندس سکيا سان اهين ئي ٿيندو آهي.

**سوال:-** اهو ته سنسار جو قدرتي نيم آهي. پر مهاراج جي هيءَ طرف اهين به ته ٿي سگهي ٿو ته جيئن اڄ جي زماني ۾ مختلف ڌرم ۽ مت متانتر هڪ ٻئي سان لڙائي جهڳڙي رهيا آهن، اتي ليڪ سمو ٻالي ڪو اهڙو سنت سترگرو پيدا ٿئي، جو سڀ ڪجهه وري اصلي روپ ۾ شروع ڪري ۽ سڀ جيڪو هڪ ٻئي سان پريم پيار ۽ مت محبت ۾ رهڻ لڳن.

**مهاراج جي:-** ٻاڻ ۾ لڙائي جهڳڙو مختلف ڌرم نه ڪري رهيا آهن، پر اُهين ڌرمن کي هلائيندڙ اڳوان ئي ڪري رهيا آهن. منش، منش جي خلاف لڙي رهيو آهي. ماڻهو پنهنجي لڙائيءَ جي بڪ پوري ڪرڻ لاءِ ڌرمن جي اوٽ وٺي رهيا آهن. ان ۾ ڌرمن يا سنتن مهاتمائن جو قصور ڪونهي. پر هڙيءَ طرح اسين پنهنجي شخصي سوالن لاءِ ڌرمن يا سنتن مهاتمائن جي سکيا کي غلط نموني لوڪن جي اڳيان پيش ڪريون ٿا، ان مان ئي جهڳڙا پيدا ٿين ٿا. اسين سنتن جي اصلي سکيا ئي سمجهڻ جي ڪوشش ئي ڪا ڪريون. سڀ انهيءَ ڳالهه جي پرواهه ئي ڪا ڪريون ته دراصل اُهن جي وچ ڪيڙا آهن، اُهن جو چوڻ ڇا آهي.

**سوال:-** ڇا توهان جي وچ اوسار، سمسڪين کي پنهنجي قديم استان، مندر، مسجد وغيره ۾ وڃڻ گهرجي؟

**مهاراج جي:-** اهو پرواهه جي پوري ئي مدار رکي ٿو. جو انڪ آهي، ڪنهن زنجير جي ڪڙي

آهيون ۽ اسانکي اهڙيءَ طرح رهڻ گهرجي، جو سماج کان
نيارا يا عجيب نہ لڳون. جيڪڏهن اسانجي پروار جي رواج
انوسار ڪڏهن مندر مسجد وغيره ۾ وڃڻ ضروري آهي يا
ڪنهن گهريلو ڪاريہ مثال طور شادي وغيره ۾ وڃڻ ضروري
آهي تہ ان ۾ ڪهڙو حرج آهي؟ ڇا، اسين سئنيما يا ناٽڪ
۾ ڪونہ ٿا وڃون؟ ڇا، مندر مسجد وغيره انهن کان بہ برا
آهن؟ جڏهن اسين هر طرح جون الٽيون سڌيون ۽ فضول
ڳالهيون ٻڌي سگهون ٿا تہ گرجا گهر ۾ هڪ پادريءَ جي
ليڪچر ٻڌڻ ۾ ڪهڙو حرج آهي؟ اسانکي اهڙو تنگ دل
ٿيڻ نہ گهرجي. اتي وڃڻ سان اسانکي ڪا سٺي سکيا ئي
ملندي. سنت مت جي ڇاڻ هڻڻ ڪري، اسين پادريءَ جي
ڳالهہ سندس کان بہ وڌيڪ بهتر نموني ۾ سمجهي سگهنداسين.
جيستائين اسين پنهنجي سمرن کي پورو وقت ڏيون ٿا ۽ سنت
مت جي سڌانتن تي محڪم ارادي سان عمل ڪريون ٿا،
جن تي ئي پنهنجي سمرن جو دارومدار آهي، تيسين اسانجي
ڪنهن بہ اهڙي ڌرم استان تي وڃڻ ۾ ڪوبہ نقصان ڪونهي.
اسانکي اُدار دل ٿيڻ گهرجي ۽ زندگيءَ جي اصليت انوسار
هلڻ گهرجي.

**سوال:-** مهاراج جي، بائيبل ۾ جو حضرت نوح جي
ٻيڙيءَ جو ورتانت آيل آهي (جينيسز - ٦:٨)، ان جو آتما
جي اندروني روحاني سفر سان ڪجهہ سبنڌ آهي ڇا؟
سائنسدان تہ لڳاتار ان کوج ۾ لڳل آهن تہ اها ٻيڙي ڪٿي
هئي، ڪهڙي ڪناري تي پهتي وغيره.

**مهاراج جي:-** ٻيڙيءَ جي وارتا ۾ ضرور ڪو روحاني
ارٿ آهي. جيتري قدر مون اها ڪهاڻي سمجهي آهي،
انهيءَ مان اِئين ٿو محسوس ٿئي تہ ان جو سبنڌ پرلئہ ٿيڻ
۽ سرشٽيءَ جي ٻيهر شروع ٿيڻ سان آهي. اهو سمجهائڻ لاءِ
تہ پرلئہ ڇا آهي ۽ ان کانپوءِ پرماتما ٻيهر ڪيئن سرشٽيءَ جي

**مهاراج جي:-** ائين ٿي سگهي ٿو. اها قدرتي ڳالهه آهي ته جيئن اڄ حضرت عيسيٰ جي اُپديش کي صحيح روپ ۾ نٿو سمجهيو وڃي ته ٢ هزار سال بعد وياس جي سنتن جي سکيا به صحيح روپ ۾ نه سمجهي ويندي.

هر جڳهه هميشه ائين ٿيندو آيو آهي. هر سنت ۽ سندس سکيا سان ائين ٿيندو آهي.

**سوال:-** اهو ته سنسار جو قدرتي نيم آهي. پر مهاراج جي پنهنجي طرف ائين به ته ٿي سگهي ٿو ته جيئن اڄ جي واتاورڻ ۾ مختلف ڌرم ۽ مت متانتر هڪ ٻئي سان لڙي جهڳڙي رهيا آهن، اتي ليڪ سمو ڀالي ڪو اهڙو سنت ستگرو پيدا ٿئي، جو سڀ ڪجهه وري اصلي روپ ۾ شروع ڪري ۽ سڀ جيو هڪ ٻئي سان پريم پيار ۽ محبت ۾ رهڻ لڳن.

**مهاراج جي:-** باقي ۾ لڙائي جهڳڙو مختلف ڌرم نه ڪري رهيا آهن، پر انهن ڌرمن کي هلائيندڙ اڳوان ٿي ڪري رهيا آهن. منش، منش جي خلاف لڙي رهيو آهي. ماڻهو پنهنجي لڙائيءَ جي بنا پوري ڪرڻ لاءِ ڌرمن جي اوٽ وٺي رهيا آهن. ان ۾ ڌرمن يا سنتن مهاتمائن جو قصور ڪونهي. پر جهڙيءَ طرح اسين پنهنجي شخصي سوارٿن لاءِ ڌرمن يا سنتن مهاتمائن جي سکيا کي غلط نموني لوڪن جي اڳيان پيش ڪريون ٿا، ان سان ئي جهڳڙا پيدا ٿين ٿا. اسين سنتن جي اصلي سکيا کي سمجهڻ جي ڪوشش ئي نٿا ڪريون. اسين انهيءَ ڳالهه جي پرواهه ئي نٿا ڪريون ته دراصل انهن ۾ وچ ڪهڙا آهن، انهن جو چوڻ ڇا آهي.

**سوال:-** ڇا توهانجي وچار انوسار، ستسنگين کي پنهنجي … ڌرم استان، مندر، مسجد وغيره ۾ وڃڻ گهرجي؟

**…ج جي:-** اهو پرواز جي پرمپرا تي مدار رکي ٿو. … جو الڳ آهيرو، ڪنهن زلجهو جي ڪڙي.

ڏنئي روزي خطري ۾ وجهي ويٺي هئي، جا ڳالهه هن جي برداشت ڪرڻ کان ٻاهر هئي.

حضرت عيسيٰ ته صرف پاڻ کان اڳ آيل سنتن، حضرت موسيٰ ۽ جان بيپٽسٽ جو اُپديش ئي ماڻهن کي سمجهائي رهيا هئا. پاڻ ڪڏهن به ائين ڪونه چيائون ته مان عيسائي ڌرم جو بنياد رکڻ لاءِ آيو آهيان. حضرت عيسيٰ ته سڀني سنتن جي اُنهيءَ ساڳئي اُپديش جو ئي پرچار ڪري رهيا هئا.

اڄ اهائي حالت حضرت عيسيٰ جي اُپديش جي ٿي رهي آهي. ماڻهو سندن اصلي اُپديش کي ڀلائي چڪا آهن ۽ پادري طبقو عام ماڻهن کي گمراهه ڪري ناجائز فائدو وٺي رهيو آهي.

هر ڌرم ۾ ائين ئي ٿيندو آيو آهي. پر سنت مهاتما ۽ روحانيت جا متلاشي ڌرمن، مت متانترن ۽ جٿيبنديءَ کان گهڻو دور رهندا آهن. اهي ڪنهن به قسم جي ريت رسم يا پرمپرا جا پابند نه ٿيندا آهن. جڏهن هو اندر وڃي حقيقت کان واقف ٿيندا آهن ته اُنهن لاءِ سڀ سنت مهاتما سمان ٿي ويندا آهن. اُنهن کي سڀ سنت هڪ ئي پرماتما روپي سمنڊ جي لهرن وانگر نظر ايندا آهن، چاهي ڪا لهر ڪرائيسٽ جي روپ ۾ ۽ ڪا سوامي جي مهاراج جي روپ ۾، ڪا گرو نانڪ ۽ مهاتما ٻڌ يا ڪنهن ٻئي مهاتما جي روپ ۾ چونه آئي هجي. جيڪڏهن اسين پاڻ کي اُن لهر جي حوالي ڪري ڇڏيون ته اها لهر اسانکي به پاڻ سان کڻي اُن پرماتما روپي سمنڊ ۾ سمائجي ويندي ۽ اسين به اُن سمنڊ جو ئي روپ بڻجي وينداسين.

**سوال:-** منهنجو خيال آهي ته هن وقت هتي ڌرتي ۾ ملندڙ سچيءَ روحانيت جو اُپديش به وقت پُرڻ تي اهوئي ٻاهرمکي روپ اختيار ڪري وٺندو.

چلڪي ٻا ڪل روايي ڪوڙ ڪي پڪڙي ٿا رکن. هو سنتن جي اُپديش کي ذات، ڌرم ۽ سنستا وغيره جي شڪل صورت ڏيئي ٿا چڙهن ۽ رسم رواج، عقيدن، ڪرم ڪانڊ وغيره ۾ اُلجهيا رهن ٿا. اُنهيڪي خاص ڇڻيا اُهي ڳالهه جي رهي ٿي ته ڪيترن ماڻهن کي پنهنجي ڌرم ۾ شامل ڪيو اٿن ۽ ڪيترا روپيا پيسا ڪٺا ڪيا آهن. ڪن ٻيءَ ڪنهن به ڳالهه جو فڪر نٿو رهي. اُهيءَ ڪري سچي روحانيت الوپ ٿي وڃي ٿي.

تنهن کان سواءِ پنڊت يا پادري، ملان تمام هوشيار ۽ چالاڪ ٿيندا آهن. اُهي اسانجي ڌارمڪ ڀاونائن جو اجوڳ فائدو وٺي، اسانکي ڪنهن نه ڪنهن ڪرم ڪانڊ يا ريت رسم ۾ اُلجهائي، گمراهه ڪري ڇڏيندا آهن، غلط رستي تي وجهي ڇڏيندا آهن. اهڙيءَ طرح اسين هميشه اُنهيءَ ڀرم جو شڪار رهندا آهيون ته اسين پنهنجي ڌرم ۾ اٽل، سنتن مهاتمائن جي اُپديش جي پيروي ڪري رهيا آهيون. دراصل اسين اُنهن جي اُپديش کان گهڻو دور هليا ويندا آهيون. پنهنجي ڌرم سنستائن ۾ اهو پروهت طبقو ايترو قدر طاقتور ۽ زوراور هوندو آهي، جو ڪنهن کي سندن ورود ڪرڻ يا ڪن ڪجهه چوڻ جي همت ئي نه ٿيندي آهي.

اِها ساڳي ڳالهه حضرت عيسيٰ سان به ٿي گذري. هو يهودين کي جان بخشت وارين ۽ حضرت موسيٰ جون اصلي سکيائون سمجهائڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هئا، پر ماڻهو اها ڳالهه برداشت نه ڪري سگهيا. حضرت عيسيٰ کي رومن حڪومت خود اڳيان ٿي صليب تي ڪونه چاڙهيو هو، پر اُن وقت جي پروهت پادري طبقي ئي رومن حڪومت جا ڪن ڀريا ۽ اُنهن جي ڀڙڪائڻ تي ئي رومن حڪومت سندن خلاف ٿي. ڇاڪاڻ ته حضرت عيسيٰ جي اُپديش مان سندن

عمل ڪري ٿو. ڇا، اسين سنت مت کي پوري طرح سمجهڻ
سان بهتر عيسائي نٿا بڻجون، ڇاڪاڻ ته سنت مت به حضرت
عيسيٰ جي سچي سکيا وانگر، منش جنم جي اهميت ۽
پرماتما سان ميلاپ جي سڌانت جو ئي اپديش ڏئي ٿو.
جڏهن اسين صحيح ويچارڌارا سان هنن جي سکيا کي سمجهڻ
لڳون ٿا ۽ صدق دليءَ سان انهيءَ تي عمل ڪرڻ جي ڪوشش
ڪريون ٿا ته ڇا، اسين بهتر عيسائي نٿا بڻجون؟

دراصل سچي عيسائيءَ جي وياکيا يا معنيٰ ڄاڻڻ يا معلوم
ڪرڻ تمام مشڪل آهي، ڇاڪاڻ ته عيسائن ۾ به ٧٠-٨٠
فرقا آهن. اهي سڀ هڪ طرف ته پنهنجي فرقي کي ئي
حضرت عيسيٰ جا سچا پوئلڳ يا سچا عيوضي هئڻ جي دعويٰ
ڪن ٿا ۽ ٻئي طرف هڪ ٻئي جو ورود ڪن ٿا ۽ هڪ ٻئي
کي غلط ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. منهنجي نظر ۾
سچو عيسائي اهو آهي، جيڪو حضرت عيسيٰ جي سچي سکيا
تي عمل ڪري ٿو، پوءِ ڇاهي اهو هندو، مسلم، سک، يهودي
يا عيسائي ڌرم ۾ ڇونه پيدا ٿيو هجي. ان تي ڀلي ڪنهن
به ذات، ڌرم يا ديش جي ڇاپ لڳل هجي، ان جو ڪوبه
فرق نٿو پوي. حضرت عيسيٰ جي اصلي اپديش تي هلڻ
وارو، سوامي جي مهاراج، گرو نانڪ صاحب يا ٻئي ڪنهن به
سنت جو سچو پوئلڳ بڻجي وڃي ٿو، ڇاڪاڻ ته سڀ سنت
سنسار ۾ هڪ ئي روحاني سنديش جو ڀيد ڏيڻ لاءِ ايندا آهن.
جڏهن به اسين سنت مت جي سڌانتن کي يا ڪنهن به سنت
جي سکيا کي صحيح معنيٰ ۾ سمجهي، سچيءَ دل سان ان
تي عمل ڪرڻ شروع ڪريون ٿا ته قدرتي طور اسين بهتر
جگياسو، بهتر انسان بڻجي ٿا پئون.

جڏهن سنتن مهاتمائن جي ديهانت بعد، سندن ساکيات
سنگت صحبت ۽ رهنمائي نٿي ملي سگهي، تڏهن لوڪ انهن
جي اپديش جي سار يا ٻج روپي اصليت کي ڇڏي،

اسانجو اُپديش نٿون ڪري ٿي. اسين هميشھ گڏ رھنڌڙ سنتن مھاتمائن ۽ ھنن جي اُپديش بابت ڳالھ ڪندا رھندا آھيون، ڇاڪاڻ تہ اُنھن جو اُپديش ۽ اسانجو ھاڻوڪو اُپديش ھڪ ئي آھي. سوامي جي مھاراج جن بہ فرمايو آھي:

”ھھ سار سار سب گايا، سنتن مت پاڪ سنايا.“
(سار وچن - ١٦١)

سندن پاڻ آھي تہ سنسار ۾ ايندڙ ھر سنت مھاتما پاڻ کان اڳ آيل پورن سنتن جي اُپديش کي ئي دھرائيندو آھي. پر جڏھن اسين اُنھن اسٿانن تي وڃي ڏسون ٿا، جتي اُھي سنت مھاتما اُپديش ڏيندا رھيا ھئا تہ معلوم ٿئي ٿو تہ ماڻھو سندن اصلي سکيا کي بلڪل وساري چڪا آھن ۽ ڪرم ڪانڊ رسم رواج ۽ ٻاھرمکي ڪريائن جو شڪار ٿي چڪا آھن. اِن ۾ قصور اُنھن سنت مھاتمائن جو نہ، پر پنھنجو پاڻ کي اُنھن جي پوئلڳ چوائيندڙن جو آھي، جيڪي سندن سکيائن کي غلط روپ ۾ پيش ڪن ٿا ۽ پنھنجي پيٽ، مان وڏائي ۽ سنساري لاڀ خاطر اُنھن سکيائن جو غلط استعمال ڪن ٿا ۽ اُن مان ناجائز فائدو وٺڻ جي ڪوشش ڪن ٿا.

**سوال:-** مھاراج جي، توھين فرمائيندا آھيو تہ پنڌرھ طبقو ڪرم ڪانڊ، رسم رواج جي بنياد تي ڌرم جي عمارت اڏيندو آھي. ٻئي طرف توھانجو اھو بہ ڪٿن آھي تہ ٻين سمورن ڪندڙ ستسنگي، بھتر انسان ۽ بھتر عيسائي، يھودي يا مسلمان بڻجي ٿو. اھي ٻئي ڳالھيون ھڪ ٻئي جي اُبتڙ معلوم ٿين ٿيون. ڇا، ستسنگيءَ لاءِ پنھنجا ڌرمي عقيدا تياڳڻ بھتر نہ ليندو؟

**مھاراج جي:-** بھتر عيسائي ڪھڙي چيز آھي؟ اُھو جيڪو حضرت عيسيٰ جي اصلي اُپديش جي پيروي تہ پورائي ڪري ٿو، جيڪو سندس سچيءَ سکيا تي ھلي ٿو

جلدي ٻُڌي ۽ سمجهي وڃي ٿي ۽ ڪن ٻين سنتن جي ڳالهه سمجهڻ ۾ وقت لڳي ٿو وڃي.

سچي روحانيت ڪنهن هڪ خاص ملڪ يا قوم جي موروثي جاگير ڪونهي. اها هر استان، هر ملڪ ۽ هر قوم ۾ پيدا ٿي رهي ٿي. اها ڪڏهن هڪ استان تي، ڪڏهن ٻئي تي ۽ ڪڏهن ٽئين تي پيدا ٿي آهي، جاڪاڻ ته آهستي آهستي مٿس سنتن جي سچي يا اصلي سکيا کي ڀلائي ڇڏيندا آهن ۽ سندن سچي روحانيت جو اُپديش ڪرم ڪانڊ ۽ ريت رواجن ۾ ختم ٿي ويندو آهي.

اسين هر روز ڳالهه ٻولهه ڪندا آهيون ته حضرت عيسيٰ جي وچن جو اصلي ارٿ ڇا آهي ۽ ڪيئن هُن جي اُپديش ۾ ملاوٽ ٿي ويئي آهي. ٽئين بائيبل ۾ حضرت موسيٰ بابت آيل آهي: ”روحانيت جو سڌانت حضرت موسيٰ دوارا آيل آهي، پر ديا مهر حضرت عيسيٰ جي ذريعي آئي آهي“ (جان - ١ : ١٧). ان جو مطلب آهي ته حضرت موسيٰ الهيءَ روحانيت جو ٿي اُپديش ڏنو هو، پر اڄ توهين اُنکي وساري ويٺا آهيو. هاڻي توهان کي حضرت عيسيٰ جي ديا مهر سان اُهو ساڳيو حضرت موسيٰ وارو اُپديش ٿي ٻيهر ڏنو پيو وڃي.

اهڙيءَ طرح هتي ستسنگ ۾ هر روز مختلف سنتن جي اُپديش تي ويچار ڪيو ويندو آهي. اسين گرونانڪ صاحب، پلٽو صاحب، سوامي جي مهاراج ۽ ٻين سنتن جي باڻي پڙهندا آهيون ۽ اُنهيءَ مان حوالا ڏيندا آهيون. اسين ڪوبه نئون اُپديش ڪونه ڏيندا آهيون ۽ نه ٿي نئون مارگ ڏيکاريندا آهيون. جيڪڏهن اسان جو مارگ يا سنديش نئون يا انوکو هجي ها ته اسين اُنهن سنتن جي باڻي نه پڙهون ها ۽ نه اُنهن جي باڻيءَ مان حوالا يا مثال ڏيون ها. بلڪ اسين اِئين چئون ها ته اُنهن سنتن جا ويچار پراڻا ٿي ويا آهن ۽ اسين توهانکي نئين ويچارڌارا ڏيئي رهيا آهيون. پر ائين ڪونهي.

**مهاراج جي:-** مولکي توهان جي ڳالهه سمجهه ۾ ڪانه آئي.

**سوال:-** جڏهن سنسار ۾ نئون جڳ شروع ٿئي ٿو، مثال طور ستجڳ، ترينا يا دواپر وغيره ۾ ته ان وقت جيڪو سنت سڀ کان پهرين سنسار ۾ اچي ٿو، انجو اپديش سچيءَ دنيا ۾ ڦهلجي وڃي ٿو ۽ ٻين سنتن جو اپديش نٿو ڦهلجي.

**مهاراج جي:-** نـ. منهنجي خيال ۾ اهڙي ڪا ڳالهه ڪانهي. ڪنهن بـ جڳ جي آرنڀ هئڻ يا سماپت هئڻ جو وقت اسان خود مقرر ڪيو آهي. ڪريـ چئي نٿو سگهي تـ ڪهڙي ڏينهن يا ڪهڙيءَ تاريخ ستجڳ سماپت ٿيو ۽ ترينا يا دواپر شروع ٿيو. انهيءَ ڪري تـ ڪنهن بـ جڳ جي شروع ۾ اچڻ واري سنت جو اپديش ئي ڦهلجي ٿو. سڀني سنتن جو اپديش ڦهلجي ٿو، پر ان ۾ وقت لڳي ٿو. سڀني سنتن جو اپديش هڪ ئي ٿئي ٿو ۽ ڪريـ سنت مهاتما ڪڏهن بـ سنسار ۾ نئين يا انوکي فيلسوفي يا سکيا ڏيڻ ڪونـ ٿو اچي. اهو ضرور ٿئي ٿو تـ ڪڏهن ڪڏهن ماٺهو سنتن جي اپديش ڏانهن ترت ڌيان نٿا ڏين ۽ هنن جو اپديش لوڪ پريـ ڻيڻ ۾ ڪاڻي وقت لڳي ٿو وڃي.

حضرت عيسيٰ فرمايو آهي: ”منهنجو اپديش منهنجو پنهنجو ڪونهي، پر انهيءَ پرم پتا پرماتما جو آهي، جنهن مولکي موڪليو آهي“ (جان- ١٢:٤٩). انجو مطلب آهي تـ اهو اپديش ان ڪل مالڪ جو ئي آهي ۽ انترو ئي پراچين يا پراڻو آهي، جيتري سنسار جي رچنا. اهو پرماتما پنهنجو اپديش هر روز بدلائيندو ڪونـ ٿو رهي ۽ نـ هر نئين سنت-دوران ڪو نئون اپديش هتي موڪلي ٿو. سڀني سنتن جو اپديش هڪ ئي هئڻ قدرتي ۽ لازمي آهي. انهنجو اپديش مختلف ٿي نٿو سگهي. پر ڪنهن سنتن جي سکيا يا ڳالهه

انهيءَ ڪري راس جو بياس اسٽيشن تي وڃي انهيءَ ڪوٺيءَ
۾ رهندا هئا ۽ ٻئي ڏينهن صبوح جو سويل هليا ويندا هئا.
حضور مهاراج جن عيسائي پرچارڪن کان اها ڪوٺي خريد
ڪئي هئي. هن پنهنجو پرچار مرڪز بند ڪرڻ ٿي چاهيو،
چاڪاڻ ته مهاراج جن هتي ڏيري ۾ اچي ويا هئا ۽ سندن
اُپديش هرطرف ڦهلجي رهيو هو. عيسائي پرچارڪن سوچيو
هوندو ته اهڙي استان تي سندن پرچار مرڪز هئڻ مان
ڪوبه فائدو ڪونهي.

حضور مهاراج جن ٻڌائيندا هئا ته جن ڏينهن ۾ هو پاڻ
بابا جن وٽ ايندا هئا، تن ڏينهن هڪ ڏينهن ريلوي اسٽيشن
جي پرسان کين هڪ پادري گڏيو. هن مهاراج جن کان
ڳالهه ٻولهه جي دوران پڇيو: ”گرو نانڪ صاحب، ڪبير صاحب
۽ بابا جيمل سنگهه مان ڪير وڏو آهي؟“ حضور جن جواب
ڏنو: ”مون ته صرف بابا جن جو ئي درشن ڪيو آهي.
جيڪڏهن توهين مونکي گرو نانڪ صاحب ۽ ڪبير صاحب
ڏيکاريندا ته مان توهانکي ٻڌائي سگهندس ته انهي مان ڪير
وڏو آهي.“

اسانجي من ۾ به اهڙي قسم جي جگياسا اٿندي رهي ٿي
ته ڪهڙو سنت وڏو آهي ۽ ڪهڙو ننڍو. اسان کان ته سڀ
وڏا آهن. اسين ته صرف منزل تي پهچڻ لاءِ ڪشمڪش
ڪندڙ نربل جيو آتما آهيون. اسانکي ٻين جي لاءِ ننڍي يا
وڏي هئڻ بابت فيصلي ڪرڻ جو ڪوبه اڌڪار ڪونهي.
اسانکي ته صرف پاڻ ڏانهن ڌيان ڏيڻ گهرجي ته ڪهڙيءَ
طرح اسين انهن سنتن مهاتمائن جي اُپديش مان فائدو وٺي
سگهون ٿا.

**سوال:-** مهاراج جي، ڇا اِهو صحيح آهي ته نئين جُڳ
جي شروع ۾ جيڪو سنت سڀ کان پهرين اچي ٿو، انهي
جو اُپديش پوري سنسار ۾ ڦهلجي ٿو وڃي؟

آهي، يا ڪري ٻيو سنت ڪن ٻين سنتن کان ننڍو يا وڏو آهي. مان انهن جي هڪ ٻئي سان ڀيٽ ڪرڻ وارو ڪير آهيان؟

جيڪڏهن مولڪي سنت مت جي رهاڪيا ڪنهن ٻئي ڌرم جي ٻولي کي سمجهائڻ جي ته ممڪن طور مان ٻئي ڌرم جي گرنٿن جو ئي آڌار وٺندس. اهڙيءَ طرح سکن کي سنت مت جي سکيا سمجهائڻ لاءِ انهن جي ڌرم گرنٿ مان ئي حوالا ڏيڻا پوندا. جي ٻوڌين ۽ سکن کي بائيبل جي آڌار تي سنت مت اُپديش سمجهائڻ جي ڪوشش ڪجي ته ممڪن آهي ته اها ڳالهه انهن جي سمجهه ۾ نه اچي. ماڻهن تي صرف اها ڳالهه تي اثر ڪندي، جنهن ۾ هو پليا آهن، جنهن سان هو ٻرميرا کان ٻڌل آهن. هو سنت مت جون سکيائون تيسين ڪوله مڃيندا، جيسين ڪين اهي ساڳيون ڳالهيون، ساڳيون ويچارڌارائون پنهنجي ڌرم گرنٿن ۾ نه ملنديون، هڪ دفعو جيڪڏهن کين پنهنجي ڌرم گرنٿن دوارا سنت مت جا سڌانت سمجهه ۾ اچي ويا ته انهن جي درشٽي اتري وشال ٿي پوندي، جو کين هر ڌرم گرنٿ ۾ ساڳي ويچار ڌارا ڏسڻ ۾ ايندي. تڏهن هو آساليءَ سان سمجهي سگهندا ته هرڪ سنت مهاتما جو هڪ ئي سنديش آهي، هڪ ئي اُپديش آهي.

ڪجهه وقت اڳ بياس اسٽيشن جي ڀرسان هڪ عيسائين جو پرچار مرڪز هو. اسان عيسائي پرچارڪن کان اها جڳهه خريد ڪئي، جو ته اسالجا ڪيترائي ستسنگي وقت بي وقت بياس پهچندا هئا ۽ رات جو ڏيري ۾ اچي نه سگهندا هئا. انهيءَ ڪري بياس اسٽيشن جي ڀرسان انهيءَ ڪوليءَ ۾ ستسنگين جي رهڻ لاءِ انتظام ڪيو ويندو هو. انهن ڏينهن ۾ بياس اسٽيشن تي گاڏيون تمام گهٽ ٽهنديون هيون. ڪيترن ، صبوح جو تمام سويل گاڏيءَ ۾ وڃڻو پوندو هو.

## سنت مهاتما ۽ ڌرم

**سوال:-** مهاراج جي، مان سنتن جي باري ۾ ڪجهه پڇڻ
چاهيان ٿو. چيو ويندو آهي ته سڀ سنت سمان هوندا آهن.
پر ائين ٿو لڳي ته انسان وانگر، سنتن ۾ به ڪي سنت
ٻين کان وڌيڪ سرشت ٿين ٿا. مان خود گرو نانڪ صاحب
جن کي سوامي جن کان وڌيڪ پسند ڪندو آهيان. انهيءَ ۾
اسانجي شخصي پسندگي شامل رهي ٿي. مون ڏٺو آهي ته
توهين به حضرت عيسيٰ کي گوتم ٻڌ کان وڌيڪ اهميت ڏيندا
آهيو. ائين ڇو ٿو ٿئي؟

**مهاراج جي:-** نه، نه. مان اهڙو فيصلو ڪرڻ وارو
ڪير آهيان ته ڪهڙو مهاتما ڪنهن کان وڏو يا بهتر آهي.
مان اهو نٿو چئي سگهان ته گوتم ٻڌ، گرو نانڪ صاحب،
سوامي جي مهاراج، حضرت عيسيٰ يا ٻين سنتن مهاتمائن ۾
ڪير وڏو ۽ ڪير ننڍو آهي. اسين انهنجي وڏي يا ننڍي
حيثيت جي باري ۾ فيصلو تڏهن ڪري سگهنداسين، جڏهن
اسين پاڻ انهن کان اوچا هجون. پهاڙ جي تري يا تراڻيءَ ۾
ويٺي، اسين پهاڙ جي چوٽيءَ يا اوچائيءَ بابت ڪجهه به
چئي ڪيئن سگهنداسين؟ بائيبل جي آڌار تي توهان کي
سنت مت سمجهائڻ ۾ منهنجو صرف اهوئي ڀاو هوندو آهي
ته توهين عيسائي ڌرم کان چڱيءَ طرح واقف آهيو. منهنجي
خيال ۾ توهان بائيبل پڙهيو آهي يا گهٽ ۾ گهٽ توهين
انهيءَ واتاورڻ ۾ پليا آهيو، جنهن ۾ بائيبل جو اپديش پڙهيو
۽ سمجهايو ويندو آهي. تنهنڪري مان توهان کي بائيبل
ذريعي سنت مت سمجهائڻ جي ڪوشش ڪندو آهيان، انهيءَ
لاءِ ته توهين ڏسو ته حضرت عيسيٰ جو اپديش به اهو ساڳيو
ئي آهي، جيڪو ٻين سنتن جو آهي. پر مون اهو ڪڏهن
به نه چيو آهي ته حضرت عيسيٰ، مهاتما ٻڌ کان وڏو يا ننڍ

ڪندو رهيو تہ هي مرشد! مهنجا گناهہ بخشو، معاف ڪريو.
نيٺ سان ڪڏهن هؤ ڳائيندو بہ رهيو.

**ديوان صاحب:**- هؤ ڳائي رهيو هو: "تنهنجي عشق نچايا، تا تا ٿئيا."

**مهاراج جي:**- ديوان صاحب، اڃا ارتھ بہ سمجھائي ڇڏيو.

**ديوان صاحب:**- بلي شاهہ ڪافي خوبصورت نوجوان هو. هن کي ناچڻ وارا ڪپڙا ۽ گھنگھرو وغيرہ پيل هئا ۽ هؤ نہ اُنهن نرتڪن جهڙو ٿي لڳي رهيو هو. هو نچندو ۽ ڳائيندو رهيو تہ "تنهنجي عشق مونکي بيحال ڪري، پاڳل جو ڪريءِ والگر نچڻ لاءِ مجبور ڪيو آهي."

**مهاراج جي:**- بلي شاهہ نچندو ٿي رهيو ۽ بار بار اِهائي تڪ دهرائيندو رهيو. نيٺ مرشد سندس ڪان پڇيو: "چا، تون ڀلو آهين؟" بلي شاهہ ڊوڙي وڃي مرشد جي قدمن ۾ ڪريو ۽ جواب ڏنائين: "حضور، مان ڀلو نہ، ڀلو آهيان." ڀُلو سندس ٻالو هو ۽ "ڀُلو" معنيٰ جيڪو راهہ يا رستو ڀلجي وڃي هجي. اِنهيءَ ڪري بلي شاهہ چيو: "مان ڀُلو نہ، پر ڀُلو آهيان." اِهو ٻڌي مرشد اُٿيو ۽ بلي شاهہ کي سيني سان لڳايائين. مرشد ڪمس سندس خطا بخشي ڇڏي ۽ اهڙيءَ طرح ڪمس پوريءَ طرح نرمل ڪري ڇڏيائين.

حضور مهاراج جن اڪثر ستسنگ ۾ اسانکي اِها ڪهاڻي ٻڌائيندا هئا.

اندر مرشد لاءِ اپار پريم ڀريل هو ۽ هن لاءِ اهو وڇوڙو سهڻ
کان ٻاهر هو. من جي پل کن جي ڪمزوريءَ ڪارڻ هو لوڪ
لاڄ جو شڪار ٿي ويو ته منهنجيءَ برادريءَ وارا ڇا چوندا،
پر دراصل هو پنهنجي مرشد جو ازحد پريمي شش هو ۽ گهڻو
وقت سندس درشن ديدار بنا رهڻ برداشت نٿي ڪري
سگهيو. هو ڪيترائي بهانا بڻائي اوڏانهن ويندو رهيو، پر
مرشد جي رخ ۾ نرمي نه آئي.

آخر بلي شاهه کي هڪ ترڪيب سجهي آئي. حضرت
عنايت شاهه جي، مرشد جي ياد ۾، ساليانو عرس ملهايو
ويندو هو. اهڙن موقعن تي مسلمان، استري پرش جي
نچڻ ڳائڻ وارين ٽولين ساڻ وٺي، درويش جي مقبري
تي پنهنجي شردانجلي پيش ڪرڻ لاءِ ويندا هئا. حضرت
عنايت شاهه ۾ عرس جي ڏينهن آئي ويندا هئا. بلي شاهه کي
خبر هئي ته هنجو مرشد پنهنجي گروءَ جي ياد ۾ ان ڏينهن
تي ضرور ايندو. تنهن ڪري هو ناچ ڳائي واري ٽوليءَ ۾
ويو ۽ کين چيائين: ”مان مفت ۾، توهان جي شيوا ڪندس،
توهين صرف مونکي ناچ ڳانو سيکاريو.“ انهيءَ طرح هو ان
ٽوليءَ ۾ شامل ٿي ڪيترا مهينا ناچ ڳانو سکندو رهيو.

عرس واري ڏينهن تي بلي شاهه ناچ ڳائي واري ٽوليءَ
سان گڏ ان مقبري تي پهتو، جتي سندس مرشد به اچڻو هو.
کيس ناچڻين وارا ڪپڙا ۽ چوڙيون، پائزيب، گهنگهرو وغيره
به پيل هئا. سڀني سان گڏ بلي شاهه به نچڻ ڳائڻ شروع
ڪيو. مرشد جو گهڻي وقت کانپوءِ ديدار ڪري، هو ايترو
قدر خوش ٿيو، جو پريم ۾ مست ٿي بيسد ٿي نچڻ لڳو
نچندو ٿي رهيو. باقي سڀ ٿڪجي ويهي رهيا. پر بلي شاهه
لڳاتار نچندو رهيو. هو پنهنجي مرشد اڳيان پريم ۽ رحم
جي ڀيک منگندو رهيو ۽ پنهنجي بي ادبي ۽ گستاخي واري
هلت لاءِ معافي طلبگار ٿيندي من ئي من ۾ مرشد کي عرض

هن اهو ظاهر ٿيڻ به نه ڏنو ته هو ڪيس سڃاڻي ۽ سندس گرڀائي آهي.

انهيءَ شخص کي بلي شاهه جي اهڙي وهنوار سبب سخت صدمو پهتو. هو سندس گرڀائي ته هو ئي پر انهيءَ ڪانسواءِ مرشد جي عيوضيءَ طور موڪليل هو، انهيءَ ڪري هن محسوس ڪيو ته اها نه صرف سندس ٿي، پر مرشد جي بي عزتي هئي. جڏهن بلي شاهه هن جي ڪابه پرواهه نه ڪئي ته هن واپس وڃي مرشد کي ٻڌايو ته هن سان ڪهڙو وهنوار ڪيو ويو هو. حضرت عنايت شاهه چيو: ”مون اڳيئي چيو هو ته هن ۾ اڃا ڪجهه ڪمي آهي، جنهن جي صفائي باقي آهي. تڏهن ماڻهن کي عنايت شاهه جا پهريان وچن ۽ انهن جو اصلي اَرٿ سمجهه ۾ آيو.

شاديءَ بعد بلي شاهه جي واپس پهچڻ تي، عنايت شاهه حڪم ڏنو ته ڪيس مون وٽ اچڻ نه ڏنو وڃي. جڏهن بلي شاهه کي ڏيري اندر وڃڻ کان روڪيو ويو ۽ چيو ويو ته هو مرشد جو ديدار نٿو ڪري سگهي ته اها ڳالهه سندس برداشت ڪرڻ کان ٻاهر ٿي پئي. هو هڪ ٻه ڏينهن اُتي رڪيو رهيو، پر نه سندس ستگرو ٻاهر آيو ۽ نه ڪيس اندر انهن وٽ وڃڻ ڏنو ويو. بلي شاهه پنهنجي مرشد جي وڇوڙي ۾ پاڳل ٿي پيو. هو هڪ ٻئي پٺيان مرشد کي نياپو موڪليندو رهيو ۽ بار بار وينتي ڪندو رهيو.

ڪي مريد گڏ ٿي، عنايت شاهه جي شيوا ۾ حاضر ٿيا ۽ عرض ڪيائون: ”حضرت، هو پنهنجي ڪئي تي ڪافي پشيمان ۽ شرمندو آهي، انهيءَ ڪري اسان جي وينتي آهي ته ڪيس پنهنجي قدمن ۾ اچڻ جي اجازت ڏني وڃي. آخر مرشد فرمايو ”اڃا نه“ ۽ بلي شاهه سان ملڻ کان انڪار ڪيائون.
بلي شاهه لاءِ اهو بيحد ئي ڇڪتيءَ جو وقت هو. هن جي

ٿهر هليو ويو. قدرتي طور شاديءَ جهڙي موقعي تي ڪٽنب
۽ ذات برادريءَ جا مکيه ۽ معزز آدمي ڪٺا ٿيندا آهن.
انهن جو ڪافي آدر سٽڪار ڪيو ويندو آهي ۽ انهن جي
ڳالهه رکي ۽ مڃي ويندي آهي. بلي شاه پنهنجي مرشد کي
وينتي ڪئي: ”حضور، توهين به ضرور شاديءَ ۾ اچي،
ان جي رونق وڌائجو.“ عنايت شاه چيو: ”ٺيڪ آهي.
مان اچڻ جي ڪوشش ڪندس، پر جي خود نه اچي سگهيس
ته پنهنجي جڳهه تي ڪنهن کي موڪلي ڇڏيندس.“ شاديءَ
جي وقت جيئن ۾ بلي شاه جا رشتيدار ۽ برادريءَ وارا سندس
اردگرد اچي گڏ ٿيا هئا ۽ هو پنهنجي سنمان يا عزت آبرو
سبب خوش ٿي رهيو هو. اهڙي وقت حضرت عنايت شاه
هڪ بيحد غريب ۽ رواجي شش کي پنهنجي عيوض شاديءَ
۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ موڪليو. بلي شاه جي پريکيا وٺڻ لاءِ
مرشد پنهنجي عيوضيءَ کي قائل ۽ پراڻن ڪپڙن ۾ موڪليو
هو. توهانکي معلوم ٿي آهي ته جيسين سون کي بٺيءَ ۾ نه
تپائبو، تيسين اهو شد ڪندن نه بڻجي سگهندو. جڏهن
بلي شاه پنهنجي برادريءَ ۽ ڪٽنب پروار ۾ شان سان ويٺو
هو، ان وقت سندس مرشد طرفان موڪليل گريائي هن وٽ
پهتو ۽ سلام ڪري کيس چيائين: ”مونکي مرشد پنهنجي
جڳهه تي موڪليو آهي.“ پر بلي شاه هن ڏانهن ڪو ڌيان
نه ڏنو ۽ ان معمولي بندي کي پنهنجي مرشد جي عيوضي طور
قبول ڪرڻ ۾ شرم محسوس ڪيو، ڇاڪاڻ ته هو پنهنجي
برادريءَ ۾ پاڻ کي ڪافي اوچو سمجهي رهيو هو.
بلي شاه لاءِ واجب ته ائين هو ته اٿي پنهنجي گريائيءَ
کي گلي لڳائي سندس آجيان ڪري ها، ڇاڪاڻ ته هو مرشد
جو عيوضي بڻجي آيو هو ۽ گهوٽ ڪنوار لاءِ سندن آشيرواد
کڻي آيو هو. پر بلي شاه نه صرف هنجو آدر سٽڪار نه ڪيو،
بلڪ انکان دور دور رهيو ۽ ساڻس ڳالهايائين به ڪونه.

ماٺيو ذات ۽ پاٺ، خاندان ۽ پرمپرا جا غلام آهن. براديءَ وارن بلي شاه جي گهٽي لندا ۽ اڪيچيپي ڪئي، ۽ بلي شاه اهڙو بي خوف ۽ همت وارو هو، جو انهن جي ڪا به پرواهه نه ڪيائين. هن پنهنجي گهر ٻار، پريوار ۽ سماج کي ڇڏي، ڌڻيءَ ۽ پنهنجي مرشد وٽ رهي، هڪ معمولي مزدور وانگر رهڻ شروع ڪيو.

بلي شاه جا گرٻالي سندس ڪافي مان عوام ڪندا هئا، پر هنجي اندر هئوميءَ جو اڃا ڪجهه حصو باقي رهيل هو. هڻ سوچڻ لڳو ته مان اهڙي اوچي ذات جو هوندي به اهڙو دلير آهيان جو ذات ۽ مذهب جي سڀني پابندين ۽ روايتن کي ٽپائي، ٻيءَ ذات جي مرشد جي بندگيءَ ۾ لڳي ويو آهيان.

اهڙيءَ طرح هو هڪ قسم جي سوکير اهنڪار جو شڪار ٿي ويو. اهو ڏسي، سندس مرشد، بلي شاه جي پرکڻا وٺڻ جو ويچار ڪيو. ٻالي سڀ مريد ڇڏي رهيا هئا: "بلو بلڪل پاڪ صاف ٿي ويو آهي ۽ نهايت پهتل آتما آهي." پر مرشد عنايت شاه فرمايو: "اڃا به هن جي اندر معمولي گندگي رهيل آهي، جنهن جي صفائي اڃا کهرجي."

پن مريدن پڇيو: "اسانکي ڪيئن پتو پوي؟ هو اوچي ذات جو ٿي ڪري به ڏيهن معمولي مزدور وانگر شيوا ڪري ٿو ۽ هن کي توهان لاءِ اهڙو گهرو پريم آهي، جو توهان کان ٻل پر جو وڇوڙو به سهي نٿو سگهي. توهان کان دور رهڻ تي هو روئندو ۽ تڙپندو آهي. اسانکي وشواس نٿو اچي ته اڃا بلو به پوريءَ طرح صاف ڪونهي." مرشد عنايت شاه فرمايو ته وقت اچڻ تي توهانکي خود ٿي ان ٻاري ۾ پتو پئجي ويندو.

هڪ دفعي بلي شاه جي پريوار ۾ ڪا شادي هئي ۽ ...اهه ڪمس انتظام ڪرڻ لاءِ موڪليو. بلي شاه پنهنجي

ڪيسا پوري رهيا هئا، اُنهن جو ئي پلٽوُ صاحب کنڊن ڪرڻ
شروع ڪيو. تعجب جي ڳالهه ته اها آهي ته پلٽوُ صاحب خود
ذات جو واڻيو هو، جيڪي عام طور نماڻا ۽ شانت سڀاءَ جا
هوندا آهن ۽ ڪنهن سان جهيڙو ڪرڻ پسند نه ڪندا آهن.
اُنهن جو ڌيان ڪنهن سان بحث مباحثي ڪرڻ بجاءِ پيسا
ڪمائڻ ۾ وڌيڪ رهندو آهي. پر واڻيي ذات ۾ جنم وٺڻ
جي باوجود پلٽوُ صاحب نهايت همت وارو ۽ بي ڊپو هو.
هن پنهنجي باڻيءَ ۾ ڪافي ڪٺور لفظن ۾ ڪرم ڪانڊ جو
کنڊن ڪيو آهي ۽ سنت مت جون سکيائون سمجهائيندي
ڪنهنجو به لحاظ نه ڪيو آهي.

جڏهن پنڊتن ڏٺو ته پلٽو صاحب جي اُپديش جو جنتا
تي گهرو اثر ٿي رهيو آهي، هوُ ڏينهون ڏينهن لوڪ پريه
ٿيندا پيا وڃن ۽ پنڊتن جي بڻايل پيٽ جي ڌنڌي جي
رمزن، رسمن رواجن جي اوگهڙ يا پردو کولي رهيا آهن ته
هڪ رات اُنهن گڏ ٿي، پلٽو صاحب کي سندن ڪٽيا ۾ ئي
زنده جلائي ڇڏيو.

بلي شاهه ذات جو سيد هو، جنهن کي مسلمان ۾ ڪافي
اوچو سمجهيو ويندو آهي. سماج ۾ سندن گهڻو مان هو.
سيدن کي حضرت محمد صاحب جي ڌيءَ جي ڪل جو سمجهيو
ويندو آهي. پر بلي شاهه جو مرشد آرائين ذات جو هو.
آرائين ۾ ڀاڄيون پوکڻ وارن يا باغباني ڪرڻ وارن کي نيچ
ذات جو ڪسان سمجهيو ويندو هو. هوُ نهايت نهٺا، نماڻا ۽
حليم ماڻهو هوندا آهن. انهيءَ حساب سان بلي شاهه جو مرشد
تمام گهٽ ذات وارو هو ۽ بلي شاهه خود تمام اوچي ذات
جو هو. جڏهن بلي شاهه پنهنجي مرشد وٽ ويو ۽ سندس
قدمن ۾ متو ٽيڪيائين ته قدرتي طور انهيءَ ڳالهه تي سندن
برادريءَ ۾ هلچل مچي وئي. توهانکي معلوم ٿي هوندو ته
هندستان ۾ ذات پات جا تمام سخت بندڻ ۽ پابنديون آهن.

”منهنجو شڪرو خدا آهي.“ ڪيترا دنبا هڻُ وڍُن ٽڪن، ڳائين
مينهن وغيره کي ٻڪر سان ڳلي لڳائيندو هو. حضور وٽن
مهاراج جن ڪيس روڪيو ۽ انهن نه ڇڏڻ ۽ ڪرڻ لاءِ دڙڪو
ڏنو. هن کي ڇا لاءِ روڪيو ويو ۽ سزاياب ڪيو ويو؟

**مهاراج جي:-** صرف الهيءَ لاءِ ته هُو اُهيءَ دولت
کي اندر هضم ڪري. مان ٻڪرن به هڪ دفعو چئي چڪو
آهيان ته ٻڪر کي پرگهٽ ڪرڻ جو سڀ کان اُتم طريقو آهي
اُن کي اندر جذب ڪرڻ.

**سوال:-** مهاراج جي، ڪبير صاحب پنهنجي باڻيءَ ۾
جيڪي ڪجهه چيو آهي، انهيءَ ۾ ڏڙڪ ٻلڪ ۾ چيو آهي.
ڇا، پيا به اهڙا سنت ٿيا آهن، جن اهڙيءَ طرح پنهنجي
باڻي چئي هجي؟

**مهاراج جي:-** ٻلنءُ صاحب ۽ بيحد دلير ۽ بي ڊپا هئا
۽ کين جهڙي جلال وارو هو. ٻلي شاهه کي به تڪليفون ته
ضرور ڏنيون ويُون هيون، پر خبر ناهي اُن جي جان ڪيئن
بخشي وئي. ٻلي شاهه کي پنهنجي ڀرا، برادري ۽ شريعت
جي پابند ماڻهن هٿان بي عزتي سهڻي پيئي، پر اُن تي ڪو
خاص ظلم ستم ڪونه ڪيو ويو.

ٻلنءُ صاحب ايوڌيا نگريءَ ۾، جيڪو مشهور ڌرم استان
آهي ۽ شري رامچندر مهاراج جن جي جنم ڀومي آهي،
سنت مت جو پرچار ڪيو. ماڻهن جو خيال آهي ته گنگا ۾
سنان ڪرڻ سان يا اوتارن جي جنم ڀوميءَ جي مندرن ۾
وڃڻ سان سڀ پاپ ڌوپجي ويندا آهن. اهڙن ڌرم استانن
تي پنڊتن ۽ پروهتن جو زور هوندو آهي ۽ لوڪن تي انهنجو
وڏو پرڀاءُ هوندو آهي.

ٻلنءُ صاحب اهڙيءَ جڳهه تي پنهنجو پرچار ڪيو، جتي
رسمن رواجن ۽ ڪرم ڪانڊ ذريعي پروهت طبقي وارا پنهنجا

ارٿات مون پنهنجو پاڻ کي، پنهنجي هستيءَ کي بلڪل وڃائي ڇڏيو آهي ۽ ستگروءَ ۾ سمائجي، انهيءَ جو روپ ٿي ويو آهيان.

سنساري پريم ۾ به ائين ٿي ٿيندو آهي. هندستان ۾ هير رانجهي جي پريم ڪهاڻي مشهور آهي. هير چوي ٿي: ”رانجها رانجها ڪندي ني، مئن آپي رانجها هوئي.“ مطلب ته منهنجو رانجهي سان ايترو گهرو پيار آهي، جو مان پنهنجو پاڻ کي، پنهنجي شخصيت يا هستيءَ کي وڃائي، رانجهو ٿي بڻجي ويٺي آهيان. پريمي، پريم ۾ پنهنجي الڳ هستيءَ کي ختم ٿي ڪري ٿو ڇڏي. هوءَ چوڻ لڳي ٿو: ”مان پريتم بڻجي ويو آهيان، مان اُن ۾ سمائجي ويو آهيان. مون پنهنجي خوديءَ کي کوهي، تياڳي ڇڏيو آهي ۽ هاڻي اسين ٻئي هڪ ٿي ويا آهيون.“ ڪبير صاحب فرمائين ٿا:

”جب مئن ٿا تب تو نهين، اب تو هئه مئن ناهين.“

مطلب ته جيسين ”مان“ باقي رهيل هئي ته تون ڪونه هئين. هاڻي تون آهين ته ”مان“ نه رهي آهي. ”جب مئن ٿا“ جو ارٿ آهي ته جڏهن مون ۾ خودي، هؤمي يا اهم ڀاؤ هو، تڏهن منهنجو پرماتما سان ميلاپ نه ٿي سگهيو هو، ڇاڪاڻ ته منهنجي خودي مونکي اُن کان دور رکي رهي هئي. هاڻي منهنجي اندر پرماتما جو نواس ٿي ويو آهي ته ”مئن“ يا ”هؤمي“ نه رهي آهي. هاڻي منهنجي خودي يا الڳ هستي ختم ٿي ويٺي آهي ۽ مان پرماتما ۾ سمائجي ويو آهيان. سچي پريم ۾ ٻنهي ايڪتا ٿيندي آهي. پريمي پنهنجي هستي کوهي، پريتم جو روپ ٿي ويندو آهي. آتما پرماتما ۾ سمائجي پرماتما ٿي بڻجي ويندي آهي.

**سوال:-** مهاراج جي، هڪ ٻيو ورتانت به آهي، جنهن ۾ ڪو پريمي ستسنگي جوش ۾ اچي پڪاري اٿندو هو:

ديهه سروپ سان لڳاءُ پيدا ٿي ويندو آهي. تنهڪري
اسانکي سنتوش تڏهن ايندو آهي، جڏهن ستگرو اندر ۽
ٻاهرين ديهه سروپ جهڙي روپ ۾ ٿي ڏسڻ ۾ ايندا آهن.
جيسين ستگرو اندر ديهه سروپ سان ملندڙ يا ساڳئي روپ
۾ نظر نه ايندا آهن، تيسين شش کين سڃاڻندو نه هيءَ
منهنجو ئي ستگرو آهي؟ شش جي سڃاڻپ، تسلي ۽ ڀروسي
لاءِ اهو ضروري آهي ته ستگروءَ جو اندروني سروپ، سندس
ٻاهرين ديهه سروپ جهڙو هجي.

اهيءَ ڪري حضرت عيسيٰ فرمائين ٿا: ”آءٌ ۽ تون
سڀ هڪڙو سمورو يا ڪٽنب ٿي ٻڌجندو. توهين مون ۾
سمائجا، مان پرم پتا پرماتما ۾ سمايل آهيان، اهيءَ ڪري
منهنجي ذريعي توهين ۽ اهيءَ ڪل مالڪ ۾ سمائجي ويندا“
(جان- ١٧: ٢٠، ٢١). انجو ته اهوئي ارٿ آهي ته ستگرو،
ستسنگي ۽ ڪل مالڪ جو اصلي سروپ هڪ ئي آهي.
تنهڪري اهي سڀ هڪ روپ ٿي وڃن ٿا. اسانجو اصلي
روپ آتما آهي ۽ آتما جو اصلي روپ شبد آهي. ستگروءَ
۽ پرماتما جو اصلي روپ ۽ شبد ئي آهي. اهيءَ ڪري
آخر اهي سڀ ٻڌلدون، سمنڊ ۾ سمائجي، سمنڊ جو ئي روپ
ٿي وڃن ٿيون، هڪ روپ ٿي وڃن ٿيون.

دراصل مول روپ ۾ هر آتما پرماتما آهي ۽ هر شش
ستگرو آهي. شش کي ستگرو ٿيڻ لاءِ روحاني ترقي ڪرڻ
جي ضرورت آهي. آخر هر شش ستگرو ٿجي وڃي ٿو،
ڇاڪاڻ ته هو ستگروءَ ۾ سمائجي ستگروءَ سان ملي وڃي ٿو،
هڪ ٿي وڃي ٿو. اهڙيءَ طرح هر آتما پرماتما آهي، ڇاڪاڻ
ته اها واپس وڃي پرماتما ۾ سمائجي سگهي ٿي. اهيءَ لاءِ
گرو صاحب جن فرمائين ٿا:

”نانڪ آپ ڇوڙ کر ماهه سماويءِ.“

جي شبد ۾ آيل هو تہ ”سڄي رچنا اُن مالڪ پيدا ڪئي آهي، هُوءَ رچنا جي ڪٿي ۾ سمايل آهي ۽ مونکي هن رچنا ۾ اُن مالڪ کان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نظر نہ ٿو اچي.“ گرو صاحب جن اُنهن بہ فرمائين ٿا: ”نيچان اندر نيچ جات“ يعني مان سڀني ۾ نيچ آهيان، رچنا ۾ سڀ مون کان اوچا آهن. هُوءَ اُنهن بہ فرمائين ٿا: ”هري مندر ايہ جگت هہ“ مطلب تہ مونکي سڄي رچنا ۾ هريءَ جو مندر ڏسڻ ۾ اچي ٿو. مونکي هر طرف ۾ اُنجو جلوو جمال ڏسڻ ۾ اچي ٿو.

يا تہ پرماتما نظر اچي ٿو يا منهنجي نظر پاڻ ڏانهن وڃي ٿي، ۽ مان اُنهيءَ ڪري مونکي پرماتما وڏي ۾ وڏو نظر اچي ٿو ۽ مان خود پاڻ کي ننڍي کان ننڍو، نيچ کان نيچ نظر اچان ٿو. تنهنڪري ٻيا سڀ پوريءَ رچنا ۾ اُهو رچڻهار سمايل آهي. تنهنڪري ٻيا سڀ وڏا آهن، مان سڀ کان ننڍو ۽ نيچ آهيان.

اِهو سنتن جي ٻاجهہ ڪرڻ جو هڪ نمونو آهي. دراصل اُنهن کي رچنا نظر ئي نہ ايندي آهي، ڪين هر طرف رچيندڙ ئي نظر ايندو آهي.

اِهائي اصلي نمرتا آهي ۽ هڪ ئي ٻاجهہ کي ٻئي طرح سان بيان ڪرڻ جو نمونو آهي.

**سوال:-** مهاراج جي، اهڙيءَ طرح جڏهن شش اندر ترقي ڪري ٿو تہ اُن کي ستگروءَ جو ٻاهريون ديهہ سروپ، اندروني نوري سروپ جهڙو ئي نظر ايندو آهي؟

**مهاراج جي:-** اُن کي ستگروءَ اندر اُنهيءَ روپ ۾ ئي ڏسڻ ۾ ايندو، جهڙو هن کي ٻاهر ڏسڻ ۾ ايندو آهي. پر ستگروءَ جو اندروني سروپ شبد مان پرگٽ ٿيندو آهي ۽ ٻاهريون سروپ پنجن تتن جو ٺهيل آهي. اندر ڪوبہ اِستول سرير نہ هوندو آهي، صرف شبد يا نام هوندو آهي. پر اسان پنهنجي ستگروءَ جو درشن ديهہ سروپ ۾ ڪيو آهي ۽ اسانجو

جڏهن منهنجي لنؤ مالڪ سان جڙي وڃي ٿي ته مان اُن ۾ لين ٿي وڃان ٿو. اُن وقت نه مولڪي سرير جي سڌ بڌ رهي ٿي ۽ نه ٿي اهو پتو پوي ٿو ته مان ڇا چئي رهيو آهيان."

**پروفيسر پٽناگر:-** منصور نه "اناالحق" يعني مان خدا آهيان جو نعرو لڳايو هو. اهڙيءَ ڪري ڪس سوريءَ تي چاڙهيو ويو هو.

**مهاراج جي:-** ها. اهڙيءَ ڪهاڻيءَ جو ٻه اهوئي ڀاؤ آهي ته "مولڪي هر وستوءَ ۾ سواءِ مالڪ جي، ٻيو ڪجهه به نظر نٿو اچي. اهڙيءَ طرح سنت نامديو جي باري ۾ ٻه هڪ ڪهاڻي آهي. سنت نامديو جن ڀوڄن ڪري رهيا هئا ته هڪ ڪتو سندن هڪ روٽي کڻي ڀڄڻ لڳو. نامديو جن گيهه جي ڪٽوري هٿ ۾ کڻي، اُنهن ڇولدي اُن جي پٺيان ڊوڙيو: "هي پڀو، رکي روٽي نه کائو، گيهه لڳائي کائو." جنهن جو مطلب اهو آهي ته اهڙا اوچ درجي جا پرشي هر وستوءَ ۾ سواءِ پرماتما جي ٻيو ڪجهه نٿا ڏسن.

**پروفيسر پٽناگر:-** ستگرو جيڪي چاهين، چئي سگهن ٿا. حضور ڪڏا مهاراج جن فرمائيندا هئا ته جڏهن ڪو جنرل ڪنهن وشال سينا يا ديش تي جيت پائيندو آهي ته ڪڏهن ڪڏهن هو قلعي جي ڇت تي چڙهي، جيت جو نعرو لڳائيندو آهي. پلٽو صاحب ٻه اهڙيءَ طرح فرمايو آهي:

"ڪون جگه پرلئه گئي، هم هي ڪرليهار،
هم هي ڪرليهار، هم هي ڪرتا ڪي ڪرتا."

ڪيترا دفعا اهڙا موقعا ايندا آهن.

**مهاراج جي:-** ها. ڪيترائي دفعا اهڙا موقعا ايندا آهن، جڏهن سنت مهاتما اعلان ڪندا آهن ته هو پرماتما سان هڪ آهن، ايڪ آهن. پر عام طور سنت سدائين نهٺا، نماڻا هوندا ۽ رهندا آهن. اڄ صبوح جو ستسنگ ۾ گرو نانڪ صاحب

**سوال:-** مهاراج جي، مونکي انهيءَ پستڪ جو نالو ياد ڪونهي، پر مون انهيءَ ۾ هڪ اهڙي مهاتما جي ڪٿا پڙهي آهي، جيڪو چوندو هو: "مان رب آهيان." ماڻهو ڪيس گهڻ وڏ ڳالهائيندا هئا. انهن جي شڪايت هئي ته هو ڪفر جو ڪلام ٿو چوي. پر اهو مهاتما انهن چوڻ کان پاڻ کي ڪيئن ٿي روڪي سگهيو؟

**ڀڳو سنسنگي:-** اها ڪهاڻي "پرمارٿي ساکيون" نالي پستڪ ۾ آيل آهي.

**مهاراج جي:-** ليڪ، ڪهڙي ڪهاڻي آهي؟

**سوال:-** ان مهاتما چيو: "من خدايم، من خدا." ارٿات مان خدا آهيان. پر جڏهن هو وجد يا مستيءَ جي عالم مان ساڌارڻ اوستا ۾ آيو ته ڪنهن شريعت جي پابند ماڻهن کيس شڪايت ڪئي: "حضرت، توهين چئي رهيا هئا ته مان خدا آهيان." مهاتما جواب ڏنو: "نه. مون اهڙو ڪجهه به نه چيو آهي. جيڪڏهن مان ڪڏهن به ائين چوان ته منهنجو سر ڪاٽي ڇڏجو." جڏهن ان مهاتما مستيءَ جي حالت ۾ وري ائين چيو ته آهي ماڻهو تلوارون کڻي انجو سر ڪٽڻ ويا، پر تلوارن مهاتما جي بجاءِ انهن ئي ماڻهن کي ڪٽي ڇڏيو.

**مهاراج جي:-** اها ڪهاڻي فارسيءَ جي پراچين پستڪن ۾ آيل آهي. جڏهن ان درويش جي اندر، پرماتما سان لنو لڳل هئي، تڏهن هن کي پرماتما کانسواءِ ٻيو ڪجهه به نظر نٿي آيو. ان حالت ۾ هو پاڻ کي وڃائي پرماتما جو روپ ٿي ويندو هو. هو محسوس ڪندو هو ته مان آهيان نه. انهيءَ حالت ۾ هو چئي اٿندو هو ته "مان خدا آهيان" ڪونه. پر جڏهن هو انهيءَ سماڌيءَ جي اوستا مان واپس نون دوارن ۾ ايندو هو ته چوندو هو: "مان ته هڪ معمولي انسان آهيان.

ڪمي ڪانهي. تـوهين ساڌن لاء پـرڻتي پوح ڏيڻ شروع ڪريو ته اهو سـاڌو نه اچي ويندو. ڳڙ تي مکيون نه هميشه ايندبون ئي آهن."

ڌرمداس ڪبير صاحب جن جي هر جڳهه تلاش ڪئي، هر جڳهه يگيه ڪيائين ۽ ساڌن لاء مفت پـوڄن جـو انتظام ڪيائين. پر ڪبير صاحب اهڙي جڳهه تي نه ويندو هو ۽ نه ويو ئي. ڌرمداس جي هردي ۾ سچي تڙف هئي ۽ پرماتما هنکي ڪا ارجي ڏاس بخشڻ تي چاهي. جڏهن هو پنهنجي سڄي دولت ختم ڪري چڪو ته سوچڻ لڳو: "مان اُهيءَ مهاتما جي تلاش ۾ ڪنگال ٿي ويو آهيان. نه سنسار جو ڌن پاڻ وٽ رهيو آهي ۽ نه پرمارٿ جو ڌن ئي هٿ آيو آهي. هاڻي جيئڻ مان ڪهڙو لاڀ؟ ڇو نه آتم هتيا ڪريان؟" سو هو ندي مرڻ لاء نديءَ ڪناري ويو ته ڇا ٿو ڏسي ته سامهون ڪبير صاحب ويٺو آهي. ڪبير صاحب کيس ڏسي چيو: "ڌرمداس، تـون اچي وئين؟" ڌرمداس سڃاڻي ورتو ته هيءَ اهوئي ساڌو آهي. هن چيو: "مون هڪڙي جڳهه توهانجي تلاش ڪئي، ڪيترا يگيه ڪرايا، ساڌن ۾ مفت پوڄن ورهايا پر توهين نه آيا." ڪبير صاحب جواب ڏنو: "جيڪڏهن مان اُن وقت اچان ها ته تون سوچين ها ته ڳڙ تي مکيون اچي ئي ويندبون آهن. تون سمجهين ها ته شايد مان تنهنجي پيسي ۽ مفت پوڄن ڪارڻ تو وٽ آيو آهيان. پر هاڻي تون ڪا چنتا نه ڪر. سنسار جي دولت نه ڪنهن سان گڏ وئي آهي ۽ نه وڃي سگهي ٿي. مان توکي اُها دولت ڏيندس جيڪا ڪڏهن به ناس نه ٿي سگهندي ۽ جنهن کي تون پاڻ سان ڌرمڌام تائين کڻي وڃي سگهندين."

اهڙيءَ طرح ڌرمداس ڪبير صاحب جو پريمي ۽ شرڌالو شش ٿيو. آخر ۾ ڪبير صاحب کيس نام جي پرچار ڪرڻ لاء امتحدي گدي ڏيئي ڇڏي.

نباهيندا اچون ٿا ۽ پنهنجي سمرن ۾ روزانو نيم سان ڪندا رهون ٿا ته ڇا، انهيءَ جي وڏي اهميت ڪونهي، بنسبت انهي ته .........؟

**مهاراج جي:-** اهو ٺيڪ آهي. جيڪڏهن دنيا جون سڀ نعمتون هونديون به، من سنسار کان اداس ۽ ترليپ ٿي پرماتما طرف وڃي تو ته ان ڳالهه جي وڏي اهميت آهي.

**سوال:-** ڇا، انهن کرڻ سان آهستي آهستي اهڙي اوستا اچي سگهي ٿي، جو صرف پريتم جي ياد ۾ ٿي سچو سک محسوس ٿيڻ لڳي؟

**مهاراج جي:-** اصل مطلب اهوئي ٿيو ته جيڪا ڳالهه اسانکي مالڪ طرف وٺي وڃي، اها سٺي آهي ۽ جيڪا اسانکي هنکان دور رکي، اها بري آهي.

توهان کبير صاحب ۽ ڌرمداس جو ورتانت پڙهيو هوندو. ڌرمداس ڪروڙپتي هو، پر ڪل مالڪ سندس ڏيان پاڻ ڏانهن ڇڪڻ ٿي چاهيو. ڌرمداس ساڌو سنتن جي سنگت جو بيحد شائق هو. هڪ ڏينهن ڪبير صاحب، جيڪو آخر ۾ ڌرمداس سندس ستگرو بڻيو ۽ کيس پنهنجو جانشين بڻايائين، ڌرمداس جي گهر آيو. ان وقت هنجي پتني ڪاٺيون ٻاري رسوئي تاهي رهي هئي. ڪبير صاحب ڌرمداس کي چيو: "ڌرمداس، تون وڏو پاپي آهين." ان تي ڌرمداس جي پتنيءَ غصي مان وراڻيو: "پاپي منهنجو پتي نه، پر تون هوندين." ڪبير صاحب چيو: "ڏسو، ڪاٺيون ڪيڙن سان ڀريل آهن ۽ پوءِ به توهين انهي ٻاري رهيا آهيو." جڏهن انهن ڪاٺيون ٽوڙي ڏٺيون ته انهي ڪيڙن ۽ جيوَ جنتن سان ڀريل هيون. پر اهڙي ۾ ڪبير صاحب وڃي چڪو هو.

ڌرمداس پنهنجي پتنيءَ کي چيو: "منهنجي گهر ساڌو آيو هو، پر تو ان کي برو ڀلو چئي ڀڄائي ڇڏيو." پتنيءَ کيس چيو: "توهين ڏنوان آهيو، توهانکي پئسي جي ڪا

هن جي سنگت مان لاڀ نه پهتو هجي، پر ڪلهن به اسان کي انهن جي ڄاڻ نه پئي هجي.

**سوال:-** مهاراج جي، توهان هڪ ڏنهي مولڪي سٺي ۽ خراب جي وچ ۾ فرق سمجهايو هو. توهان نهايت سرل نموني ۾ فرمايو هو: ”جيڪا به ڳالهه اسانکي پڇن سمرن ڏانهن وٺي وڃي ٿي، اها سٺي آهي.“

**مهاراج جي:-** اها ڳالهه ٺيڪ آهي. دنيا مهر ڇا آهي؟ جيڪا به ڳالهه اسانکي پرماتما طرف ڇڪي، ان طرف وڃڻ لاءِ پراڻيا ڏئي، اهائي دنيا مهر آهي. ڇاهي پرماتما کان مليل ڪنهن نعمت تي توهين شڪرمند ٿي هنجو ڏيان ڪريو ٿا يا ڇاهي ڪنهن ڏکدائي واقعي جي صدمي سبب مالڪ ڏانهن منهن ڪريو ٿا، جنهن به نموني هن ڏانهن ڌيان وڃي ٿو، اها دنيا مهر آهي. جيڪا ڳالهه اسانکي پرماتما ڏانهن وٺي وڃي ٿي يا پرماتما ڏانهن مائل يا متوجه ڪري ٿي، اسانجي هردي کي انهي پريم سان پري ٿي، اسانجي ڌيان کي هن ڏانهن ڪڇي ٿي، اها سڀ دنيا مهر ٿي آهي. دنيوي درشٽيءَ کان اها سکدائي هجي يا ڏکدائي، اها الڳ ڳالهه آهي، ڇاڪاڻ ته مالڪ لاءِ ته نه ڪجهه سکدائي آهي ۽ نه ٿي ڏکدائي. جيئن به کيس بهتر لڳي ٿو، تيئن ٿي هو اسانکي پنهنجي طرف ڪڇي ٿو ۽ اهائي سندس دنيا مهر آهي.

**سوال:-** مهاراج جي، جيڪڏهن اسانجي سنساري حالتن جي ٺيڪ هوندي به يعني صحت، واپار وغيره جي ٺيڪ هئڻ جي باوجود نه اسين پڇن سمرن ڪريون ۽ پرماتما ڏانهن ڌيان ڏيڻ کي نه پلڙون نه ڇا، انهيءَ طرح ڪرڻ سان اسان کي مصيبت جي گهڙيءَ ۽ ڏکن جي وقت مان لنگهڻ ۾ سهائتا نه ملندي؟ ڇا ان ۾ اسين پنهنجون سڀ ذميواريون

**مهاراج جي**:- سنتن جي تلاش ۾ پڪڻ جو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي. جگياسو خود بخود انهن ڏانهن ڇڪجندا ايندا آهن. جيڪي به جيو آتمائون، پرماتما ڪنهن سنت کي سونپيون آهن، انهن کي پاڻ وٽ سڏائڻ لاءِ ان سنت کي ڪو بگل يا نغارو وڄائڻو نه پوندو آهي. اهي آتمائون ڪنهن نه ڪنهن طرح پنهنجو پاڻ ان سنت ڏانهن ڇڪيون اينديون آهن، ڇاڪاڻ ته ڪل مالڪ خود سندن ڏر ڪري، انهيءَ سنت جي شرن ۾ وڃڻ جو بڻايو آهي.

حضرت عيسيٰ بائيبل ۾ هڪ مثال ڏنو آهي. ائين سرسري طور ڏنو وڃي ته هيءُ مثال ڪجهه عجيب لڳي ٿو، پر شايد ان وقت جي ماڻهن کي سمجهائڻ لاءِ اهو مناسب رهيو هجي. حضرت عيسيٰ فرمائين ٿا: ”جتي به مرده جانور هوندو آهي، اتي ڳجهون ازخود گڏ ٿي وينديون آهن.“ (متيو-٢٤:٢٨)

ڪير به ڳجهن کي سڏ ڪونه ڪندو آهي، انهنکي سڏڻ لاءِ ڪونه ويندو آهي. هوُ خود بخود مئل جانور جي چوڌاري ڪٺيون ٿي وينديون آهن. اهڙي طرح جڏهن ڪو به سنت پرگهٽ ٿيندو آهي ته انجا پريمي پنهنجو پاڻ ان وٽ وڃي ڪٺا ٿيندا آهن، ڇاڪاڻ ته پرماتما خود انهن جيون کي ان سنت جي حوالي ڪيو آهي.

انهيءَ ڪري حضرت عيسيٰ پنهنجي آخري ڏينهن ۾ ڪل مالڪ کي اِها پرارٿنا ڪئي هئي، ”مان سڄيءَ دنيا لاءِ نه، صرف انهن لاءِ پرارٿنا ڪريان ٿو، جن کي توهان مونهنجي سپرد ڪيو آهي.“ (جان - ١٧:٩). تنهنڪري هر سنت جو صرف انهن جيون سان ئي واسطو هوندو آهي، جيڪي پرماتما کيس سونپيا آهن، ٻين سان نه. اهڙا جيو پنهنجو پاڻ ان سنت کي ڳولهي، ان وٽ پهچي ويندا آهن. ڪنهن به قسم جي اشتهار بازيءَ جو ڪو سوال ئي پيدا نه ٿيندو آهي. ٿي سگهي ٿو ته ٻين ديشن ۾ به سنت پيدا ٿيا هجن ۽ ماڻهن کي

گهٽ پرواهه ڪئي ويندي آهي. اهو به ٿي سگهي ٿو ته سندن پاڙيسري به انهن ڳالهين ڏانهن ڪو ڌيان نه ڏيندا هجن.

پلٽو صاحب جي جيون بابت تمام گهٽ ڄاڻ ملي ٿي. مونکي هڪ دفعي ان استان تي رهڻ جو موقعو مليو، جتي پلٽو صاحب کي زندهه جلايو ويو هو. جيئن چئجي ٿو ته هن پنهنجي زندگيءَ جو گهڻو عرصو اتي گذاريو هو. پر ان شهر ۾ پلٽو صاحب جي باري ۾ ڪنهن کي به ڪجهه پتو ڪونه هو. صرف سندن ٻاڻيءَ ذريعي ئي سندن اپديش اسان تائين پهتو آهي. سندن جيون بابت اسانکي نهايت گهٽ ڄاڻ آهي.

اهڙي تلسي صاحب جن جو حال آهي. جيڪڏهن سوامي جي مهاراج جن ايترو مشهور نه ٿين ها ته تلسي صاحب جن ڏانهن به ڪنهنجو ڌيان نه وڃي ها.

سوال:- مهاراج جي، اِهو ٿو محسوس ٿئي ته سنت مهاتما گهڻو ڪري هندستان ۾ يا يورپ جي ٻين ديشن ۾ ئي ٿيا آهن. مان ڪيترا ڀيرا سوچيندو آهيان ته صديون اڳي، جڏهن هندستان ۽ اتر امريڪا جي وچ ۾ اچڻ وڃڻ جو ڪو به وسيلو يا ساڌن نه هو، ان وقت انهن ديشن جي سچين جگياسن جي ڪهڙي حالت هوندي؟

**مهاراج جي:-** ڀائي صاحب! ٿي سگهي ٿو ته انهن ديشن ۾ به سنت مهاتما پيدا ٿيا هجن، پر اسانکي سندن زندگيءَ ۽ اتهاس جي باري ۾ ڪا خبر ئي نه هجي. اهو به ممڪن آهي ته اهي ايترا مشهور نه ٿيا هجن، جو باقي دنيا کي انهن بابت ڪا ڄاڻ پوي.

*سوال:-* اُن جو مطلب آهي ته جنهن وقت ماڻهو ايترو دور تائين سفر نٿي ڪري سگهيا، ان وقت پرماتما انهن ملڪن ۾ ڀي سنت پيدا ڪيا هجن، جيئن ڪين سنتن جي تلاش ۾ دنيا ۾ ڀٽڪڻو نه پوي. ڇا اهو انومان ٺيڪ آهي؟

**مهاراج جي:-** اهو مشڪل آهي، نهايت مشڪل آهي.

**سوال:-** ڇا، گذريل جنمن جو ڪيل ڀڄن ٻيءَ ايندڙ جنم ۾ مدد ڏيندو آهي؟

**مهاراج جي:-** ها. ضرور ڏيندو آهي. جيتري ترقي هن جنم ۾ ڪريون ٿا، انهيءَ لاءِ ٻئي جنم ۾ ملي ٿو. ٻئي جنم تائين ڪيل ترقيءَ جو لاڀ ٽئين جنم ۾ ملي ٿو. انهيءَ ڪري ئي حضرت عيسيٰ فرمائين ٿا: ”اهو ممڪن آهي تہ سڀ کان اول روحاني سفر شروع ڪرڻ وارو سڀ کانپوءِ پرماتما جي دربار ۾ پهچي.“ (متيو ١٩: ٣٠، ٢٠: ١٦).

**سوال:-** انجو مطلب اهو ٿيو تہ هن جنم ۾ ڪنهن ڪڏهن نام دان مليو آهي، انهيءَ جو ڪو بہ فرق نٿو پوي؟

**مهاراج جي:-** ها. ڪو بہ فرق نٿو پوي، ٿي سگهي ٿو تہ جنهن کي هن جنم ۾ دير سان، وڏيءَ عمر ۾ نام دان ملي ٿو، ان جو گذريل جنمن ۾ هن مارگ سان، سنبنڌ رهيو هجي يا ڪيس گذريل جنمن ۾ نام مليو هجي ۽ هو هن جنم ۾ پنهنجو سفر اڳتي شروع ڪري ڇڏي. ٻئي طرف اهو بہ ممڪن آهي تہ جنهن منش کي هن جنم ۾ ٻالپڻ ۾ ئي نام دان ملي ٿو، اهو هن مارگ تي شروعات ئي ڪندو هجي. حضرت عيسيٰ جي ڪٿن جو بہ اهوئي ڀاءُ آهي. گرو امرداس جن کي ٧٢-٧٣ ورهين جي عمر ۾ نام مليو هو. ڪن پنهنجي ستگروءَ جي جڳهہ تي گرو گدي ملي ۽ پاڻ ٩٥ ورهين جي عمر ۾ جوتي جوت سمايا.

**سوال:-** حضور وڏا مهاراج جن نام دان ملڻ کان ٦-١ سال بعد ئي ستگرو بڻايا ويا هئا. منهنجي خيال ۾ هو ١٨٩٣ع ۾ بابا جي مهاراج جن جي شرن ۾ آيا هئا.

**مهاراج جي:-** حضور مهاراج جن کي ١٨٥٨ع ۾ نام دان مليو هو.

سفر جي پڄاڻيءَ منزل تي نہ پهتو هجي. اهو بہ ٿي سگهي ٿو تہ هو محسوس ڪري تہ هنجو پرماتما سان ميلاپ ٿي چڪو آهي. اهو نہ ممڪن آهي تہ هو پڄاڻيءَ يا ٻيءَ روحاني منزل تي پهتو هجي ۽ هو اساڪي اُن منزل تائين رلي وڃي سگهي.. پر اُن ڪالهوءَ ڇا ٿيندو؟

**مهاراج جي:-** اُن جو بہ ڪجهہ لاڀ آهي. ڇاڪاڻ تہ جيترو بہ اسين روحاني راهہ تي هلندا وينداسين، اوترو ئي اسين منزل مقصود کي ويجهو ٿيندا وينداسين.

**سوال:-** پر اُن مان اسين ڏورڏام تہ ڪنا پهچون؟

**مهاراج جي:-** پهاڙ تي چڙهڻ وقت، ڇاهي توهين اُن جي چوٽيءَ تائين پهچي وڃو، يا اڌ تائين، پر پهچي حالت ۾ اُتي ٿري ڪان تہ مٿي ئي پهچي وڃو ٿا. جيڪڏهن اڌ تائين بہ پهچي وڃي تہ اڳتي جو سفر اُن جڳهہ، ڪان ئي شروع ڪري سگهجي ٿو.

**سوال:-** پر ڇا، اُن مان اهو معلوم ٿئو ٿئي تہ اهو سڀ هڪ ڀرم آهي؟ سمجهو تہ اسين روحاني ياترا جي ٻئين منزل تي پهچون ٿا ۽ اُتي هزارن سالن تائين رڪجي وڃون ٿا. ليڪ ڏورڏام پهچڻ لاءِ اساڪي واپس ڌرتيءَ تي اچي جنم وٺڻو ئي پوندو.

**مهاراج جي:-** ڪجهہ نہ ڪرڻ کان تہ اهو بهتر آهي. جيڪڏهن اسين پهاڙ جي چوٽيءَ تي پهچڻ چاهيون ٿا ۽ اساڪي اڌ اوچائيءَ تائين رلي وڃڻ وارو رهنما ملي ٿو وڃي تہ پوءِ سفر شروع نہ ڪرڻ کان تہ اُن سان گڏ مٿي چڙهائي ڪرڻ گهڻو بهتر آهي. پهاڙ جي چوٽيءَ تائين يعني ڏورڏام تائين پهچائيندڙ رهبر ملي وڃي تہ وڌيڪ سٺو آهي. پر ڪجهہ بہ نہ ڪرڻ کان تہ ڪجهہ ڪرڻ ئي بهتر آهي.

**سوال:-** ڇا، ڪو بہ مٿس هڪ ئي جنم ۾ ڏورڏام پهچي سگهي ٿو؟

کي وري انھيءَ ويچار سان ابر اي. ڪندا آھن تہ اھڙي هلي ٻين کي تعليم ڏين. ڪيترا وديارٿي وڪالت پاس ڪندا آھن، پر انھن مان ڪن ٿورن کي ئي جج مقرر ڪيو ويندو آھي. اسانجو گهڻو سبنڌ جھن سان ئي آھي.

**سوال:-** ڇا، اهڙا سنت ڪنهن بہ طرح دنيوي سهائتا نہ ڪندا آهن؟

**مهاراج جي:-** ھوءَ، پريو پراپتيءَ جي اڇا رکندڙ جيون جي ڪابہ سڌي سهائتا نہ ڪندا آهن. انهن کي جيون کي واپس ڏردام پهچائڻ جو حڪم نہ هوندو آهي. پر انهن مان اسانکي ٻيو ڪيترن ئي قسمن جو لاڀ پهچندو آهي. ميران بائيءَ جو ئي مثال وٺو. هن پريو پريم ۽ ڀڳتي ڀاؤ ۾ اچي ڪيترن سندر شبدن جي رچنا ڪئي آهي، جنهن ۾ سنت مت جي سدانتن جي بہ وياکيا ڪيل آهي. سندس پريو پريم ۾ رچيل ۽ ڳايل شبدن جو اسين فائدو وٺي رهيا آهيون. انهن مان اسانکي سنت مت سمجهڻ ۾ سهائتا ملي رهي آهي.

اهڙي طرح ميران اسانکي پرماتما پراپتي جي سچي مارگ کي سمجهڻ ۾ ۽ اسانجي اندر پرماتما جو پريم جاڳرت ڪرڻ ۾ اڻ سڌيءَ طرح سهائتا ڏيئي رهي آهي. سندس باڻي پڙهڻ سان اسانجي اندر بہ روحاني پريم پيدا ٿئي ٿو، پرماتما جو پريم ۽ ڀڳتي ڀاؤ پيدا ٿئي ٿو. اهڙي طرح اڻ سڌي نموني ۾ اسانکي اهڙن سنتن مان بہ لاڀ پهچي ٿو.

**ديوان صاحب:-** جيڪڏهن توهين پنهنجي پٽن سمرن داران جيتري ئي سيکڻ پهچي وڃو تہ ڇا، توهين ستگرو ٻڌڻ پسند ڪندا؟ ڇا، توهين انهيءَ مشڪل ذميواريءَ جو بوج ۽ پريشاني پنهنجي مٿان کڻڻ چاهيندا؟ ستگرو ٻڌڻ ۾ ڪوبہ سواد يا خوشي ڪانهي.

**سوال:-** اهو ممڪن ٿي سگهي ٿو تہ ڪو ساڌو ڇوي تہ هن پرماتما سان ميلاپ ڪيو آهي، پر دراصل هوءَ روحاني

منهنجي خيال ۾ ميران ٻائيءَ کي نام دان ڏيڻ سان جيون، کي ڇڻائڻ جو ڪم شايد نه سولو ٿيو هو. پر هوءَ اُن روحاني اوستا تي ضرور پهچي چڪي هئي، جنهنکي پراپت ڪرڻ واري کي سنت سڌو ٿيندو آهي.

**سوال:-** جن سنتن کي جيو ڇڻائڻ جو ڪم نه سولو ٿيندو آهي، انهن جا ٻيا ڪهڙا فرض هوندا آهن؟

**مهاراج جي:-** فرض هڻڻ جو سوال ئي ڪونهي. ڪيترا وديارٿي يونيورسٽيءَ مان وڪالت يا ايم. اي. جي ڊگري پراپت ڪندا آهن، پر اُنهن مان هرهڪ کي يونيورسٽي پڙهائڻ لاءِ مقرر نه ڪندي آهي. روحاني ترقي ڪري سنت اوستا پائڻ وارا ۽ پرماتما سان ميلاپ ڪرڻ وارا ڪيترا ئي هوندا آهن، پر اُنهن مان بلڪل ٿورن کي ئي نام دان ڏيڻ لاءِ چونڊيو ويندو آهي.

**سوال:-** پر جن سنتن کي جيون ڇڻائڻ جو ڪم نه ڏنو ويندو آهي، ڇا اُنهن جو سنسار ۾ اچڻ ڪوبه ڪارڻ نه هوندو آهي؟

**مهاراج جي:-** اُنهن جي سنگت صحبت ڪرڻ وارن کي ڪجهه لاڀ ضرور پهچندو آهي، پر هو جيون کي پرماتما سان ملائي نه سگهندا آهن، ڇاڪاڻ ته ڪين اهڙي آگيا نه هوندي آهي.

**پروفيسر پٽناگر:-** هو پنهنجي گذريل جنمن جا ڪرم پورا ڪرڻ لاءِ سنسار ۾ ايندا آهن ۽ پڄڻ سمرڻ دوارا واپس وڃي پرماتما ۾ سمائجي ويندا آهن.

**مهاراج جي:-** هر وديارٿي يونيورسٽيءَ ۾ صرف ايم. اي. پاس ڪري پروفيسر ٿيڻ لاءِ داخل نه ٿيندو آهي. ڪي ماٺيو ايم. اي. جي ڊگري ۽ وديا پراپت ڪري، پنهنجي تعليم جو اُپيوگ سنساري ڪمن لاءِ ڪندا آهن.

ڪنهن جو پيدار خالي هجي ۽ هو ورهائڻ لڳي ته اُن مان به اسين ڪهڙو فائدو وٺي سگهنداسين؟ اسانکي اهڙي داتا جي ضرورت آهي، جنهنجو پيدار به پرپور هجي ۽ جنهنکي پرماتما طرفان ڏيڻ جو حڪم به هجي. بيشڪ ڪنهن ماڻهوءَ قانون جو امتحان پاس به ڪيو هجي، پر جيسين سرڪار اُنهيءَ کي جج نه ٿي بڻائي، تيسين هو ڪڏهن به اسانجي مقدمي جو فيصلو نٿو ڪري سگهي. جنهن وڪالت پاس ڪئي آهي ۽ جنهنکي سرڪار جج مقرر ڪري ٿي، اُن کان ئي اسين پنهنجي مقدمي جو فيصلو ڪرائي سگهون ٿا. اُنهيءَ ڪري گرو صاحب جن فرمائين ٿا ته اسانکي اهڙن گرمکن جي کوج ڪرڻ گهرجي، جيڪي مالڪ جي طرفان سڪن ٻا داتا بڻجي آيا هجن، جنجو پيدار پرپل هجي ۽ جن کي مالڪ پاران ڏيڻ جو حڪم به هجي. حضرت عيسيٰ فرمائين ٿا: ”منهنجي پرم پتا پرماتما جي مون تي مهر يا ڇاپ لڳل آهي.“ (جان-٦:٢٧). اڄڪلهه ته اسين ڪاغذ تي صرف صحيح ڪري ٿا ڇڏيون. پر پراڻي زماني ۾ جڏهن به سرڪار طرفان ڪو حڪم جاري ڪيو ويندو هو ته پوءِ عملدار اُن تي پنهنجي مهر لڳائيندو هو. مهر لڳڻ بعد ئي اهو حڪم پڪو ۽ اصلي سمجهيو ويندو هو. مهر بنا حڪم اڌورو، يا نقلي سمجهيو ويندو هو.

سنسار ۾ ڪيترائي مهاتما آهن جن روحاني اُنتي ڪري سنت پدوي يا سنت اوستا پراپت ڪئي آهي. پر اُنهنکي پرماتما جيون کي ڇاڻڻ جي ذميواري نه سونپي آهي. اهي تمام اوچي اوستا، ڪرڻيءَ وارا ۽ پهتل مهاتما ٿي سگهن ٿا، پر اسانکي اُنهن مان ڪو به فائدو نٿو ملي سگهي، ڇاڪاڻ ته جي پيدار پرپل هوندي به پيداريءَ کي ڏيڻ جو حڪم ڪونهي ته اُن مان ڪنهن کي ڪو به لاڀ ڪونهي. جنهن وٽ ڏن به آهي ۽ ڏن ورهائڻ جو اڌڪار به آهي، اسين صرف اُنهيءَ مان ئي فائدو وٺي سگهون ٿا.

اهو ئي آهي ته توکي کو اهڙو سنت يا مهاتما ملي وڃي، جنهن کي سهج اوستا پراپت ٿيل هجي؛ جيڪو پرماتما طرفان سکن جو داتا بڻجي آيو هجي. اهو توکي مالڪ سان ملڻ جو ساڌن سمجهائي؛ تون ان موجب پرماتما جي ڀڳتي ڪرين، تڏهن تون الهيءَ ڀڳتيءَ ۾ مشغول ٿي سگهندين. اسين پرماتما جي ڀڳتي ڪري به سگهنداسين ته اها صرف گرمکن ذريعي، سنت مهاتمائن جي ذريعي ئي ڪري سگهنداسين.

پر اسان کي ڪهڙي قسم جي مهاتمائن جي ڪوج ڪرڻي آهي؟ جنهن کي سهج اوستا پراپت ٿيل هجي. سهج اوستا ڪڏهن پراپت ٿيندي آهي؟ جڏهن اسين من ۽ مايا جي دائري کان پار لڪري ويندا آهيون. جڏهن آتما تان سڀ گندا ۽ ملين پردا لهي ويندا آهن، جڏهن آتما ۽ من جي ڳنڍ کلي ويندي آهي ۽ اسين پنهنجو پاڪ سچائي جي قابل بڻجي ويندا آهيون. گرو امرداس جن فرمائين ٿا:

گرمک آپ پڇاڻيو سچهه، رام نام لو لائي.
(آد گرنٿ، ۳-۳-۹۱۰)

گرو جن گرمک الهيءَ کي سڏين ٿا جيڪو رام نام سان لو لائي، پريم ڪري، پنهنجو پاڪ سچائي جي قابل بڻجي ٿو پوي. اسين پنهنجو پاڻ کي تڏهن سچائي سگهنداسين، جڏهن من ۽ مايا کان پار هليا ويندا سين، جڏهن اساڻجي من ۽ آتما جي ڳنڍ کلي ويندي.

الهيءَ مهاتما ۾ ٻي ڪهڙي خوبي هئڻ گهرجي؟ گرو صاحب جن فرمائين ٿا ته هو "سک داتا" هجي. مطلب ته هو سکن جو داتا هجي، مالڪ جي طرفان سکن جي ڏاٽ ڏيڻ يا بخشش ڪرڻ وارو بڻجي آيو هجي. ٻين ڏسو، جيڪڏهن ڪنهن جو پندار پرايل هجي پر ان کي ڏيڻ جو اختيار نه هجي ته ان مان ڪهڙو لاڀ وٺي سگهنداسين؟ جيڪڏهن

روحاني اَوستا آهي، پر خود پرماتما سان ميلاپ ڪرڻ ۽ ٻين جيون کي پرماتما سان ميلاپ ڪرائڻ جي ذميواري سونپڻ ۾ فرق آهي. مثال طور هڪ جج ۽ هڪ وڪيل جي تعليم ۽ لياقت ۾ ڪو به فرق نه ٿو ٿئي؛ پر جج جي صحيح يا فيصلو ذوهاريءَ کي آزاد به ڪري سگهي ٿو ۽ ڦاسيءَ تي به چاڙهي سگهي ٿو. ٻئي طرف وڪيل جي لياقت ڇاهي جج کان به وڌيڪ ڇو نه هجي، پر هنکي اهڙو اَذڪار يا اَختيار ڪونهي، ڇاڪاڻ ته سرڪار طرفان کيس اهڙو اَذڪار ڪونه مليو آهي. انهيءَ ڪري اهڙي جج جي ضرورت آهي، جنهن جي وديا ۽ قابليت به پوري هجي ۽ جنهنکي سرڪار جي طرفان اختياري به مليل هجي. اسين صرف اهڙي جج مان ئي فائدو وٺي سگهون ٿا، ٻئي ڪنهن شخص مان نه.

اڄ ستسنگ ۾ ڪنيل گرو اَرجن ديو جن جي شبد ۾ به اهو ئي ڀاؤ پرگهٽ ڪيل آهي. شبد جي شروع ۾ اهو سوال ڪيو ويو آهي ته پرماتما سان ميلاپ ڪهڙيءَ طرح ٿي سگهي ٿو ۽ پوءِ اَن جو جواب ڏنو ويو آهي. گرو صاحب جن فرمائين ٿا:

ڪن بذ ملےؐ گسائين ميري رام راءِ،
ڪوئي ائسا سنت سهج سکہ داتا موهہ مارگہ ديئہ بتائي.
(آد گرنت، ٢٠٤)

گرو صاحب جن فرمائين ٿا ته اسين پنهنجي پنهنجي بُڌيءَ انوسار هزارين جڳتين ۽ طريقن سان پرماتما کي ڳولڻ جي ڪوشش ڪريون ٿا. جپ تپ ڪريون ٿا، پوجا پاٺ ڪريون ٿا، پُن دان ڪريون ٿا، ڪنهن بار ڇڏي جنهگلن پهاڙن ۾ لڪي وهون ٿا، مندرن، مسجدن، گردوارن ۾ به وڃون ٿا ۽ ويد شاستر به پڙهون ٿا. اهي سڀ ساڌن ۽ طريقا صرف پرماتما سان ملڻ لاءِ ئي اختيار ڪريون ٿا.

گرو جن سمجهائين ٿا ته ڀائي پرماتما سان ملڻ جو صرف هڪ ئي طريقو آهي، هڪ ئي ساڌن آهي. اهو ڪهڙو آهي؟

حد تائين بعد شروع ٿيندو آهي. پر استريءَ ۾ ٻيهر ۽ شرڌا پريل هوندي آهي. هوءَ دليل جي قندي ۽ وار تان ڪل لاهڻ ۾ نه الجهندي آهي ۽ تمام جلد وشواس حاصل ڪري وٺندي آهي.

پر اڳتي هلي پرش استرين جي پيٽ ۾ وڌيڪ ترقي ڪري وٺندا آهن، ڇاڪاڻ ته جنهن پڳتي ۽ پيار جي پاونا سان استري روُحانيت ۽ پرماتما طرف ڇڪجي ٿي، اهيءَ ئي پاونا ۽ موهه پيار ڪارڻ هوءَ سنسار سان ٻڌل رهي ٿي. هنجي اندر پاون لاءِ پيار ۽ ماتا يا پتنيءَ جي حيثيت ۾ پنهنجي ذميواريءَ جو موهه رهي ٿو. هن لاءِ سنسار ۽ سنساري سمبنڌن کان ترليپ يا نرموهي ٿيڻ مشڪل ٿئي ٿو، پر پرش لاءِ اهو آسان ٿئي ٿو. مان ڪيترن ئي ستسنگين ۽ جگياسن سان ملي چڪو آهيان ۽ گهڻن ۾ ڏٺو ته اهو ئي ٿيو آهي ته شروع ۾ استريون تمام سٺي ترقي ڪن ٿيون، پر پوءِ اهڙي حالت اچي ٿي جو انهن لاءِ دنيوي موهه کان مٿي اٿڻ مشڪل ٿيو پوي. اهيءَ ڪري انهن جي اڳتيءَ جي رفتار ڍلي ٿي وڃدي آهي. شروع ۾ پرش جي ترقيءَ جي رفتار گهٽ هوندي آهي، پر هڪ خاص اوستا کانپوءِ هو وڌيڪ تکڙي ترقي ڪندو آهي. هو جلد ئي پاڻ کي سڀني کان ترليپ ڪري وٺندو آهي. پر استريءَ جو سڀاءُ ئي اهڙو آهي، جو هوءَ ائين نه ڪري سگهندي آهي. اهيءَ ڪري ٿورو ڪجهه فرق پوندو آهي. ائين ڏٺو وڃي ته پنهي کي ڪجهه نه ڪجهه فائدو آهي.

**سوال:-** مهاراج جي، ڇا ميران ٻائي سنت هئي؟

**مهاراج جي:-** ها، ميران ٻائي سنت هئي. پر ٿي سگهي ٿو ته مالڪ ڪمس سنسار مان، جيون کي چتائي سندس سان ملاقات جي ذميواري نه سونپي هجي. سنت پد هڪ خاص

چاهي ترهين گرو نانڪ صاحب جن جي گرو جو اُپديش چئو يا ڪبير صاحب وغيره ٻين سنتن جو اُپديش چئو، ڪو به فرق نه ٿو پوي، ڇاڪاڻ ته سيئي پورڻ سنت هڪ ئي ستيه ۽ هڪ ئي انڀؤ جو ورڻن ڪندا آهن.

**سوال:-** مهاراج جي، ڇا استرين ۾ سنت گهٽ يا سنت پدوي پراپت ڪئي آهي؟

**مهاراج جي:-** ميران بائي ۽ سهجو بائيءَ جا نالا مشهور آهن. انهن کانسواءِ ٻيون استريون ۾ سنت ٿيون آهن. سند ۾ ڪيتريون ڪمائيءَ واريون ڀڳتياڻيون استريون ٿي گذريون آهن. ايران ۾ رابعه بصري ۽ ٻيون ڪيتريون درويش استريون ٿيون آهن. پر منهنجي خيال ۾ استرين کي انهيءَ ڳالهه لاءِ پريوءَ جو شڪرگذار ٿيڻ گهرجي ته ڪين ستگرو پد جي ذميواري سنڀالڻي نه پيئي آهي. منهنجو مطلب آهي ته ستگرو ٿيڻ ۾ ڪا خوشي ڪانهي. ان کان ته شيوڪ ٿيڻ بهتر آهي.

انهيءَ کان سواءِ مالڪ طرفان استرين کي پرش کان ڪافي وڌيڪ پيڪتي پيار ۽ پريم جي بخشش مليل آهي. اها ڀاونا قدرتي طور استرين ۾ وڌيڪ آهي. اها قدرت جي استرين کي خاص ڏات آهي. جيڪڏهن استرين ۾ پريم جي ڀاونا نه هجي ها ته شايد سنسار ۾ ڪنهن جو به پوري طرح پالڻ پوشڻ نه ٿي سگهي ها. شروع شروع ۾ استريون پرش سمرن ۾ جلدي ترقي ڪنديون آهن، ڇاڪاڻ ته هو اُپياس ۾، ڀڳتي ۽ پريم ۽ پيڪتيءَ ۾ جلد ئي لڳن سان لڳي وينديون آهن. انهن ۾ پيڪتي ۽ پريم جو ڀاؤ پرٻل هوندو آهي. پرش کي پنهنجو روحاني سفر شروع ڪرڻ ۾ ڪافي وقت لڳي ويندو آهي، ڇاڪاڻ ته هو دليل ۽ ٻڌيءَ جي راهه تان گذرندو اڳتي وڌندو آهي. هن جي ٻڌيءَ جي پوري تسلي ٿيڻ لازمي آهي. پرش جو روحاني سفر ڪيترين من ٻڌيءَ جون ڳالهيون

سَت جو ناٺ نه ڏنل هجي ها ته اهو معلوم ڪرڻ مشڪل
ٿي پوي ها ته شبد ڪهڙي مهاتما جو آهي.

هيءَ سموري ٻاڻي اُن هڪ ئي پرماتما جي ڀڳتيءَ جي
هڪ ئي جڳتيءَ جو سمان يا ساڳيو ئي اُپديش ڏئي ٿي ؛ وقت
استان وغيره جي هر قسم جي فرق کان مٿي آهي. الهيءَ
جڳتيءَ کي ڀلي ڀڳتي مارگ، شبد يا نام مارگ، سرت شبد جي
ڪماليءَ جو مارگ، سنت مت يا گرمت وغيره ڪنهن به نالي
سان سڏيو، پر الهيءَ ۾ صداقت ۽ سنديش هڪ ئي ڏنو ويو
آهي، جيڪا ته پرماتما جي پراپتيءَ جا نه ڪڏهن ٻه مارگ
ٿيا آهن ۽ نه ڪڏهن ٿي سگهن ٿا.

اهڙيءَ طرح سري آد گرنٿ جو سنگره صرف جگياسن کي
اها تسلي ڏيڻ لاءِ ڪيو ويو هو ته گرو نانڪ ڪنهن نئين يا
انوکي فلاسافي يا سکيا جو پرچار نه ڪيو هو. هن الهيءَ ئي سکيا
يا مارگ جو پرچار ڪيو آهي، جنهن جو پرچار هن کان اڳ
وارن سنتن به ڪيو هو، پر جنهنکي ماڻهو وساري چڪا هئا.

عدالت ۾ پنهنجي طرفداريءَ ۾ دليل ڏيندي يا بحث
مباحثو ڪندي، وڪيل پنهنجي ڳالهه صحيح ثابت ڪرڻ لاءِ
هاءِ ڪورٽن ۽ سپريم ڪورٽ جي فتوائن ۽ فيصلن جا حوالا
ڏيندا آهن. اهڙيءَ طرح سنت به ڪرم سدانت، آواگون،
سرشٽيءَ ۾ منش جنم جي مهما ۽ سنت مت جي ٻين سدانتن
کي ٺيڪ ثابت ڪرڻ لاءِ ٻين سنتن مهاتمائن جي ٻاڻيءَ مان
مثال ڏيندا آهن.

**ديوان صاحب:-** خود گرو ارجن ديو صاحب جن ٻن
هزارن کان ۽ وڌيڪ شبدن جي رچنا ڪئي آهي.

**مهاراج جي:-** ها. گرو ارجن ديو صاحب خود به تمام
ٻاڻيءَ جي رچنا ڪئي آهي، جنهن ۾ هن گرو نانڪ
جن جي اُپديش جو ئي ورڻن ڪيو آهي. الهيءَ کي

معين الدين چشتيءَ جي گديءَ سان سمبند هو. سنڌ ۾ ڏينهن جي، گرو نانڪ صاحب کان ٢٠٠ سال اڳ، آيا هئا. سندن گديءَ مهاراشٽر ۾ هلي رهي هئي ۽ سندن پوئلڳ پاوس جي ڪيترن پرانتن ۾ موجود هئا. ڪبير صاحب جي پنهنجي گدي هئي ۽ ديش جي ڪيترن پرانتن ۾ سندن مڃتا هئي، اهڙي طرح گرو روبداس جن جي الڳ گدي ۽ سکي شيوڪي هئي ۽ راجا پيپا سندن ئي شيوڪ هو.

جيڪڏهن گرو صاحبن جي اها پاولنا هجي ها ته صرف نانڪ صاحب جن جو گرو گهراڻو ئي ڪل مالڪ سان سچي. مطلب جو پرچار ڪري رهيو آهي يا سندن اهو وچار هجي ها ته گرو نانڪ صاحب جو اپديش، انهن سنتن جي اپديش کان نيارو يا ٻيءَ طرح جو آهي ته انهيءَ حالت ۾ هو اهڙن سنتن جي باڻي يا شبدن کي سري آد گرنٿ ۾ ڪڏهن به شامل نه ڪن ها، جن جون گرو گهر کان الڳ گرو گديون هلي رهيون هيون. گرو صاحبن ته خود پنهنجن شبدن ۾ اهڙن سنتن جي مهما ڪئي آهي.

گرو امرداس جن انهن سنتن جي مهما ڪندي فرمائين ٿا ته اهي سڀ پورن گروءَ ذريعي شبد جي ڪمائي ڪري پرماتما سان ملاپ ڪري پرماتما جو روپ ئي ٿيا هئا. انهن ذات پات، مذهب ملڪ يا قوم وغيره جي پيد ڀاو کي پيدا ڪرڻ واري هؤمي کي ناس ڪري ڇڏيو هو. اهي نام شبد ٿيا باڻي دوارا اهڙو اثر پد پراپت ڪري چڪا هئا جو ديوتا به انهيءَ باڻيءَ جي مهما ڪندي نه ٿڪبا هئا.

ناما ڇيپا ڪبير جلاها پوري گرلي گتي پائي،
برهم ڪي بيتي سبد پڇاڻهه هؤمي جاتہ گوائي،
سُر نر تن ڪي باڻي گاوهہ ڪوئي نہ ميٽي پائي.
(م-٣-٦٧)

انهيءَ ڳالهه کي ثابت ڪرڻ لاءِ ته گرو نانڪ ۽ سندن گديءَ تي ايندڙ ٻين گرو صاحبن جو اُپديش ڪو نئون يا انوکو ناهي ۽ گذريل سنت مهاتما به انهيءَ ئي روحانيت جو پرچار ڪندا رهيا آهن. پنجين گرو سري گرو ارجن ديو گهٽي ۾ گهٽ سنتن مهاتمائن جي ٻاڻي هڪ هنڌ ڪئي. سري آد گرنٿ ۾ لڳ ڀڳ ٣٠ سنتن مهاتمائن جي ٻاڻي درج ڪيل آهي. هن لاثاني گرنٿ ۾ ٻاڻي شامل ڪرڻ وقت، سنتن مهاتمائن جي مول اُپديش جي هڪ جهڙائيءَ تي ئي نظر رکي ويئي آهي، سندن مذهب، ذات رهائشي علائقي ۽ ڌنڌي وغيره کي ڪوبه ڌيان ڪو نه ڏنو ويو آهي.

توهين ڀاڻ ڏسو، بابا فريد مسلمان صوفي سنت هئا، بابا ڀيکن به مسلمان پروار مان هئا. جئديو، سورداس، پرمانند ۽ رامانند جو سنبنڌ برهمڻ خاندان سان هو. ترلوچن واڻيو هو، راجا پيپا راجپوت هو ۽ ڌنو جاٽ هو. ڪبير صاحب ڪوريءَ جو، نامديو ڪپڙي تي ڇپائي ڪرڻ جو ۽ گرو رويداس جتين ڻاهڻ جو ڪم ڪندا هئا. ڀڳت سڌن نائي هو ۽ سنتن جي شرن ۾ اچي سنت پدوي پاڻڻ کان اڳ سڌنو ڪاسائي هو.

پرڳٽي يا علائقي جي نظر کان سنت جئديو جو سنبنڌ بنگال ۽ اوڙيسا سان هو، سڌنو سنڌ ۾ پيدا ٿيو هو ۽ ڪبير صاحب ۽ رويداس جن اُتر پرديش جا هئا. راجا پيپا راجستان جا، سنت نامديو مهاراشٽر جا، ڀڳت سڌن مڌيه پرديش جا هئا. بابا فريد ڪجهه وقت دهلي ۽ فريد ڪوٽ ۾ رهيا هئا ۽ اُن بعد پاڪ پٽن ۾ ڏيرو ڪيائون، جو هاڻي پاڪستان ۾ آهي.

ايترو ئي نه، ٻه جن سنتن جي ٻاڻي گرو ارجن ديو صاحب طرفان سري آد گرنٿ ۾ لکي ويئي آهي، اُنهن مان ڪيترن جون پنهنجون الڳ گرو گديون هلي رهيون هيون. اُنهن سنتن جا پنهنجا ڪيترا سک شيوڪ هئا. گرو نانڪ صاحب کان ٣٠٠ سال اڳ پيدا ٿيل بابا فريد جو ڪافي وقت کان هلندڙ حضرت

صوفي درويشن ني ان مسئلي کي حل ڪيو ۽ سمجهايو ته پرڪاش ۽ ڌن ٻئي هڪ ئي اندروني روحاني شڪتيءَ جا انومت انگ آهن. انهيءَ هڪ ٻئي کان الڳ ڪري نٿو سگهجي ۽ ڌن ۽ پرڪاش ٻنهي جو گڏ ابياس ڪرڻ ضروري آهي.

ڀارت ۾ ڪيترا ئي مت متانتر آهن. ٻيو ڀارتي سنتن جو اتهاس لڳ ڀڳ هڪ هزار سال اڳ تائين ملي ٿو. ان کان اڳ به سنت مهاتمائون ته ضرور پيدا ٿيا ئي هوندا پر اتهاسڪ درشٽيءَ کان اسانکي انهن جي گهڻي ڄاڻ نٿي ملي. اسين هميشه ستسنگ ۾ ٻڌندا آهيون ته سنت مهاتما هر جڳهه ۾، هر سمي ۾ اپندا رهيا آهن، انهيءَ ڪري انهيءَ کان اڳ به سنت آيا ضرور هوندا، ليڪن سگهي ٿو ته اسانکي انهن جي باري ۾ ڪجهه به معلوم نه هجي.

دراصل سري گرو ارجن ديو صاحب جن ڪافي وقت لڳائي، ڌن خرچ ڪري ۽ بيحد محنت ڪري ڪيترن ئي سنتن مهاتمائن جي ٻاڻيءَ کي سري آد گرنٿ ۾ گڏ ڪيو آهي. سري آد گرنٿ جي لکڻ جو به هڪ پنهنجو ڪارڻ ۽ اتهاس آهي. گرو نانڪ صاحب، پاڻ کان اڳ وارن سنتن ڪبير وغيره جي ٻاڻيءَ دوارا ماڻهن کي سنت مت جا سڌانت سمجهائيندا هئا. ٻين گرو سري گرو انگد صاحب سنت مت جي پرچار جو سلسلو سري گرو نانڪ صاحب جي ٻاڻيءَ جي آڌار تي شروع ڪيو. گرو نانڪ صاحب جن کي پيدا ٿئي اڃا گهڻو وقت نه ٿيو هو، انهيءَ ڪري ماڻهن کي اهي محسوس ٿيڻ لڳو ته گرو صاحب جن انهن کي نئون اپديش ڏيڻ شروع ڪيو آهي. عام ماڻهن ۾ گرو نانڪ صاحب لاءِ ڪافي آدر هو ۽ پاڻ لوڪ پريه به هئا. پر تنهن هوندي به ماڻهن کي شڪايت هئي ته ڪهن گرو صاحب جن ڪا نئين سکيا، ڪو نئون سڌانت سمجهائڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهن.

سندن سرڪالين هئا. لڳ ڀڳ ٥٠٠-٦٠٠ سال اڳ هڪ نئي صديءَ ۾ هندن ۽ مسلمانن ۾ ڪيترائي سنت مهاتما پيدا ٿيا. اُن وقت کي ”ڀڳتي ڪال“ يا ”ڀڳتي يڳ“ چيو وڃي ٿو. پر اُن کان اڳ هندستان ۾ گهڻو ڪري مسلم سنت نئي ٿيا هئا.

ڀارت ۾ سنتن جي اتهاس کي گهٽي ۾ گهٽو اڄ کان ١٠٠٠ سال اڳ تائين ليکي سگهجي ٿو. اُن کان اڳ ٻوڌي، جين، يوگ ۽ ويدانت مَتن جو زور هو. اُنهن سڀني مَتن ۾ روحانيت جا مول سڌانت لڳ ڀڳ ساڳيا آهن. اُنهن سڀني ۾ مڪتيءَ جي ضرورت، آواگون ۽ ڪرم سڌانت، اهنسا ۽ ڀوڄن يا آجيوڪا لاءِ جيون کي نه مارڻ جي سکيا ملي ٿي. ”ڀڳتي لهر“ جي سنتن مهاتمائن جو اُپديش به اصلي روپ ۾ ساڳيو ئي آهي، پر اُنهن پنهنجا وِچار ڪافي کلي طرح سان ۽ کولي ظاهر ڪيا آهن. اُنهن شبد جي ڌن کي ٻڌڻ ۽ شبد جي پرڪاش کي ڏسڻ جي سڌانت تي گهڻو زور ڏنو آهي.

جين ڌرم جي باري ۾ مان پڪيءَ ريت نٿو چئي سگهان، پر ويدانت ۽ ٻڌ ڌرم ۾ اندروني پرڪاش تي گهڻو زور ڏنو ويو آهي، باقي شبد ڌُن جي باري ۾ ڪو به صاف ذڪر نه ڪيل آهي. مهاتما ٻڌ اکنڊ جوتيءَ جو ذڪر ڪيو آهي جيڪا ڪڏهن به وسامدي ڪونهي، سدائين ٻرندي رهندي آهي. ڪجهه ويدانتين شبد جو ذڪر ڪيو آهي، پر سڌيءَ طرح نه، بلڪ اڻ سڌيءَ طرح ڪيو آهي. اُنهجو خيال هو ته اهي آواز ڌيان کي ڀٽڪائن ٿا ۽ آتما کي مٿي وڃڻ کان روڪين ٿا. هو اندروني پرڪاش ۾ لين ٿيڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هئا، پر جتي پرڪاش هوندو آهي اُتي قدرتي طور ڌن يا آواز به هوندو آهي. پر اُنهن اُن شبد جي پرڪاش سان گڏ شبد ڌن جي ابياس ڪرڻ جي بجاءِ، شبد ڌن کان بچڻ جي ڪوشش ڪئي. اهڙيءَ طرح اهو وواد شروع ٿيو ويو ته پرڪاش ڏسڻ گهرجي يا ڌن ٻڌڻ گهرجي آخر سنتن مهاتمائن،

## سنتن جو ورثو

**سوال:-** مهاراج جي، سنتن ۽ سنڌن سکيا جو اتهاس ڪيترو پراڻو آهي؟

**مهاراج جي:-** جيتري قدر مون کي معلوم آهي، پارس ۾ سنتن جي اتهاس جي شروعات هتي آيل صوفي سنتن جي وقت کان ٿي ٿي آهي. مسلمانن جي حملن کانپوءِ ڪيترائي مسلمان پارس ۾ آيا ۽ انهن سان گڏ ٿي صوفي سنت ۽ سندن اپديش هتي پهتو. بابا فريد اڄ کان ۸۰۰ سال پهرين ٿي گذريو آهي. شايد هو صوفي سنتن ۾ سڀ کان پهريون سنت هو. سندس سمبنڌ چشتي پرمپرا سان هو. جن جا درويش اُن وقت هتي پنهنجي مارگ جو پرچار ڪري رهيا هئا. فريد صاحب جي باڻي سري آدگرنٿ ۾ درج آهي. اها پنجابي ٻوليءَ ۾ آهي، جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته هو هندستان جي اُن حصي پنجاب ۾ رهيا هوندا.

**ديوان صاحب:-** حضور، فريد صاحب پنهنجا آخري سال پاڪ پٽڻ ۾ گذاريا، جيڪو هاڻي پاڪستان ۾ آهي ۽ انهن ڏينهن ۾ اجوڌن جي نالي سان مشهور هو. سندن مرشد قطب الدين بختيار ڪاڪي (دهلي وارو) هو، جيڪو مشهور صوفي سنت خواجه معين الدين چشتي (اجمير واري) جو مريد هو.

**مهاراج جي:-** بابا فريد جي باڻي سرل ۽ بلڪل مول يا اصلي پنجابيءَ ۾ آهي. خبر ڪونهي ته اُن وقت، پنجابي لپي هئي يا نه. منهنجي خيال ۾، پنجاب ۾ ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۾ ايندڙ ٻولي پنجابي ئي هئي.

هڪ ٻيو مهان سنت نامديو، جيڪو مهاراشٽر ۾ پيدا ٿيو، هو به فريد صاحب جي وقت ۾ ٿيو آهي. گرو نانڪ صاحب اڄ کان ۵۰۰ سال اڳ پيدا ٿيا ۽ سنت ڪبير ۽ گرو رويداس

هو. خبر ناهي ته اها ڳالهه انگريزي ترجمي ۾ آيل آهي يا نه.
حضور مهاراج جن فوج ۾ آفيسر هئا. انهيءَ ڪري ڪين ڪڏهن
ڪلب ۾ وڃڻو پوندو هو ۽ ڪڏهن شام جو ماڻهو هنن وٽ
اچي ڳالهيون ٻولهيون ڪندا رهندا هئا. انهيءَ ڪري حضور جن
بابا جن کي پنهنجي پوري ڏينهن جو پروگرام لکي موڪليو
۽ ڪاڻن پڇيائون ته مان ستسنگ ڪهڙي وقت ڪريان؟
بابا جن جواب ۾ حضور جن کي لکيو ته، توهين شام جو
ڇهين بجي آفيس مان موٽڻ کانپوءِ ٢ ڪلاڪ ڀڄن ڪريو ۽ وري
رات جو ٩½ بجي کان ستسنگ ڪندا ڪريو. شايد حضور جن
رات جو انهيءَ وقت ڪلب ۾ ويندا هئا. تنهنڪري ڪين ڪلب
وڃڻ کان منع ڪرڻ جي بجاءِ بابا جن اُن وقت ڪين ستسنگ
ڪرڻ لاءِ هدايت ڪئي.

حضور مهاراج جن جو ماروٽ بابا بڳتا سنگهه حضور جن جي
نوڪريءَ جي شروعات کان وٺي سنڌن شيوا ۾ رهندو هو.
هو بابا جي مهاراج جو پريمي ستسنگي هو. اُن بعد هو منهنجي
پتا جن وٽ رهڻ لڳو. حضور مهاراج جن کان ڪجهه سال پوءِ
هن چولو ڇڏيو. بابا بڳتا سنگهه عام طور حضور مهاراج جن جي
باري ۾ بابا جي مهاراج جن کي لکندو رهندو هو. انهيءَ ني
بابا جن کي لکيو هوندو ته حضور هن وقت آفيس کان موٽڻ
تسا ۽ هيءَ ماڻهو هنن وٽ اچي وقت ضايع ڪن ٿا.
اُن کانپوءِ ڪڏهن حضور ڪلب ۾ به وڃن ٿا ۽ رات
جو دير سان اُتان واپس موٽن ٿا. ممڪن آهي ته اُن تي ني
بابا جن حضور جن کي لکيو هوندو ته توهان وٽ ڪجهه ستسنگي
رهن ٿا، سو روز رات جو ٩½ بجي ستسنگ ڪندا ڪريو.
هاڻي توهين خود ئي ويچار ڪريو ته بابا جن جي انهيءَ
آگيا کي سيني ستسنگين مان ڪيئن لاڳو ڪري سگهبو؟ اهي
ته خاص پتر آهن جيڪي هڪ پورن پرش دوارا ٻئي پورن
پرش کي شخصي طور لکيل آهن.

**مهاراج جي:**- ها، ها. توهين جيترا سوال پڇڻ چاهيو، پڇي سگهو ٿا.

**سوال:**- بابا جن جي انهيءَ خط ۾ اپيل آهي ته "جڏهن کان هيءَ اسٽول سرشتي لهي آهي، تڏهن کان هي من ۽ سرت گندا ٿي رهيا آهن. انهيءَ وقت کان ولي ڪڏهن ۾ سرت پورن ايڪاگرتا سان هڪ ٿي وقت ٢ يا ٣ پهرن لاءِ لڳاتار شبد ڌن ۾ نه لڳي آهي. پوءِ اتڙو جلد شبد ڌن ۾ سمائجڻ جي آشا ڪيئن ٿي رکي سگهجي؟"

چا، انهيءَ مان بابا جن اهو سمجهائڻ ٿا چاهين ته اندروني ترقي ڪرڻ لاءِ تمام گهڻي ڪوشش جي ضرورت آهي؟

**مهاراج جي:**- بابا جن حضور مهاراج جن کي اها ڳالهه سمجهائي رهيا آهن ته شبد جي ڪماليءَ ڏانهن ۽ پڇن سمرن. ڌيان ڪبتر ۽ ڌيڪ ڌيان ڏيڻ جي ضرورت آهي. انهيءَ پوريءَ ڳالهه جو اصلي تاتپرج اهولي آهي. اسانجي سرت يا آتما جگن کان شبد کان وڇڙيل رهي آهي. جڏهن کان هوءَ هن وجبا ۾ آئي آهي، تڏهن کان ڪرمن جو بوجهه کڻو ڪندي رهي آهي. تنهنڪري جيستائين ٦-٧ ڪلاڪن لاءِ سرت کي ايڪاگر ڪري شبد ۾ لين نه ڪنداسين، تيستائين اتڙو جلدي ڌن جي آشا ڪيئن ٿي ڪري سگهجي؟

انهيءَ جو مطلب اهولي آهي ته شبد يا نام ڌانهن تمام گهڻو ڌيان ڏيڻ جي ضرورت آهي.

**سوال:**- چا، ورهين تائين انهن ڪرڻ جي ضرورت آهي؟

**مهاراج جي:**- لڳاتار ابياس جي ضرورت آهي، پوري عمر ابياس ڪندي رهڻ جي ضرورت آهي. مان هميشه چوندو آهيان ته هيءَ لڳاتار دائمي جدوجهد آهي.

حضور مهاراج جن جڏهن سرڪاري نوڪريءَ ۾ هئا، تڏهن بابا جن ڪين روزاني پروگرام جي باري ۾ هڪ دفعي لکيو

**مهاراج جي:-** ها. هو ڪجهه به ڪري سگهون ٿا. سمجهو
ته هڪ منش جو ڪار ۾ حادثو ٿيڻو آهي. انهيءَ سان گڏ چار
شخص ٻيا به آهن جن کي به ان ائڪسيڊنٽ جو شڪار ٿيڻو
آهي. هاڻي آن اڪيلي ماڻهوءَ کي آن حادثي مان ڪيئن ٿو
بچائي سگهجي؟ جيڪڏهن انهيءَ هڪ ماڻهوءَ جا ئي ڪرم
ڪٽيا وڃن ته باقي چڻ ماڻهن جا ڪرم به ڪٽا پوندا آهن ؟
آن سان گڏوگڏ ڊاڪٽرن، نرسين ۽ ٻين ڪيترن ماڻهن جي
ڪرمن کي به بدلڻو پوندو، جن جو آن حادثي سبب سنبنڌ
ٿيڻو آهي. اهو سڀ ڪجهه ڪٿي نٿو سگهجي. ستڪرو انهيءَ
هڪ ستسنگيءَ جي سهائتا ڪرڻ چاهين ٿا، پر ڪرمن جي آن
پوريءَ زنجير کي ٽوڙڻ نٿا چاهين. انهيءَ ڪري اهڙي حالت
۾ ڪرمن کان نه، پر ڪرمن جي اثر کان معافي ملندي آهي.
اسين من جي ڊولائمان ٿيڻ بنا، کلندي مشڪندي آن ڪرم
کي، ڀوڳي وٺندا آهيون.

**سوال:-** مهاراج جي، باقي هڪ آخري ڳالهه پڇڻي
آهي.

**مهاراج جي:-** ها، ها. ضرور پڇو.

**سوال:-** هيءَ خط نمبر ٣٨ جي باري ۾ آهي.

**مهاراج جي:-** مون اهي خط صرف آن وقت پڙهيا
هئا، جڏهن پروفيسر جڳموهن لعل انهنجو ترجمو ڪيو هو ؛
پانڊولپي پريس ۾ ڇپائيءَ لاءِ موڪلي پئي وئي. آن وقت
۾ مون اهي خط سرسري طور پڙهيا هئا، ڇاڪاڻ ته اسان وٽ
اهي خط اصل ۾ ڇپيل آهن ؛ جيڪي انگريزي ترجمي کان
وڌيڪ سندر آهن. آن بعد مون شايد ئي اهي ٻيهر انگريزيءَ
۾ پڙهيا هوندا، ڇاڪاڻ ته اصلي سندرتا آن ٻوليءَ ۾ ئي
ٿئي ٿي، جنهن ۾ ڪا ڳالهه لکي وئي هجي.

**سوال:-** مهاراج جي، فقط هڪ سوال باقي آهي.

کي واپس کينچي رچنا ۾ آڻي سگهن ٿا. حضرت عيسيٰ به فرمائين ٿا: ”جن توهانجي خلاف ڪجهه ڪيو آهي، توهين انهنکي معاف ڪري سگهو ٿا، پر جن جو توهان نقصان ڪيو آهي يا جن جي توهان دل دکائي آهي، انهن کان توهانکي پنهنجن گناهن جي معافي وٺڻ گهرجي. جيڪڏهن توهين پين جا گناهه معاف نٿا ڪري سگهو، يا پين کان پنهنجي گناهن لاءِ معافي نٿا وٺي سگهو ته پوءِ توهانکي به پرم پتا پرماتما کان معافي نه ملي سگهندي.“ (مٿيو- ٦:١٤-١٥، ٥:٢٣-٢٦، ١٨:٢١-٢٢).

باباجن جي چوڻ جو به اهوئي ڀاؤ آهي ته توهانجي ڪوهه ڪوٽاڻ ۽ ستسنگ گهر نهرائڻ مان سنگت کي لاڀ پهچي رهيو آهي، سنگت کي اُن مان ستسنگ ٻڌڻ ۽ پڇن سمرن ڪرڻ ۾ سهائتا ملي رهي آهي. انهيءَ ڪري توهانکي انجو پرمارٿي لاڀ ملندو.

حضور مهاراج جن کي انجو ڪهڙو لاڀ پهتو اهو ته باباجن ۽ حضور جن ئي ڄاڻن، پر اسان ستسنگين کي انجو جيڪو لاڀ پهتو آهي، اهو سڀني جي سامهون آهي. ڏيري جي جيڪا به ترقي ٿي آهي، اُها سڀ حضور مهاراج جن جي ٤٥ سالن جي گرو گديءَ جي عرصي ۾ سندن ڪيل شيوا جو ئي ڦل آهي.

**سوال:-** انهيءَ ئي خط ۾ باباجن حضور مهاراج جن کي اهو به لکيو آهي ته ”توهانجي پرالبد ۾ جيڪي به کوٽا ڪرم هئا، جن جو خراب ڦل ملڻو هو، اُهي سڀ ناس ٿي ويا آهن.“ منهنجي خيال ۾ پرالبد ڪرم ناس نٿا ٿي سگهن.

**مهاراج جي:-** ڪڏهن ڪڏهن پرالبد ڪرمن ۾ به معافي ملي ويندي آهي. اهو ڪل مالڪ جيڪي ڪجهه چاهي، ڪري سگهي ٿو. جيئن مان اڪثر چوندو آهيان، اُن

دیا مهر پراپت ٿئي ٿي ۽ جيڪڏهن آهي ڪرم بنا ڪنهن ڦل جا لاڀ جي پاڻنا سان يعني نشڪام پاڻنا سان ڪيا وڃن ته اها دیا مهر الدرولي يعني روحاني به ٿي سگهي ٿي. پر جي اهوئي ليڪ ڪر ڦل جي اڇا رکي ڪيو وڃي، ته انجو اثر ڪجهه الڳ ٿيندو.

سمجهو ته توهين ڪنهنکي ڪڇ دان ڏنو ٿا ۽ سوچو ٿا ته مون هن جنم ۾ سندس مدد ڪئي آهي، هو ايندڙ جنم ۾ منهنجي مدد ڪندو. اهڙي حالت ۾ توهان جي چاهي اهڙي ليڪ ڪرم جو سٺو ڦل جوڙ ڪٽي ملي، پر ان ڦل کي پائڻ يا پراپت ڪرڻ لاءِ توهانکي وري جنم نه اوس ئي وٺڻو پوندو.

حضرت عيسيٰ فرمائين ٿا: ”جيڪڏهن توهين ڪنهن ٻئي جي ڀلي ڀري جي ڀاري ۾ فيصلو ڏيندا ته توهانجي ڀاري ۾ به اهڙو فيصلو ڏنو ويندو.“ (متيو ٧:١-٢). انهيءَ لاءِ توهان کي واپس سنسار ۾ اچڻو پوندو. جيڪڏهن توهان ڪنهنجي مدد ڪئي آهي ۽ توهانجي من ۾ انجي ڦل جي ڪا اڇا ڪانهي، ته اُن ليکيءَ جو ڦل پائڻ لاءِ سنسار ۾ اچڻو نه پوندو. اهڙي قسم جي ليڪ ۽ نشڪام ڪرمن ذريعي پرم پتا پرماتما جي دیا مهر پراپت ٿئي ٿي.

پرماتما جي دیا مهر ڇا آهي؟ اها ئي آهي ته اسانکي جنمن جو قرض ڏيڻو آهي، انجي معافي ملي. اها دیا مهر ئي اهو پرمارٿي لاڀ آهي، جنهنجو بابا جن ذڪر ڪيو آهي ۽ جنڪو اسانکي پنهنجي گذريل ڪرمن جي بدلن کان ڇوٽڪارو ڏياري ٿو.

اسانجي ۽ مالڪ جي وچ ۾ رڪاوٽ ڪهڙيءَ ڳالهه جي آهي؟ اسانجي ڪرمن روپي قرض جي آهي، ڏيڻ وٺڻ جي آهي. جيڪي ڪجهه اسانکي ٻين جو ڏيڻو آهي ۽ جيڪي ڪجهه ٻين کان وٺڻو آهي، آهي ٻئي يعني ڏيڻ ۽ وٺڻ اسان

**سوال:-** خط نمبر ۴۴ ۾ آيل آهي ته.........

**مهاراج جي:-** ائين ئو لڳي ته مونکي اهي خط وري پڙهڻا پوندا.

**پروفيسر پنناگر:-** دراصل مشڪلات اها آهي ته اسين سنت مت جي هر ڳالهه کي سيني سان ساڳئي روپ ۾ لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڪريون ٿا. ستگرو جو هر ستسنگيءَ سان الڳ شخصي سمبنڌ ٿئي ٿو. تنهڪري سندن هر ڳالهه کي هڪ سريکو سيني سان لاڳو ڪرڻ نه گهرجي.

ستگرو جنهن حالت ۾ هڪ ستسنگيءَ تي جيڪا ديا مهر ڪري ٿو، هنکي جيترو پرير سيوا بخشي ٿو، يا هنکي جيڪو سک دک ڏئي ٿو، اهو ضروري ڪونهي ته انهيءَ حالت ۾ سيني ستسنگين کي اها ئي ديا مهر، اهو ئي پرير سيوا يا اهو ئي سک دک پراپت ٿئي ۽ ٻي ڳالهه اها آهي ته اهي خط هڪ پرم سنت طرفان ٻئي پرم سنت کي لکيا ويا آهن. انهنکي سيني سان لاڳو نٿو ڪري سگهجي.

**مهاراج جي:-** اهي، شخصي خط آهن. انهن ۾ سڌانتن جي ڪا خاص وياکيا ڪيل ناهي. جيڪي ڪجهه به انهن ۾ لکيو ويو آهي اهو شخصي طور آهي.

**سوال:-** ها. پر تڏهن به انهن ۾ ڪيتريون ئي دلچسپ ڳالهيون آهن. مثال طور خط نمبر ۱۴ ۾ بابا جن فرمائين ٿا: "تو جو ڪوهه ڪوٽايو آهي ۽ ستسنگ گهر ٺهرايو آهي، انهيءَ جو توکي پرمارٿي لاڀ ملندو." اهو ڏيان ۾ رکندي به ته هيءَ هڪ شخصي ڳالهه آهي، مونکي سمجهه ۾ نٿو اچي ته چڱن ڪرمن دوارا روحاني لاڀ ۽ ترقي ڪيئن ٿا ٿي سگهن. منهنجي خيال موجب شبھ ڪرمن جو ڦل به سرير هوندي ئي پوڳڻو پوي ٿو.

**مهاراج جي:-** نه. نيڪ ڪرمن سان به ڪل مالڪ جي

حالتن ۾ بيمار ڪرم ته اهي ساڳيا ئي ڀوڳي رهيو آهي، پر
پنهنجي پياري سنبنڌيءَ جي موجودگيءَ ڪري اُن جي من
۾ ڏيرج ۽ شانتي رهي ٿي. اِئين ڪونهي ته ستگروءَ جي
موجودگيءَ ۾ ڪرم ڀوڳڻ سان ڪرمن ۾ ڇوٽڪارا معافي ملي
ٿي، پر ممڪن آهي ته انهن جو اثر محسوس نه ٿيندو هجي.

**سوال:-** جيڪڏهن ستگروءَ چاهي ٿو ته ڪو جيو هن
جنم ۾ ئي سڀ ڪرم ڀوڳي ختم ڪري ۽ ڪنهن ٻيهر جنم
وٺڻ نه پوي ته اُنهيءَ جي عمر جو عرصو اوترو ئي رکيو
ويندو آهي يا ڪجهه وڌايو ويندو آهي ته جيئن سندس سڀئي
ڪرم آسانيءَ سان ختم ٿي سگهن؟

**مهاراج جي:-** عام طور، زندگيءَ جو عرصو اهو ئي
رهي ٿو. پر جي عمر وڌائڻي به پوي ٿي ته ان کي بلڪل
ٿوري عرصي لاءِ وڌايو ويندو آهي، ڇاڪاڻ ته گهٽي عمر
وڌائڻ جي حالت ۾ ڪيترن ٻين جيون جي ڪرمن تي به
اثر پوي ٿو. سمجهو ته اسان کي ڪنهن خاص وقت تائين
پنهنجي استريءَ ۽ ٻارن سان گڏ رهڻو آهي. اسانجو اُنهن سان
هڪ ٻئي جي ڪرمن انوسار سنبنڌ آهي. جيڪڏهن اسانجي
عمر ٥٠ سالن مان وڌائي ٨٠ سال ڪئي وڃي ته اسانجو اُنهن
سان سنبنڌ ڪيئن ٺيڪ رهندو، جڏهن اهو اسانجي ٥٠ سالن
جي عمر ۾ ئي ختم ٿي چڪو آهي ۽ اسانجي عمر وڌائڻ سان
اُنهنجي ڪرمن تي به اثر پوندو.

سنتن جو سنبنڌ صرف پنهنجي ستسنگيءَ جي ڪرمن ڀوڳائڻ
سان رهي ٿو. هو باقي جيون جي ڪرمن ۾ دست اندازي نه
ڪندا آهن. تنهنڪري عام طور ستسنگيءَ جي عمر نه وڌائي
ويندي آهي، اهائي رکي ويندي آهي. ستسنگيءَ جي ڪرمن
کي ته ستگرو جيئن چاهين تيئن ڀوڳائي سگهن ٿا، پر ٻين جيون
ڪرمن جي حساب ڪتاب ۾ دخل نٿو ڏئي سگهجي.

**ديوان صاحب:-** پر جي ستگرو چاهين ته مان ١٠ مڻن جو ڀورو بار محسوس ڪريان ته ڇا هو مونکي ڀاڻ ڪان دور موڪلي ڇڏيندا؟

**مهاراج جي:-** نه. اهڙي ڳالهه ڪونهي. ڪال جو واسطو يا سنبنڌ ان ڳالهه سان بلڪل ڪونهي ته اسين ڪرمن جو ڪيترو بار محسوس ڪريون ٿا. انهيءَ جو تعلق صرف ايترو ئي آهي ته اسين ڪيترن ڪرمن جو حساب چڪائي سگهون ٿا. ڪرمن جي اثر يا بوج کي محسوس ڪرڻ بلڪل الڳ ڳالهه آهي. ڪي ماڻهو ٿورڙي ڏکدائي گهٽنا کي سهج ڀاءُ ۾ وٺن ٿا يا سهن ٿا، جڏهن ڪي ٻيا ماڻهو انهيءَ ئي واقعي ۾ روئڻ پٽڻ لڳن ٿا. ٻنهي لاءِ دکدائي واقعو ساڳيو آهي، پر ان جو اثر ٻنهي تي الڳ الڳ پوي ٿو. ڪو منش ڪنهن گهٽنا جو ڪيترو اثر محسوس ڪري ٿو، اهو هن جي من ۽ آتما جي اوستا تي مدار رکي ٿو.

ڪي ماڻهن جو آتمڪ بل ايترو قدر وڌيل هوندو آهي، جو چاهي هو ڏينهن رات دکن جو مقابلو ڇونه ڪندا هجن، پر تنهن هوندي به انهن جي من تي ڪو به اثر نه ٿيندو آهي. ٿي سگهي ٿو ته الڳ الڳ انسان هڪ ئي قسم جا ڪرم ڀوڳي رهيا هجن، پر انهن تي ان جو اثر الڳ الڳ ٿيندو هجي. سمرن ڀڄن ڪرڻ سان اسان ۾ ايتري روحاني شڪتي اچي ٿي جو آهي ڪرم ڀوڳيندي به اسان جو من اڏول رهي ٿو ۽ اسان کي انهن ڪرمن جو ڪو به اثر محسوس ڪونه ٿو ٿئي. انهيءَ ڪري اسين ١٠ مڻ دکن جو نه، پر ١٠ مڻ ڪرمن جو حساب چڪايون ٿا. قدرتي طور ستگروءَ جي موجودگيءَ ۾ دک گهڻو گهٽ محسوس ٿئي ٿو. مثال طور جيڪڏهن بيمار جو ڪو پيارو شخص سندس اڳيان هوندو، ته هنکي بيماريءَ جو ڪشٽ ايڏو محسوس نه ٿيندو، جيترو هنکي اسپتال ۾ اڪيلي رهندي ٿي سگهي ٿو. ٻنهي

اسانجو دنيا لاءِ ڪيترو موهه پيار آهي ۽ ستگروءَ لاءِ سچ پچ ڪيترو موهه پيار آهي. ستگروءَ جي موجودگيءَ ۾ اسين اهين ئي محسوس ڪندا آهيون ته اسانکي ستگروءَ لاءِ بيحد پريم آهي، ڇاڪاڻ تہ اُن وقت اسانکي ٻئي طرف ڪمپيٽ ڪرڻ واري ڪاد وستو اسانجي سامهون ڪانہ ٿي رهي. ستگروءَ جي سامهون اسانجي اندر ۾ هن جو پريم سمايو رهي ٿو. پر اهو پريم ڪيترو گهرو آهي، اهو ڄاڻڻ جو موقعو تڏهن ملي ٿو، جڏهن اسين ستگروءَ کان دور ٿيون، دنيا جي ڪم ڪار پيدا ٿين ۽ موهه پيار ۾ اُلجهي وڃون ٿا. جيڪڏهن الهيءَ واتاورڻ ۾ بہ اسانجي اندر ستگروءَ لاءِ ررهه وڇوڙو ۽ تڙپ آهي، ستگروءَ لاءِ ڀرڻ جهڙو ئي پيار ۽ ڀڳتي ڀاؤ قائم آهي ۽ سندس درشن سروپ سان ملڻ جي ڀرڻ جهڙي ٿي، اڪير ۽ اڇا آهي ته اُن مان اها خاطري ٿئي ٿي تہ سچ پچ اسانکي ستگروءَ لاءِ پريم پيار آهي. هر جي ستگروءَ جي اکين کان اوجهل ٿيندي ئي اسين ڪس الجهي وڃون ٿا تہ پوءِ اسين پاڻ ئي اندازو لڳائي سگهون ٿا تہ اسانجو پيار ڪيترو گهرو آهي.

**ديوان صاحب:**- مهاراج جي، مولکي رچ ۾ ڳالهائڻ لاءِ ڪميا ڪرڻ فرمائيندا. مون اهو چوڻ ٿي چاهيو تہ جيڪڏهن مولکي ڏهہ مڻ دک ڀوڳڻو آهي تہ ستگروءَ جي موجودگيءَ ۾ ۽ ستگروءَ مان ايندڙ يا اٿين ٿيندڙ پريم ۽ دنيا مهر جي ڌارا سان منهنجي دک جو بوجهہ ١٠ مڻ مان گهٽجي ٥ مڻ ٿي رهجي ويندو. ڇا، الهيءَ ڪري ٿي مولکي ستگروءَ جي درشن سروپ کان جدا ڪير ويندو تہ جيئن مان پورن ١٠ مڻ جو قرض چڪائي سگهان؟

**مهاراج جي:**- نہ. ستگروءَ جي موجودگيءَ ۾ بوجهہ ١٠ مڻ مان گهٽجي ٥ مڻ ڪونہ ٿيندو، پر اهو ئي سگهي ٿو تہ ١٠ مڻ جو بوجهہ توهانکي ١٠ مڻ جيترو ڀاري محسوس نہ ٿئي-

تہ اسانجي اندر بہ سندس ديھہ سروپ لاءِ پيدا ٿيل پريم،
ازخود اسانکي اندر سندس تلاش ڪرڻ لاءِ مجبور ڪندو،
سندس اهو وڇوڙو، اسان بہ اندروني نوري سروپ سان ملڻ
جي تڙپ پيدا ڪندو، جيڪو هميشھہ اندر براجمان آهي.
اُن بعد حضرت عيسيٰ فرمائين ٿا: "مان شبد سروپ يا
نوري سروپ بہ توهانجي سهائتا ڪندس." سندن مطلب آهي
تہ جڏهن منهنجي ديھہ سروپ کان دوري محسوس ڪندا تہ
توهين اندر نوري سروپ، شبد يا نام طرف ڌيان ڏيندا. پوءِ
توهان کي معلوم ٿيندو تہ مان توهان سان گڏ آهيان ۽ توهان
کي سچي خوشي، سچي راحت پراپت ٿيندي. ديھہ سروپ
تہ ڪڏهن سامهون رهي ٿو، ڪڏهن نہ ٿو رهي. شش کي
سنت مت جي باري بہ سمجهائي، اُنهيءَ کي هن مارگ تي
لڳائي ۽ هنجي اندر شبد يا نام لاءِ پريم پيدا ڪري،
ديھہ سروپ جو ڪار پورو ٿئي ٿو. اُن کانپوءِ ديھہ سروپ
جي پريم کي شبد يا نام جي پريم بہ تبديل ڪرڻ ضروري
آهي، ڇاڪاڻ تہ اسانکي سنسار ۽ سرير مان ڪڍي، پرماتما
سان ملائڻ جو ڪار شبد يا نام ئي ڪري ٿو.
بابا جي مهاراج جن بہ اهوئي فرمايو آهي تہ توهانجي
پلائي انهيءَ ڳالهہ بہ آهي تہ مان توهان کان دور ٿي وڃان،
جيئن توهانجي اندر جيڪو پريم ۽ پڪتي ڀاؤ مون پيدا ڪيو
آهي، اُهو توهانکي اندر شبد يا نام ڏانهن ڇڪي ۽ توهين
اندر مون سان ميلاپ ڪري سگهو.

**سوال:-** اُنجو مطلب تہ وڇوڙو يا وڇوڙو ضروري آهي؟

**مهاراج جي:-** ها، ضروري آهي. نهايت ضروري آهي.
ستگروءَ جي ديھہ سروپ جي وڇوڙي بنا، اسانکي اهو
معلوم بہ نہ ٿيندو تہ اسانجي اندر بہ دراصل ڪيترو پريم
آهي، ڪيترو ڀڳتي ڀاؤ آهي. وڇوڙي بنا اسانکي اها بہ
خبر نہ پوندي تہ اسين ستگروءَ بنا ڪيترو بيچين آهيون،

حضرت عيسيٰ به فرمائين ٿا: ”منهنجو پورو پتا مون کان وڌيڪ ڄاڻي ٿو ته مون لاءِ ڇا بهتر آهي“ (متيو ٦:٧). مالڪ کي پرارٿنا ڪرڻ جو مطلب آهي کيس پنهنجي گهرجن کان واقف ڪرڻ، جڏهن اُهن کان هو بيخبر آهي. اهڙي طرح مالڪ ۾ اوشواس ظاهر ڇو ڪجي؟ سڀ ڪجهه مالڪ جي حڪم يا موج تي ڇڏي ڏيڻ گهرجي ته جيڪي ڪجهه هو ٺيڪ سمجهي سو ڪري. اسانکي اتاولو ڇو ٿيڻ گهرجي؟ هو بهتر ڄاڻي ٿو ته اسانجو ڀلو ڪهڙي ڳالهه ۾ آهي. اسانکي پنهنجي فرض جي پورواري ڪندو رهڻ گهرجي.

**سوال** :- سائين خط ۾ ٿي، اڳتي هلي بابا جي مهاراج جن فرمائين ٿا: ”پورن ستگرو پنهنجي پرمي ستسنگيءَ کي صرف ڪرمن جي ڦل پورائڻ لاءِ پنهنجيءَ ديهه سروپ کان جدا ڪندا آهن، پر شبد ڌن کان ڪڏهن به الڳ ڪون ڪندا آهن.“ ڇا اُنجو اهو مطلب آهي ته ستگروءَ جي ديهه سروپ کان جدا رهڻ سان ڪرمن کي پورائڻ وڌيڪ آسان ٿئي ٿو؟

**مهاراج جي**:- نه. انهيءَ ۾ ڪرمن جي پورائڻ ۾ ڪابه آساني ڪانه ٿي ٿئي. ٿي سگهي ٿو ته ستسنگيءَ کي ديهه سروپ کان دور رکڻ ۾ ڪرمن جو ڪو هٿ ٿي نه هجي. پر انهيءَ ۾ هنجي آتما جي ڀلائي ٿي سگهي ٿي.

حضرت عيسيٰ به اها ساڳي ڳالهه ڪن ٿا: ”انهيءَ ۾ توهانجي ڇڱائي آهي ته مان هاڻي توهانکي ڇڏي وڃان.“ (جان ١٦:٧). ستگرو پنهنجي ديهه سروپ دواران اسانجي اندر پنهنجو پريم ۽ ڀڳتي ڀاءُ پيدا ڪن ٿا. پر عام طور اهو پريم ستگروءَ جي ديهه سروپ لاءِ ئي ٿئي ٿو. اُن پريم کي ستگروءَ جي نوري سروپ، شبد يا نام جي پريم ۾ بدلڻ ضروري آهي، ڇاڪاڻ ته آخر شبد يا نام ئي اسانکي ڪُلهي مالڪ سان ملائي ٿو. جڏهن اسانکي ستگرو ٻاهر ڏسڻ ۾ نٿو اچي

جوشش جي ڀلائيءَ لاءِ هوندو آهي.

**سوال:-** ڇا، اسين ڏيري ۾ رهندي ڪشٽ ڀوڳي ڪرمن جي ليکي کي وڌيڪ تيزيءَ سان چڪائي سگهون ٿا؟

**مهاراج جي:-** اهو اسانجي هٿ ۾ ڪونهي. جيڪڏهن اسانکي خبر هجي ته اسانجي ڪرمن جو بوجھ ڪيترو آهي؛ ڪيترو اسانکي چڪائڻ گهرجي؛ اسين سوچڻ لڳون ته ”اسانکي هن وقت هي ڪرم ڀوڳي وٺڻ گهرجن“، ته اها الڳ ڳالهه آهي. پر نه ته اسانکي اهو معلوم آهي؛ نه انهيءَ باري ۾ اسين خود ڪجهه ڪري ٿا سگهون، ڇاڪاڻ ته اهو اسانجي هٿ ۾ ڪونهي.

**سوال:-** منهنجا ڪيترا ستسنگي دوست ڪجھ سالن کان چوندا رهيا آهن ته هو ستگروءَ کي وينتي ڪندا ته سندن سڀ ڪرم هن ئي جنم ۾ ختم ڪيا وڃن. ڇا، اهڙي پرارٿنا ڪرڻ سٺي ڳالهه آهي؟

**مهاراج جي:-** ڪير اهڙي پرارٿنا ڪري يا نه ڪري ان مان ڪجهه به فرق نٿو پوي، ڇاڪاڻ ته ستگرو چڱيءَ طرح ڄاڻن ٿا ته اسانجي ڀلائي ڪهڙيءَ ڳالهه ۾ آهي. جي وينتي ڪرڻ سان توهانجي من کي آٿت ملندو هجي ته ڀلي وينتي ڪريو. پر جيڪڏهن توهين اها وينتي به ڪندا ته هن جنم ۾ اهي ڪرم نٿا ڀوڳي سگهو، تهڪري توهانکي هڪ ٻيو جنم ڏنو وڃي تڏهن به ان مان ڪو به فائدو نه ٿيندو. اسانکي ته مالڪ جي رضا ۾ راضي رهڻ گ . جڏهن اسين وينتي ڪريون ٿا ته من جي ... عرض ... ين مالڪ جي موج، ... ڪريون ٿا ! ... ٿا ته پوءِ ڪنهن به ... دست الدا ... نٿو اچي، ضرورت ... حڪم

**سوال:-** اهو ته مان سمجهي ويس. پر مان ڄاڻڻ چاهيان ٿو ته ڇا ستسنگيءَ کي هن جنم ۾ هڪ عام انسان کان وڌيڪ ڪشٽ ڀوڳڻا پون ٿا؟

**مهاراج جي:-** مان ستسنگين کي ڏيکارڻ ٿو چاهيان. اهو ضروري ڪونهي ته هر ستسنگيءَ کي اهڙيءَ طرح گهڻا ڪشٽ ڀوڳڻا پون. اهين ڪونهي ته جيو جيترو وڌيڪ ڪشٽ ڀوڳيندو اوترو وڌيڪ نرمل ٿيندو.

**سوال:-** ڇا، جيترو وڌيڪ ڪرمن جو حساب ڀوڳيو وڃي ٿو، اوترو ئي وڌيڪ جيو نرمل ٿئي ٿو؟

**مهاراج جي:-** ها. اهو ٺيڪ آهي. ڪرمن جو حساب يا ته ڀڄن سمرن ذريعي چڪائي سگهجي ٿو يا هن ئي جنم ۾ ڏک ئي ڀوڳي ختم ڪري سگهجي ٿو، يا وري ٻيهر جنم وٺي. پر ڪرمن جو حساب ته هر حالت ۾ چڪائڻو ئي پوي ٿو.

**سوال:-** ڇا، انجو مطلب آهي ته روحاني ترقيءَ جي رفتار تيز ڪرڻ لاءِ هڪ ئي جنم ۾ گهڻيئي ڪرم ڀوڳائي سگهجن ٿا.

**مهاراج جي:-** اها ڳالهه ڪرم ڀوڳڻ واري جيو تي شخصي طور مدار رکي ٿي. ڪن ماڻهن ۾ سهنشيلتا وڌيڪ ٿئي ٿي. ستگرو سوچيندو آهي ته هن جيو کي ڪن ٿورن ئي ڪرمن جو حساب چڪائڻ لاءِ وري جنم وٺڻو پوي، تنهن کان بهتر اهين ٿيندو ته انهيءَ جنم ۾ ئي اهي ڀوڳيا وڃن. سمجهو ته ڪي اهڙا ڪرم آهن جن جو حساب صرف ۴-۵ سالن ۾ ڀوڳڻ سان چڪائي سگهجي ٿو. انهيءَ حالت ۾ بهتر اهين ٿيندو ته انهن ڪرمن ڪارڻ وري جنم وٺڻ بجاءِ، اهي هن جنم ۾ ئي ڀوڳي وٺجن. اهو ڀلو ئي آهي ته جڏهن هن جنم جي ڪرمن سان گڏ ايندڙ جنم ۾ ڀوڳڻ وارن ۴-۵ سالن جا ڪرم به جوڙيا ويندا ته ڪرمن جو بوجهه ڪجهه ته ضرور گهٽجي ويندو. اهين سڀني ڳالهين جو فيصلو ستگروءَ جي هٿ ۾ آهي. ستگرو اهو ئي ڪندو آهي

**مهاراج جي:-** "پنهنجي شبد سروپ" جو به اهو ئي مطلب آهي، جيڪو "ستگرو شبد سروپ" جو آهي. ستگرو شبد آهي ۽ انجو سروپ، انجو شبد روپ توهانجي اندر آهي انهيءَ ڪري هميشه پنهنجي اندر ستگروءَ جي شبد سروپ ڏانهن ڌيان رکڻ گهرجي.

**سوال:-** مهاراج جي، خط نمبر ١٣ ۾ بابا جن فرمائين ٿا: "پورن ستگرو هن ديهيءَ ۾ ئي شش جا ڪيترن گذريل جنمن جا ڪرم ڀوڳائي، ڪرمن جو ليکو ختم ڪندا آهن."

هن مارگ تي ايندڙ ڪيترا ستسنگي سوچيندا آهن ته نام دان ملڻ ڪري ئي انهن تي اوچتو ڪا وڏي بيماري يا مصيبت آئي آهي. چا، مان پڇڻ چاهيان ٿو ته "پورب جنم جي ڪرم ڀوڳائڻ" جو ڇا مطلب آهي؟

**مهاراج جي:-** هيءَ اها ئي ڳالهه آهي، جا مان هاڻي توهانکي سمجهائي رهيو هوس. ستگرو شش کي واپس ڪل مالڪ، پرماتما سان ملائڻ لاءِ ذميوار ٿئي ٿو. تنهنڪري انجي سڀني ڪرمن جو حساب ختم ٿيڻ ضروري آهي. اهو ڪرمن جو حساب هن ئي جنم ۾ ديهه ۾ ڀوڳائي پورو ڪرايو وڃي يا ٻين سمرن ذريعي ادا ڪيو وڃي يا هڪ ٻيو جنم ڏئي ختم ڪرايو وڃي، انهيءَ ڳالهه جو فيصلو ستگرو ستسنگيءَ جي ڀلائي ڏسي ڪندو آهي. ستگرو ڄاڻي ٿو ته ڪهڙي جيو آتما هن جنم ۾ ڪيتري سختي برداشت ڪري سگهي ٿي. جي اها آتما هن جنم ۾ گهڻي سختي برداشت ڪري نٿي سگهي ته ستگرو انهيءَ کي هڪ ٻيو جنم ڏيندو آهي. پر ڪي جيو آتمائون ڪافي سختي برداشت ڪري سگهنديون آهن. انهيءَ ڪري، جيئن بابا جن پنهنجي خط ۾ لکيو آهي ته انهن کان هن جنم ۾ ئي گذريل جنمن جي ڪرمن جو حساب ڀوڳائي سگهجي ٿو. جيڪڏهن ستگرو نٿو چاهي ته ڪا آتما سنسار ۾ ٻيهر سنسار ۾ اچي، ته هن جنم ۾ ئي سندس ڪرمن جو حساب ختم ڪرڻ ضروري ٿئي ٿو.

آهن، تڏهن هن پرم پتا پرماتما کي پنهنجي چيلن شش جي باري ۾ وينتي ڪئي: ”جيسيتائين مان سنسار ۾ هوس، تيسين مون سندن ديک ڀال ۽ رهنمائي ڪئي. هاڻي جڏهن مان سنسار ۾ نه هوندس ته مان توکي پرارٿنا ٿو ڪريان، نه سڄي سنسار جي جيون لاءِ، پر صرف اُنهن جيون لاءِ جن کي مون تنهنجي نام ذريعي جاڳايو آهي. ته هاڻي تون اُنهنجي سنڀال ڪج، جيئن هو ان راهه کان ڀٽڪي نه وڃن.“ (جان-١٧: ٩، ١١، ١٢، ١٥). انهيءَ جو به اهوئي مطلب آهي ته جن جيو آتمائن کي حضرت عيسيٰ جاڳايو هو يا نام دان ڏنو هو، صرف اُنهن لاءِ ئي هو جوابدار هئا.

حضرت عيسيٰ پرماتما کي اها پرارٿنا به ڪئي هئي: ”وچنا کان ٻاهرين هي سڀ آتمائون تنهنجون ئي هيون. تو اهي مون کي سونپيون هيون. مون اُنهن کي سچي مارگ تي لڳايو آهي ۽ اهو ڌيان رکيو آهي ته اُنهن مان ڪابه جيو آتما ان مارگ تان ڀٽڪي نه وڃي، گمراهه ٿي نه وڃي. منهنجي ذريعي اهي سڀ آتمائون هاڻي ورى تنهنجون ٿي ويون آهن. اهي منهنجون نه هيون. تنهنجون ئي هيون. تون اُنهن تي رحم ڪر، ديا مهر ڪر. اُنهن کي تو تائين پهچڻ جو مارگ جو پنڌ ملي چڪو آهي، انهيءَ ڪري اهي آتمائون واپس تنهنجون ئي ٿيون آهن، وچنا جون نه رهيون آهن.“ (جان-١٧: ٦، ١٢، ١٠).

اهڙي طرح بابا جي مهاراج جن فرمائين ٿا ته نام دان بعد ستگرو پنهنجي ستسنگيءَ جي ڪرمن لاءِ ذميوار رهي ٿو.

**سوال:-** خط نمبر ١٠٤ ۾ باباجن فرمائين ٿا: ”صرف پنهنجي شبد سروپ جي باري ۾ خيال ڪريو ۽ اها ڳالهه سمجهي ڇڏيو، من ۾ وهاري ڇڏيو ته منهنجو اصلي سروپ ستگروءَ جو شبد سروپ آهي.“ مان اها ڳالهه ته سمجهان ٿو ته ”ستگرو شبد سروپ“ جو ڇا ارٿ آهي، پر اهو ڄاڻڻ چاهيان ٿو ته ”پنهنجي شبد سروپ“ سان باباجن جو ڪهڙو ارٿ آهي؟

**مهاراج جي:-** "پنهنجي شبد سروپ" جو به اهو ئي مطلب آهي، جيڪو "ستگرو شبد سروپ" جو آهي. ستگرو شبد آهي ۽ انجو سروپ، انجو شبد روپ توهانجي اندر آهي انهيءَ ڪري هميشه پنهنجي اندر ستگروءَ جي شبد سروپ ڏانهن ڌيان رکڻ گهرجي.

**سوال:-** مهاراج جي، خط نمبر ١٣ ۾ بابا جن فرمائين ٿا: "پورن ستگرو هن ديهيءَ ۾ ئي شش جا ڪيترن گذريل جنمن جا ڪرم ڀوڳائي، ڪرمن جو ليکو ختم ڪندا آهن."

هن مارگ تي ايندڙ ڪيترا ستسنگي سوچيندا آهن ته نام دان ملڻ ڪري ئي انهن تي اوچتو ڪا وڏي بيماري يا مصيبت آئي آهي. ڇا مان پڇڻ چاهيان ٿو ته "پورب جنم جي ڪرم ڀوڳائڻ" جو ڇا مطلب آهي؟

**مهاراج جي:-** هيءَ اها ئي ڳالهه آهي، جا مان هاڻي توهانکي سمجهائي رهيو هوس. ستگرو شش کي واپس ڪل مالڪ، پرماتما سان ملائڻ لاءِ ذميوار ٿئي ٿو. تنهنڪري انجي سڀني ڪرمن جو حساب ختم ٿيڻ ضروري آهي. اهو ڪرمن جو حساب هن ئي جنم ۾ ديهه ۾ ڀوڳائي پورو ڪرايو وڃي يا پڇين سمرن ذريعي ادا ڪيو وڃي يا هڪ ٻيو جنم ڏئي ختم ڪرايو وڃي، انهيءَ ڳالهه جو فيصلو ستگرو ستسنگيءَ جي ڀلائي ڏسي ڪندو آهي. ستگرو ڄاڻي ٿو ته ڪهڙي جيو آتما هن جنم ۾ ڪيتري سختي برداشت ڪري سگهي ٿي. جي اها آتما هن جنم ۾ گهڻي سختي برداشت ڪري نٿي سگهي ته ستگرو انهيءَ کي هڪ ٻيو جنم ڏيندو آهي. پر ڪجهه جيو آتمائون ڪافي سختي برداشت ڪري سگهنديون آهن. انهيءَ ڪري، جيئن بابا جن پنهنجي خط ۾ لکيو آهي ته انهن کان هن جنم ۾ ئي گذريل جنمن جي ڪرمن جو حساب ڀوڳائي سگهجي ٿو. جيڪڏهن ستگرو نٿو چاهي ته ڪا آتما سنسار ۾ ٻيهر سنسار ۾ اچي، ته هن جنم ۾ ئي سندس ڪرمن جو حساب ختم ڪرڻ ضروري ٿئي ٿو.

پڻ ڪري ٿي. ۽ حضور مهاراج جن پنهنجي شخصي زندگيءَ
۾ نه سڀ ڪجهه پوري طرح باباجن کي اَرپڻ ڪري ڇڏيو
هو. ڪن جيڪا نه آمدني ٿيندي هئي يا جيڪي به روپيا
پيسا هوندا هئا ته هو اهو سڀ ڪجهه پنهنجي ستگروءَ کي
ڏيئي ڇڏيندا هئا. باباجن جيترو ٺيڪ سمجهندا هئا، ڏيري
لاءِ رکندا هئا، جيترو مهاراج جن جي پرِوار لاءِ ٺيڪ سمجهندا
هئا، اوڏانهن موڪليندا هئا ۽ باقي مهاراج جن کي واپس
ڏيندا هئا. گهريلو ڪمن ۾ به مهاراج جن هر هڪ ڪم ڪار
باباجن جي حڪم موجب ڪندا هئا.

اِهين ته جڏهن پورن ستگرو ڪنهن کي نام دان ڏين ٿا
ته هو اُنهيءَ آتما کي واپس پرماتما وٽ پهچائڻ لاءِ ذميوار
ٿين ٿا. جيئن حضرت عيسيٰ فرمائين ٿا: "مان توهان جو
ضامن ٿيندس" (متي، ٢٠:٢٨). ضامن ٿيڻ سان سندن
مطلب آهي ته مان توهانکي پرم پتا پرماتما وٽ پهچائڻ لاءِ
ذميوار آهيان ۽ جيڪو توهانکي ڪال جو قرض يا حساب
ڪتاب ڏيڻو آهي، اُنهيءَ لاءِ مان ضامن آهيان. جڏهن ستگرو
اسانجي ڪرمن جو قرض چڪائڻ جي ضمانت ۽ ذميواري
کڻن ٿا ته آتما ڪال جي چنبي مان آزاد ٿئي ٿي.

اهڙيءَ طرح باباجن حضور مهاراج جن کي لکن ٿا ته
جنهن جيو آتما کي ستگرو نام دان ڏين ٿا، اُنکي واپس پرماتما
سان ملائڻ لاءِ هو ذميوار ٿين ٿا. تڏهن ان آتما جا چاهي
ڪهڙا به ڪرم ڇو نه هجن، ستگرو اُنهن ڪرمن لاءِ ذميوار
ٿين ٿا، ڇاڪاڻ ته اُنهن ڪال جي وچ ۾ پنهنجي سنتسنگيءَ
جا ڪرم ڀوڳائڻ جي جوابداري کنئي آهي. ستگرو اُنهيءَ
شش جي ڪرمن لاءِ جوابدار هوندا آهن ۽ سمرڻ ڀڄن ذريعي
اُنهن ڪرمن جي ناس ڪرڻ ۾ شش جي سهائتا ڪن ٿا. هو
شش کي سندس ڪرمن مان ڇوٽڪاري پائڻ ۾ ٻيءَ به ڪيترن
قسمن جي مدد ڪن ٿا، جيئن هنجي آتما نرمل ٿئي، پرماتما

سان ملڻ لائق بڻجي. نام دان کانپوءِ ستگرو پنهنجي سنتسنگيءَ جي هر طرح رکيا ۽ سهائتا ڪن ٿا.

**سوال:-** ڪي ماڻهو ”ستگروءَ جي ذميواري“ جو ارٿ اهو ڪن ٿا ته هو جيڪي ڪجهه به ڪن ٿا، جيڪي برا ڪرم به هو ڪن ٿا، اهو سڀ ڪجهه ستگروءَ جي آگيا سان ٿي ٿو.

**مهاراج جي:-** نه، ائين ڪونهي. جو ڪجهه به هو ڪن ٿا، اهو ستگروءَ جي آگيا يا اجازت سان ڪونه ٿئي، پر ستگرو انهي پوڳڻ لاءِ ذميوار ضرور رهي ٿو. جڏهن ٻار پِتا جي گهر ۾ جنم وٺي ٿو ته هن جي پرورش جي ذميواري پِتا تي رهي ٿي. جڏهن پٽ صحيح راهه تي ڪونه هلي ته پيءُ هنکي سزا ڏئي ٿو، چيٽ چڙب يا دڙڪو داب به ڪري ٿو. پر جي پٽ ڪا شرارت ڪري ٿو ته به پيءُ هن کي ڪڏهن پوليس جي حوالي ڪونه ڪري. اهڙيءَ طرح ستگرو ڪال ڏانهن سنتسنگيءَ جي سڀني ڪرمن لاءِ ذميوار رهي ٿو. حضرت عيسيٰ به فرمائين ٿا ته: ”جيڪي ڪجهه سيزر (ڪال) جو لهڻو آهي، اهو اسان کي ضرور ڏيڻ يا ادا ڪرڻ گهرجي“ (مٿيو- ٢٢-٢١). انجو مطلب آهي ته ستگرو پنهنجي شش کي ٻرن ڪرمن لاءِ خود سزا ڏئي ٿو، ڪين تاڙ مار به ڪري ٿو، پر ڪين ڪڏهن به ڪال جي حوالي ڪونه ڪري. تنهڪري انهيءَ درشٽيءَ کان توهين چئي سگهو ٿا ته جيڪي ڪجهه ٿئي ٿو، اهو سڀ ستگروءَ جي اجازت سان ٿئي ٿو.

**سوال:-** ڇا، ”ستگروءَ جي اجازت“ ۽ ”ستگروءَ جي ذميواري“ جو پاڻ به اچي ٿو؟

**مهاراج جي:-** ها، اچي وڃي ٿو. جڏهن حضرت عيسيٰ کي اها چاڻ پيئي ته سندس آخري ڏينهن اچي رهيا

پتو ڪونهي. پر حضور مهاراج جن پنهنجي شخصي زندگيءَ ۾ به سڀ ڪجهه پوري طرح باباجن کي آرپڻ ڪري ڇڏيو هو. ڪين جيڪا به آمدني ليندي هئي يا جيڪي به روپيا پيسا هوندا هئا ته هو اهو سڀ ڪجهه پنهنجي ستگروءَ کي ڏيئي ڇڏيندا هئا. باباجن جيترو ليڪ سمجهندا هئا، ڏيري لاءِ رکندا هئا، جيترو مهاراج جن جي پروار لاءِ لبڪ سمجهندا هئا، اوڏاڻهن موڪليندا هئا ۽ باقي مهاراج جن کي واپس ڏيندا هئا. گهريلو ڪمن ۾ به مهاراج جن هرهڪ ڪم ڪار باباجن جي حڪم موجب ڪندا هئا.

اڻين ته جڏهن پورڻ ستگرو ڪنهن کي نام دان ڏين ٿا ته هو اُنهيءَ آتما کي واپس پرماتما وٽ پهچائڻ لاءِ ذميوار لين ٿا. جيئن حضرت عيسىٰ فرمائين ٿا: ”مان توهان جو ضامن ٿيندس“ (مئٿيو، ٢٠: ٢٨). ضامن بڻجڻ مان سندن مطلب آهي ته مان توهانکي پرم پتا پرماتما وٽ پهچائڻ لاءِ ذميوار آهيان ۽ جيڪو توهانکي ڪال جو قرض يا حسابه ڪتاب ڏيڻو آهي، اُنهيءَ لاءِ مان ضامن آهيان. جڏهن ستگرو اسانجي ڪرمن جو قرض چڪائڻ جي ضمانت ۽ ذميواري کڻن ٿا ته آتما ڪال جي چنبي مان آزاد ٿئي ٿي.

اهڙيءَ طرح باباجن حضور مهاراج جن کي لکن ٿا ته جنهن جيوَ آتما کي ستگرو نام دان ڏين ٿا، اُنکي واپس پرماتما سان ملائڻ لاءِ هو ذميوار لين ٿا. تڏهن اُن آتما جا چاهي ڪهڙا به ڪرم چونه هجن، ستگرو اُنهن ڪرمن لاءِ ذميوار ٿين ٿا، چاڪاڻ ته اُنهن ڪال جي وچان ۾ پنهنجي سڪسکيءَ جا ڪرم پرگهاڻ جي جوابداري کنئي آهي. ستگرو اُنهيءَ شش جي ڪرمن لاءِ جوابدار هوندا آهن ۽ سمورن پڄن ذريعي اُنهن ڪرمن جي ناس ڪرڻ ۾ شش جي سهائتا ڪن ٿا. هو شش کي سندس ڪرمن مان ڇوٽڪاري پائڻ ۾ اِي به ڪيترن قسمن جي مدد ڪن ٿا، جيئن هنجي آتما نرمل ٿي، پرماتما

**سوال:-** مونکي چنتا تي رهي هئي ته منهنجن باقي لکن ڳالهه کنهن چنهن جي ڪرمن جو چا ٿيندو. مطلب تہ هيءَ ڳالهه کنهن خاص جيو جي باري ۾ آهي؟

**مهاراج جي:-** اهو بابا جن جو حضور مهاراج جن کي لکيل شخصي خط آهي ۽ اُن ۾ کنهن خاص شخص جي ڪرمن ڏانهن اشارو ڪيل هوندو. انهين تہ پورن سنت جيو کي کنهن بہ وقت، کنهن بہ روحاني منڊل ۾ وٺي وڃي سگهن ٿا. جڏهن حضرت عيسيٰ فرمايو تہ جيڪڏهن توهان ۾ پريم ۽ وشواس آهي تہ توهين پهاڙ کي بہ پنهنجي جڳهه تان هلائي يا هٽائي سگهو ٿا. اُن وقت کنهن پڇيو تہ "اهو ڪيئن؟" حضرت عيسيٰ جواب ڏنو: "نہ توهين پهاڙ کي هلائي سگهو ٿا ۽ نہ ئي مان، پر منهنجو پرم پتا پرماتما ڪجهه بہ ڪري سگهي ٿو. هوُ سرو شڪتيوان آهي. ڪجهه بہ ڪري سگهي ٿو. هوُ جيڪي ڪجهه بہ هن جي شڪتيءَ کان ٻاهر ڪولهي. جڏهن ڪجهه بہ چاهي، ڪري سگهي ٿو." انهيءَ ڪري جڏهن ڳالهه آهن. ڪري سگهجي ٿو تہ پوءِ ١٢ جنم ڪهڙي ڳالهه آهن. حضرت عيسيٰ فرمائين ٿا: "مان ۽ منهنجو پرم پتا پرماتما هڪ آهيون" (جان، ١٠: ٣٠). سندن چوڻ جو مطلب آهي تہ پرماتما جي پوري شڪتي هن ۾ سمايل آهي. انهيءَ لاءِ سنت جيڪي ڪجهه بہ چاهين، اهو ڪري سگهن ٿا.

**سوال:-** خط نمبر ٣٥ ۾ بابا جن لکن ٿا: "جنهن وقت کان تون پورن ستگروءَ جي چرنن ۾ آيو آهين، اُن وقت کان وٺي جيڪي ڪجهه بہ ٿيندو، اهو ستگروءَ جي آگيا سان ٿيندو." منهنجو سوال آهي تہ اها ڳالهه سڀني ستسنگين سان لاڳو ٿئي ٿي يا صرف انهن سان جيڪي اندر نوري سروپ تائين پهچي چڪا آهن؟

**مهاراج جي:-** دراصل اها ڳالهه حضور مهاراج جن ک... باري ۾ گ... لکيل آهي. توهانکي سندن شخصي جيون جي باري ۾ گ...

اصلي روپ حڪ لي آهي. مول روپ ۾ هر جيو آتما پرماتما آهي، ڇاڪاڻ تہ هن ۾ پرماتما جي شڪتي آهي. انهيءَ ڪري هر شش جو اصلي روپ، ۽ پهنجي مول ۾ ساڳيو لي آهي، جيڪو ستگروءَ جو آهي، ڇاڪاڻ تہ آخر هر شش ستگروءَ ۾ سمائجي، ستگرو ۽ ستگروءَ جي ذريعي پرماتما ۾ سمائجي، پرماتما بڻجي ٿو پوي. حضرت عيسيٰ بہ ساڳي ڳالهہ فرمائي ٿا: ”مان پرم پتا پرماتما ۾ سمايل آهيان، تون مون ۾ سمايل آهين ۽ مان تو ۾ سمايل آهيان“ (جان، ۱۴:۲۰).

**سوال:-** مهاراج جي، باباجن جي انهيءَ ني خط ۾ لکيل آهي تہ ”ستگرو جنهن منڊل جو پيد ڏني ٿو، انهيءَ لي منڊل تائين شش کي ولي رجي سگهي ٿو.“ ان جو مطلب ڇا آهي؟

**مهاراج جي:-** جنهن منڊل تائين گرو خود رجي سگهي ٿو، انهيءَ تائين لي هوءُ شش کي ولي رجي سگهي ٿو. جنهن ستگروءَ جي تعين يا چوٿين منڊل تائين پهچ آهي، اهو پهنجي شش کي تعين يا چوٿين منڊل تائين ني ولي رجي سگهي ٿو. باباجن انهيءَ ڳالهہ ڏانهن اشارو ڪري رهيا آهن.

**سوال:-** مهاراج جي، خط نمبر ۲۷ ۾ باباجن اُن پريمي شش جو ذڪر ڪن ٿا، جنهن جي اندر ستگروءَ لاءِ پوري پريم ۽ وشواس پيدا لي ڇڪو آهي. هوءُ فرمائين ٿا: ”ستگرو ڪرمن جو حساب پورو ڪرائي، انهيءَ کي هن لي جنم ۾ سچکنڊ رني رهندا ۽ هن کي شبد ڌُن ۾ لين ڪري، هن جي گڏيل ۲۱ جنمن جي ڪرمن کي ختم ڪندا.“ منهنجو سوال آهي تہ گڏيل ۲۱ جنمن جي ڪهڙي اهميت آهي؟

**مهاراج جي:-** انهيءَ جو سمبند اُن خاص جيو سان هوندو، جنهن جي باري ۾ باباجن لکي رهيا آهن. انهيءَ کي سڀني سان ساڳئي نموني لاڳو ڪري نتا سگهجي.

**سوال :-** انهيءَ خط ۾ ٿي باباجن حضور وڏن مهاراج جن
کي لکيو آهي: "تون منهنجي سروپ کان الڳ ڪونه
آهين. هيءَ نهايت اوچ اوستا جي ڳالهه آهي، جيڪا پوري
ستگروءَ ڪانسواءِ سمجهه ۾ نٿي اچي سگهي. تو پيو روپ
صرف سنساري ڪم ڪار لاءِ ڌاريو ڪيو آهي." باباجن
جي انهن وچنن جو ڇا مطلب آهي؟

**مهاراج جي:-** باباجن، حضور مهاراج جن کي ستگرو
ٻڌڻ لاءِ تيار ڪري رهيا هئا. سندن چوڻ جو مطلب آهي:
"تون منهنجو ئي انس يا انگ آهين. مون کان الڳ ڪونه
آهين. توکي مون کان صرف انهيءَ لاءِ الڳ ڪيو ويو آهي،
جيئن سنسار ۾ ڪجهه خاص فرض يا ڪارج پورا ڪري
سگهين. نه ته دراصل تون منهنجو ئي روپ آهين. تنهنجي
۽ منهنجي وچ ۾ ڪوبه فرق ناهي. توکي الڳ سروپ، الڳ
چولو، الڳ هستي انهيءَ لاءِ ڏنو ويو آهي، جو توکان انهيءَ
روپ ۾ ڪجهه ڪم وٺڻو آهي."

دراصل انهن خطن جو انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪري سگهڻ
تمام مشڪل آهي. اهي خط نهايت خوبصورت ٻوليءَ ۾ لکيل
آهن. اهي خط ڳالهه ٻولهه يا وارتالاپ واريءَ سرل ۽ مٺي
پنجابي ٻوليءَ ۾ آهن ۽ ا[illegible]يزيءَ ۾ ترجمو ڪرڻ
[illegible] جي اصلي خوبصورتي

كان اڳ ڪرمن جو يا لکيءَ ڏِٺي جو حساب چڪائڻ ضروري
آهي. جن جي ڪرمن جو حساب پورن پورو نٿي ٿو، اهي
آئي پورن پهچي وڃن ٿا، هڪدم نه پهچي سگهن ٿا.
حضرت عيسيٰ به الهيءَ ۾ ڳالهه کي ٻيءَ طرح سمجهائين
ٿا. سندن چوڻ آهي: ”هڪ پهاڙ کي به اُن جي جڳهه تان
هٽائي سگهجي ٿو.“ (متيو ١٧-٢٠). حضرت عيسيٰ اهو سمجهائڻ
چاهين ٿا ته منهنجو پتا يا ستگرو سرو شڪتيوان آهي، هو
ڪجهه به ڪري سگهي ٿو، جنهن جي دِيا مهر سان سڀ ڪجهه
ٿي سگهي ٿو.
نام دان ملڻ سان ئي آتما کي پرماتما جي ڌام پهچائي
سگهجي ٿو. ستگرو انهن ڪرڻ ۾ سمرٿ آهن. پر عام طور
هر جيون جي ڪرمن جي لکيءَ ڏٺي جي انوسار هڪ ٻئي
جي پرسپر سنبندن ۾ دخل نه ڏيندا آهن. ڪرمن جو حساب
ڪتاب هتي ئي ختم ڪرڻو پوندو آهي.

**سوال:-** ڇا، سڀني ڪرمن جو؟

**مهاراج جي:-** نه. نهايت گهڻي سڀانتا، معافي ۽ دِيا مهر
سان ملندي آهي، پر تنهن هوندي به اسانجا ڪرم اسانجا
ئي ڪيل ڪرم آهن. ڪرمن مان ڇوٽڪارو پائڻ ۾ اسانجي
ڪيترن ئي نمونن ۾ مدد ڪئي ويندي آهي. پهرين سمرن
مان سڀانتا نه ملندي آهي، پر اسانکي اندر نه ڪافي سڀانتا
۽ ٻل ڏنو ويندو آهي. جيڪو هلي نه سگهي اُن کي ڪلهي
جو سهارو ڏنو وڃي ٿو، اُن کي هلڻ لاءِ لٺ يا لڪڻ به
ڏئي سگهجي ٿو ۽ جي هن جا پير ڪم نه ڪندا ته هن کي
ڪلهن تي چاڙهي ولي وڃي سگهجي ٿو. ستگرو هر جيوَ جي
حالت انوسار ڪمس واپس پرماتما تائين پهچڻ ۾ سندس مدد
ڪن ٿا. پر جنهنکي به نام دان ڏنو ويندو آهي، تنهنکي واپس
پرماتما تائين پهچائڻ لاءِ ستگرو ذميوار هوندو آهي ۽ لازمي
ڪمس پرماتما سان ملايو ويندو آهي.

**سوال:-** انهيءَ خط ۾ ٿي باباجن حضور وڏن مهاراج جن کي لکيو آهي: ”تون منهنجي سروپ کان الڳ ڪونه آهين. هيءَ نهايت اوچ اوستا جي ڳالهه آهي، جيڪا پوري ستگروءَ ڪانسواءِ سمجهه ۾ نٿي اچي سگهي. تو پيو روپ صرف سنساري ڪم ڪار لاءِ ڌارڻ ڪيو آهي.“ باباجن جي انهن وچنن جو ڇا مطلب آهي؟

**مهاراج جي:-** باباجن، حضور مهاراج جن کي ستگرو ٿيڻ لاءِ تيار ڪري رهيا هئا. سندن چوڻ جو مطلب آهي: ”تون منهنجو ئي انس يا انگ آهين. مون کان الڳ ڪونه آهين. توکي مون کان صرف انهيءَ لاءِ الڳ رکيو ويو آهي، جيئن سنسار ۾ ڪي خاص فرض يا ڪارج پورا ڪري سگهين. نه ته دراصل تون منهنجو ئي روپ آهين. تنهنجي ۽ منهنجي وچ ۾ ڪو به فرق ناهي. توکي الڳ سروپ، الڳ چولو، الڳ هستي انهيءَ لاءِ ڏنو ويو آهي، جو توکان انهيءَ روپ ۾ ڪجهه ڪم وٺڻو آهي.“

دراصل انهن خطن جو انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪري سگهڻ تمام مشڪل آهي. اهي خط نهايت خوبصورت ٻوليءَ ۾ لکيل آهن. اهي خط ڳالهه ٻولهه يا وارتالاپ واريءَ سرل ۽ مٺي پنجابي ٻوليءَ ۾ آهن ۽ انهن جو انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪرڻ بيحد مشڪل آهي. ترجمي ۾ مول ڀاشا جي اصلي خوبصورتي نٿي اچي سگهي.

**سوال:-** ڇا، شش جو اصلي سروپ به اهو ساڳيو ئي آهي، جيڪو هن جي ستگروءَ جو آهي؟

**مهاراج جي:-** ستگروءَ جو اصلي سروپ ڪهڙو آهي؟ شبد. شش جو اصلي سروپ ڪهڙو آهي؟ سرت يا آتما. سرت ۽ شبد ۾ ڪهڙو فرق آهي؟ ٻنهي جي چيتنا جي اوستا الڳ الڳ آهي. اصلي روپ ۾ هرهڪ شش جو

ڪان اڳ ڪرمن جو يا لهڻي ڏيڻي جو حساب چڪائڻ ضروري آهي. جن جي ڪرمن جو حساب پورو ٿي ويو آهي، اهي اُتي ٻيهر پيدا ٿين ٿا. هڪدم به پيدا ٿي سگهن ٿا.

حضرت عيسيٰ به اهيءَ ئي ڳالهه ڪي ٻيءَ طرح سمجهائين ٿا. سندن ڪٿن آهي: "هڪ جبل کي به اُن جي جڳهه تان هٽائي سگهجي ٿو." (متي ١٧-٢٠). حضرت عيسيٰ اهو سمجهائڻ چاهين ٿا ته منهنجو پتا يا ستگرو سرو شڪتيوان آهي، هو ڪجهه به ڪري سگهي ٿو، هنجي ديا مهر سان سڀ ڪجهه ٿي سگهي ٿو.

نام دان ملڻ سان ئي آتما کي پرماتما جي ڌام پهچائي سگهجي ٿو. ستگرو انهن ڪرڻ ۾ سمرٿ آهن. پر عام طور هو جيئن جي ڪرمن جي لهڻي ڏيڻي جي انوسار هڪ ٻئي جي پرسپر سنبنڌن ۾ دخل نه ڏيندا آهن. ڪرمن جو حساب ڪتاب هتي ئي ختم ڪرڻو پوندو آهي.

**سوال:-** ڇا سڀئي ڪرمن جو؟

**مهاراج جي:-** نه. نهايت گهڻي سهائتا، معافي ۽ ديا مهر سان ملندي آهي، پر تنهن هوندي به اسانجا ڪرم اسانجا ئي ڪيل ڪرم آهن. ڪرمن مان ڇوٽڪارو پائڻ ۾ اسانجي ڪمزورين ئي لوڙهن ۾ مدد ڪئي ويندي آهي. پهرين سمرن مان سهائتا نه ملندي آهي، پر اسانکي اندر نه ڪائي سهائتا ۽ پل ڏنو ويندو آهي. جيڪر هلي لعو سگهجي اُن کي ڪلهي جو سهارو ڏنو وڃي ٿو، اُن کي هلڻ لاءِ لٺ يا لڪڻ به ڏيڻي سگهجي ٿو ۽ جي هن جا پير ڪر نه ڪندا ته هن کي ڪاڻهن ئي چاڙهي ولي وڃي سگهجي ٿو. ستگرو هر جيوَ جي معالمه انوسار ڪمس واپس پرماتما تائين پهچڻ ۾ سندس مدد ڪن ٿا. پر جيڪي نام دان ڏنو ويندو آهي، تنهنکي واپس پرماتما تائين پهچائڻ لاءِ ستگرو ذميوار هوندو آهي ۽ لازمي طور ڪمس پرماتما سان ملايو ويندو آهي.

ڏسي سگهندا. صرف
آڌڪاري ٻچي ويا آهيو ۽ سچکنڊ ضرور پهچندا. صرف
دنيا جو ليکو ڏيڻو پورو ڪرڻو آهي، چڪائڻو آهي. ڏيري
ڏيري ترقي ڪرڻ تي توهانجو آخر ڪل مالڪ سان ميلاپ
ضرور ٿيندو.

باباجن جي فرمائڻ جو مطلب آهي ته جنهن جيو آتما کي
پوري گروءَ کان نام دان مليو، انجو ضرور پرماتما سان
ميلاپ ٿيندو، صرف وقت جي ڳالهه آهي. جڏهن هڪ
دفعو منزل تي وڃڻ واري راهه ملي وڃي ٿي ته سڀئي ڪوج
ختم ٿي وڃي ٿي: ”ڪجهه به ڪرڻي باقي نٿي رهي“ جو
مطلب آهي ته وڌيڪ کوج ڪرڻ جي ضرورت نٿي رهي.
سچي گروءَ، سچي مارگ ۽ سچي سدانت جي تلاش جي ضرورت
نٿي رهي ۽ نه ئي ڪي سوال يا شنڪائون باقي رهن ٿا.
اُن سچي ڏيڪاريل مارگ تي هلي، سفر طئه ڪرڻ کانسواءِ ٻيو
ڪجهه به ڪرڻ لاءِ باقي نٿو رهي.

**سوال:-** ڇا، سمرن پڻ ڪرڻ جي به ضرورت نٿي رهي
**مهاراج جي:-** سمرن پڻ ته ڪرڻو ئي آهي. اسين
هر قسم جا سرل ۽ سنڌا رستا ڳولهڻ جي ڪوشش ڪندا رهون
ٿا، پر سمرن پڻ کانسواءِ ٻيو ڪو اُپاءُ ئي ڪونهي.

**سوال:-** انهيءَ خط ۾ باباجن هڪ وچن اهو به فرمايو
آهي: ”جنهن اوستا يا منڊل جو ستگرو پيد ڏني ٿو، پر ستگ
شش کي هڪدم اُن منڊل ۾ وٺي وڃي سگهي ٿو. پر ستگ
صرف اُنهن شش کي اوڏانهن وٺي ويندو آهي، جن رشتيدا
سنبنڌن ۽ دنيا سان ليڻي ڏيڻي جو حساب چڪائي ڇڏيو
ڪيو آهي.“ ڇا اُن جو مطلب اهو ٿيو ته جيسين ڪرم
حساب پورو نٿو ٿئي، اسين اندر وڃي نٿا سگهون؟

**مهاراج جي:-** ستگرو نام ڏيڻ سان ئي، شش
اندروني منڊلن ۾ وٺي وڃڻ ۾ سمرٿ آهي. پر اُني

**مهاراج جي:-** ها. سچائيءَ ۽ ايمانداريءَ سان ڪم ڪرڻ گهرجي. انهيءَ باري ۾ باباجن پنهنجي خطن ۾ بلڪل چٽيءَ طرح کولي لکيو آهي.

**سوال:-** مهاراج جي، جن ماڻهن جي ڪلهن ڪافي اوڄائيءَ تي پهچڻ جي هوندي آهي، انهن جي حالت نرالي آهي. انهن جو من طوفان مچائي رکندو آهي پر هو اهو ڏوهه ستگروءَ تي مڙهيندا آهن. هو سوچيندا آهن ته اها ستگروءَ جي موج آهي ۽ اهو ستگرو ئي ڪري رهيو آهي.

**مهاراج جي:-** اهي پنهنجي ڪمن يا ڪرمن کي صحيح ثابت ڪرڻ لاءِ ائين ڪندا آهن. من ڏاڍو چالاڪ آهي، هو پاڻ تي ڏوهه نه رکندو آهي ۽ پاڻ کي ٺيڪ ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. پر باباجن جي ڳالهه انهيءَ کان بلڪل نياري آهي.

**سوال:-** مهاراج جي، ”پرمارٿي پتر“- ڀاڱي ۱ جي خط نمبر ۳۵ ۾ باباجن فرمائين ٿا: ”جڏهن پورو گرو ملي ٿو ۽ اهو روحاني مارگ يا اندروني سفر جو پورو ڀيد ڏئي ٿو ته پوءِ وڏيڪ ڪجهه به باقي نٿو رهي. جيو انهيءَ وقت ئي منزل تي پهچي وڃي ٿو. ان بعد ڪو به سفر طئه ڪرڻ لاءِ باقي نٿو رهي، جاڪاڻ ته ٻيءَ ڪنهن به ڪرڻيءَ جي ضرورت نٿي رهي.“ انجو ڇا مطلب آهي؟

**مهاراج جي:-** جڏهن اپجائو زمين ۾ ٻڄ جي وڻ جو ٻج پوکيو وڃي ٿو ته توهين چئي سگهو ٿا ته ٻڄ اول ئي اُڀري چڪو آهي. جڏهن ٻج پوکيو ويو آهي ته ان جو سار لڪرڻ، وڌڻ ۽ ٻڄ جي وڻ جي صورت اختيار ڪري سڀ کي جالنو ڏيڻ قدرتي ۽ لازمي آهي. اهڙيءَ طرح باباجن فرمايو آهي ته جڏهن پورو ستگرو نام جو ڀيد ڏئي ٿو ته سمجهو ته توهين سچکنڊ پهچي ويا آهيو، سچکنڊ پهچڻ جا

ياڻ هجي ۽ اسين اهو سوچڻ شروع ڪريون تہ شيوا ڪرڻ سان اسين ٻين جا آفيسر بڻجي وڃا آهيون يا انهن تي اڌڪار حاصل ڪيو اٿئون تہ اِن مان اهنڪار وڌندو، انجو اُلٽو اثر ٿيندو ۽ اسانجو پنهنجو ئي نقصان ٿيندو. اها شيوا نہ آهي. جڏهن اسين ٻين جي خوشي ۽ لاڀ لاءِ شيوا ڪريون ٿا تہ اِن ۾ نمرتا اچي ٿي. سچيءَ شيوا ۾ نمرتا ۽ ٻين کي ڪم اچڻ جي ڀاونا هئڻ گهرجي. اصلي شيوا ۾ پنهنجو پاڻ کي نہ بلڪ ٻين کي خوش ڪرڻ جي ڀاونا هوندي آهي. جڏهن اسين پنهنجي شيوا يا ڪم دوارا ٻين کي خوش ڏسون ٿا تہ اِن مان اسانکي بہ ازخود خوشي پراپت ٿئي ٿي.

**سوال:-** مهاراج جي، چيو ويندو آهي تہ شرن، ستگروءَ جي ديا مهر سان ملندي آهي. پر ڪو اهڙو عملي طريقو ڪونهي جنهن ذريعي انجو اڀياس ڪري سگهجي؟ مثال طور اسين پنهنجي من کي چئي سگهون ٿا: ”هيءَ ستگروءَ جي اِڇا آهي“ يا ”مان هيءُ ڪم ستگروءَ جي ناليَ تي ڪندس“ وغيرهہ. ڇا اهڙيءَ طرح ڪرڻ سان هر وقت هر ڳالهہ ستگروءَ کي ارپڻ ڪرڻ جي عادت پيدا نہ ٿي ويندي؟

**مهاراج جي:-** توهان ”پرمارٿي پتر“- ڀاڱي ۱ ۾ پڙهيو هوندو تہ بابا جي مهاراج جن، حضور مهاراج جن کي لکندا هئا: ”تون جيڪو آفيس جو ڪم ڪار ڪرين ٿو، اهو بہ ستگروءَ جو ڪم آهي، اها بہ ستگروءَ جي شيوا آهي. چاهي تون سرڪار جي نوڪري ڪري رهيو آهين، پر انين سمجهہ تہ اهو بہ ستگروءَ جو ڪم آهي، ستگروءَ جي نوڪري يا شيوا آهي. جيڪي ڪجهہ بہ ڪرين، اهو سوچي ڪرين تہ هيءَ ستگروءَ خاطر ستگروءَ جي خوشيءَ لاءِ ڪري رهيو آهيان.“

**سوال:-** ڇا، ٻيا ڪنهن ڳل جي اِڇا جي، يعني نشڪام ڀاو سان ۽ سچيءَ دل سان ڪم ڪرڻ گهرجي؟

**مهاراج جي**:- مان نٿو سمجهان ته اُهي ڳالهيون بسبب
وستار سان لکڻ به گهرجي، ڇاڪاڻ ته اُن مان اهو الزام
ڪڍيو ويندو ته شايد ڏيرو مايا ميڙڻ ٿو چاهي، اسانکي
روپين پئسن يا ٻيءَ ڪنهن به وستوءَ جي ضرورت ڪونهي.
شيوا جي ڀاونا قدرتي طور، اندر مان اُٿڻ گهرجي ۽ هر
ستسنگيءَ کي اها ڄاڻ آهي. اسانجي اندر مان خود بخود
اها ڀاونا اڀرڻ گهرجي ته اسين شيوا ڪرڻ چاهيون ٿا. انهيءَ
۾ نه ڪنهن کي ڪجهه چوڻ يا سمجهائڻ جي ضرورت آهي
۽ نه ڪنهن تي ڪو زور ساز وجهڻ جي. اهو ضروري يا
لازمي ڪونهي ته شيوا ڪرڻ ئي گهرجي ۽ نه ئي ستسنگ
۾ ڪنهن کي انهن ڳالهين لاءِ مجبور ڪيو ويندو آهي ۽ نه
ڪا زبردستي ٿي آهي يا زبردستي ڪرڻ جي ضرورت
آهي. هي ته پريم ۽ شرڌا جو مارگ آهي. انهيءَ ڪري شيوا
ڏيڻ يا ڪرڻ جي باري ۾ پڇڻ ۾ لکڻ جو سوال ئي
پيدا نٿو ٿئي. جيڪو به ڪير ڪجهه ڪرڻ چاهي، پنهنجي
خوشيءَ سان ڪري سگهي ٿو.

**سوال**:- مهاراج جي، ڇا ٻين قسمن جي شيوا پڻ به
اها ئي ڀاونا هئڻ گهرجي؟

**مهاراج جي**:- ها. هر قسم جي شيوا سان اهو اصول
لاڳو آهي. هر قسم جي شيوا انهيءَ ڀاونا سان ئي ڪرڻ جڳائي.
شيوا جي ڀاونا خود بخود اندران اڀرڻ گهرجي. هيءَ ڪا
زور زبردستي يا حڪم سان ڪرائڻ واري مزدوري ڪونهي
۽ نه ئي انهيءَ ۾ ڪنهن قسم جي انڪار يا حڪومت جي.
ڀاونا اڀرڻ گهرجي. شيوا سدائين نمرتا سان، پنهنجي خوشيءَ
سان، ڪرڻ گهرجي. جيڪي ڪجهه ٻين کي خوشي پهچائڻ
لاءِ ڪريون ٿا، اهائي شيوا آهي.

شيوا اسين پنهنجي اهنڪار کي دور ڪرڻ لاءِ ڪندا
آهيون ۽ نه اُن کي وڌائڻ لاءِ. جيڪڏهن ان ۾ حڪومت جو

**مهاراج جي:-** حضور جن هميشه منهنجي پتا ۽ وڏي چاچي کي تاڪيد ڪندا رهندا هئا ۽ کين ذهن نشين ڪرائيندا هئا ته پنهنجي کيتيءَ جي پيداش مان لنگر ۾ ضرور موڪليندا رهن. هڪ دفعي اناج موڪلڻ جو پربند ڪرڻ مشڪل ٿي پيو. تنهنڪري وڏي چاچي چيو ته اسين هت ڪٽڪ وڪڻي روپيا ڏيري موڪليندا سين. پر حضور مهاراج جن فرمايو: ”نه. مان چاهيان ٿو ته توهانجي ڪمائيءَ جو اناج، سنگت جي ڪم اچي ۽ نه توهانجا روپيا. تنهنڪري ڪٽڪ موڪلڻ جو ئي پربند ڪيو ويو.

حضور مهاراج جن خود ان ڳالهه جو ڌيان رکندا هئا ته اسانجي پيداوار ڪيتري آهي ۽ ان مان ڪيترو حصو لنگر ۾ موڪليو ويو آهي. هو سدائين انهن ڳالهين جي چاڻ رکندا هئا. حضور جن چوندا هئا: ”مان چاهيان ٿو ته منهنجا بار ۽ پروار جا ياتي ماڻهن کان وٺڻ بجاءِ هميشه ڪجهه ڏيندا ئي رهن. انهن جا هٿ ڪڏهن به ماڻهن جي سامهون ڪجهه وٺڻ لاءِ اڳيان نه وڌن، پر سدائين ڏيڻ لاءِ جهڪندا رهن.“ ڪجهه ڏيڻ وقت هٿ هميشه هيٺئين طرف ڪلندا آهن ۽ وٺڻ وقت مٿئين طرف. حضور جن پنهنجي پروار کي اهو اصول ياد رکڻ لاءِ تاڪيد ڪندا رهندا هئا.

**ديوان صاحب:-** مهاراج جن هميشه پنهنجي پينشن تي ئي گذارو ڪندا هئا. هڪ دفعي هن ڪپورٿلا مان ڪا دوا آڻڻ لاءِ مونکي هڪ روپيو ڏنو. مون چيو: ”حضور، مان ڪپورٿلا مان اچي پئسا وٺندس.“ پر حضور جن فرمايو: ”نه. هي پئسا کڻي وڃ ۽ انهن مان ئي دوا خريد ڪري وٺي اچ.“ مون ائين ئي ڪيو.

**سوال:-** ڏيري جي پستڪن ۾ ڏن ۽ روپين پئسن خرچڻ جي باري ۾ ڪجهه گهڻو ذڪر ڪونهي. هڪ ستسنگيءَ کي پنهنجي آمدني ڪيئن خرچ ڪرڻ گهرجي؟

جڏهن ء اسين ڏيري مان واپس ويندا هئاسين ته مهاراج جن اسانکي پرساد ڏيندا هئا. مهاراج جن مونکي پرساد ڏيندي چيو: "وڃڻ کان اڳ لالا منشيرام سان ملندو وڃج." لالامنشيرام آئيس جو انچارج ۽ مهاراج جن جو سيڪريٽري هو. مون مهاراج جن جو اصلي ڀاءُ نه سمجهو. مان لالامنشيرام وٽ ويس ۽ ٥-٧ منٽ سندس سان ڳالهيون ڪندو رهيس. نه هن مونکي ڪجهه چيو ۽ نه مون کيس ڪجهه چيو ۽ پوءِ مان سرسي روانو ٿيس.

ٻئي ڏينهن مهاراج جن آئيس آيا ۽ لالامنشيرام کان پڇيائون: "جون شيوا ۾ ڪيترا پئسا ڏيئي ويو آهي؟" لالاجيءَ جواب ڏنو: "ڪجهه ء نه." مهاراج جن مونکي خط لکيو: "مون توکي وڃڻ وقت چيو هو ته لالامنشيرام کي ملندو وڃج، پر تون شيوا ۾ ڪجهه به نه ڏيئي ويو آهين. اهو ٺيڪ ناهي. تو مونکي بڌايو هو ته تنهنجي هيتري آمدني آهي."

خط ملڻ کانپوءِ مونکي سمجهه ۾ آيو تہ مهاراج جن جو مونکي لالامنشيرام سان ملڻ لاءِ چيو هو، انهو اصلي مطلب ڪهڙو هو. ان کانپوءِ مان ڏيري مان وڃڻ وقت، پرساد وٺڻ کان اڳ لالامنشيرام سان ملڻ ضرور ويندو هوس. پرساد ڏيڻ وقت مهاراج جن ڪڏهن ڪڏهن پڇندا هئا: "لالامنشيرام سان ملي آيو آهين." مان جواب ڏيندو هوس: "ها حضور، ملي آيو آهيان."

دراصل حضور مهاراج جن اسانجي اندر ۾ شيوا جي ڀاونا پيدا ڪرڻ چاهيندا هئا.

**ديوان صاحب:-** جڏهن حضور مهاراج جن سرسي ۾ زمينون خريد ڪيون، تن ڏينهن ۾ ٽرڪون وغيره ڪونہ هونديون هيون، انهيءَ ڪري مهاراج جن ٻل گاڏيون ڪٽڪ، ڳڙ ۽ کنڊ وغيره جون پراڻي سرسي کان لنگر لاءِ ڏيري موڪليندا هئا.

انهيءَ تي بابا جن خود اسانجي ڳوٺ ويا ۽ ڏاڏيءَ کي چيائون: ”پٽ، گهر بار ۽ ڪيتريءَ جا جيڪي ڪم بابوجيءَ* ڪان ڪرائڻا اٿيئي، آهي.مون کي ٻڌاءِ ته مان اهي پورا ڪندس.“ بابا جي مهاراج جن ڳوٺ ۾ ٦-٧ ڏينهن اسانجي گهر رهيا. هُن ڏاڏيءَ کي وري چيو: ”پٽ، جيڪو به ڪم ڪار هوندو اُهو پورو ڪندس، پر تون بابوجيءَ کي پريشان نه ڪندي ڪر. تون هن تي هٿي جي ڪم ڪار ڪرڻ لاءِ زور نه ڀريندي ڪر.“ اهو ٻڌي ڏاڏيءَ کي سڌڪوچ محسوس ٿيو. هوءَ چوندي هئي: ”ان ڪانپوءِ مون مهاراج جن کي ڪنهن به گهريلو ڪم لاءِ چئي لکي پريشان نه ڪيو. ڪين لکندي هئس ته جڏهن ٺيڪ سمجهو، ائين ڪريو.“

**سوال :-** ڇا، بابا جي مهاراج ڪين سونيون چوڙيون خريد ڪرڻ لاءِ امرتسر نه وٺي ويا هئا؟

**مهاراج جي :-** ها. وٺي ويا هئا، ڪين زيور خريد ڪري ڏيڻ لاءِ. ڏاڏيءَ شايد مهاراج جن کي پنهنجي لاءِ زيورن جي ضرورت بابت لکيو هوندو. انهيءَ ڪري بابا جن ڏاڏيءَ کي امرتسر هڪ سوناري جي دڪان تي وٺي ويا هئا. باباجن ڪيس چيو: ”پٽ، توکي جيڪا به شيءِ گهرجي، خريد ڪري وٺ. پر بابوجيءَ کي انهن ڳالهين لاءِ بار بار نه لکندي ڪر. هو نوڪريءَ ۾ آهي، هنکي پريشان نه ڪندي ڪر. توکي جيڪي به گهرجي، مان توکي وٺي ڏيندس.“

انهيءَ ڪري، اهو هڪ خاص قسم جو سنبنڌ هو، جنهن ۾ هڪ ستگرو، ٻئي ستگروءَ کي تيار ڪري رهيو هو.

مونکي ياد آهي ته مان وڪالت شروع ڪرڻ بعد جڏهن ٻهاريون ڏئي ڏيري آيس ته حضور مهاراج جن پڇيو: ”تنهنجي آمدني ڪيتري آهي؟“ مون ڪين ٻڌائي. اُنهن ڏينهن ۾

---

* بابا جن، مهاراج جن کي ”بابوجي“ ڪري سڏيندا هئا.

لي هئي، جاڪاڻ تہ کين بابا جي مهاراج جن لاءِ ٻرون وشواس
۽ ڀروسو هو. اسان ٻروار وارن کي خبر آهي تہ حضور جن جي
جيڪا بہ آمدني ٿيندي هئي، تنهن مان شخصي خرچ جيترا
پئسا رکي، باقي سڀ يڪبار بابا جن کي موڪلي ڇڏيندا هئا.
بابا جن جيڪي ڪجهہ منهنجي ڏاڏيءَ، پيءُ ۽ وڏي چاچي
لاءِ واجب سمجهندا هئا، اوترا پئسا انهيءَ گهوٽ موڪلي
ڏيندا هئا. جيڪي باقي بچندو هو، اهو بابا جن پاڻ وٽ
جمع ڪندا ويندا هئا ۽ آخر ۾ سڀ حضور جن کي ڏيئي ڇڏيائون.
اها هڪ ٻاهمي ۽ ٻراتم جي وچ ۾ شخصي ڳالهہ هئي. اهو
حضور مهاراج ۽ سائبا جن جو پاڻ ۾ هڪ بيمثل ۽ عجيب
انوکو سمبنڌ هو. مهاراج جن جو بابا جن ۾ انوڀ وشواس هو
۽ کين معلوم هو تہ بابا جن جيڪي ڪجهہ بہ ڪندا، اهو سندن
لاءِ بهترين ٿيندو. جيڪڏهن ٻروار جي جيون کي ڪنهن
وستوءَ جي ضرورت پوندي هئي تہ هو مهاراج جن جي بجاءِ
بابا جن کي لکي عرض ڪندا هئا. سندن وچ ۾ سمبنڌ جي گهرائي
جي صرف کين لي ڄاڻ هئي. اسين تہ ان باري ۾ فقط ڳالهہ
ٻولهہ لي ڪري سگهون ٿا.

مان توهانکي هڪ ننڍو ورتانت ٻڌايان ٿو جيڪو منهنجي
ڏاڏي مونکي ٻڌائيندي هئي. جڏهن حضور مهاراج جن
سرڪاري نوڪريءَ ۾ هئا تہ منهنجي ڏاڏيءَ کين ٣-٤ خط
لکي، گهر اچڻ لاءِ زور ڀريو، جاڪاڻ تہ ٻارن، گهر ڪٽنب
۽ کيتي واڙيءَ جا ڪافي مسئلا هئا. پر حضور جن نوڪري
ڇڏي گهر اچي نہ سگهيا، جو تہ سندن ڪم ئي اهڙو هو
جو وچ ۾ موڪل وٺي اچڻ ممڪن نہ هو. تنهنڪري هنن
منهنجي ڏاڏيءَ جون سڀ چٺيون بابا جن کي موڪليون ۽ کين
لکيو: ”گهر ۾ هي مسئلا آهن ۽ هوءَ مونکي بار بار اچڻ لاءِ
لکي رهي آهي. پر مان سمجهي نٿو سگهان تہ ڇا ڪيو وڃي
جاڪاڻ تہ منهنجي ڪابہ موڪل وٺڻ ڪانهي.“

رهي ٿو ۽ شانت ۽ بي فڪر ٿي سمرن ڀڄن ۾ نٿو لڳي سگهي. نظارا جڏهن اچڻا هوندا، پنهنجو پاڻيهي ايندا. پر ڀڄن ۾ وهڻ وقت من ۾ جوش ۽ تناؤ هوندو ته قدرتي طور پوري ايڪاگرتا پراپت نه ٿي سگهندي. تنهنڪري سڄي سنسار کي ڀلائي، شانت ۽ بي فڪر من سان اڀياس ۾ وهڻ گهرجي. اُن وقت صرف اڀياسي ۽ پرم پتا پرماتما ڪانسواءِ ٻئي ڪنهنجي ۾ هستي نه هئڻ گهرجي. توهان ۽ پرماتما جي وچ ۾ ٻيو ڪجهه به نه هئڻ گهرجي.

**سوال:-** انهيءَ حالت ۾ پنهنجي طرفان محنت يا ڪوشش ڪرڻ جو ڪهڙو مطلب ٿيو؟

**مهاراج جي:-** ڪوشش ڪرڻ جو مطلب آهي ته هر روز سمرن ڀڄن لاءِ اوس وهڻ گهرجي، ان لاءِ هر روز پورو وقت يا گهٽ ۾ گهٽ وقت ڏيڻ گهرجي ۽ لگن سان اڀياس ڪرڻ گهرجي. پر اهو سڀ ڪجهه شانت چت ٿي ڪرڻ گهرجي.

**سوال:-** مهاراج جي، پرمارٿي پتر-ڀاڱي ١ جي خط نمبر* ٤٠ ۾، بابا جن حضور وڏن مهاراج جن کي لکيو آهي: ”اهو به لکجو ته توهانکي هن سال پگهار ۽ ڀتي جا ڪيترا روپيا ملندا. پوءِ مان توهانکي ٻڌائيندس ته هن سال جي آمدني يا ڪمائي توهانکي ڪيئن خرچ ڪرڻي آهي.“ ڇا، اڄ به اهڙي شيوا ملي سگهي ٿي؟

**مهاراج جي:-** اهڙي شيوا ته ملي سگهي ٿي، پر اهڙو شيوڪ نٿو ملي. ڇا، توهين ائين ڪرڻ چاهيو ٿا؟ جيڪڏهن انهيءَ اصول کي اختيار ڪيو وڃي، ته هتي ڪو به سٽسنگي نه رهندو. حضور مهاراج جن کي ٿي اها درلڀ ذات پراپت

---

* هي خطن جا نمبر ”پرمارٿي پتر- ڀاڱي ١- انگريزي“ انوسار ڏنل آهن.

ڏانهن هو. هينئر سائنسدانن ۽ جاگرافيءَ جا ڄاڻو ٻه مڃين ٿا ته ڪيترين جڳهين تي، جتي اڄ پهاڙ آهن، ڪنهن وقت ميدان هئا. تي سگهي ٿو ته جتي اڄ هماليه پربت آهي، اتي ڪنهن وقت سمنڊ رهيو هجي. سائنسدانن کي اهيءَ ڳالهه جون ثابتيون مليون آهن. اهيءَ ڪري جڏهن حضور مهاراج جن چيو ته اهي پهاڙيون ڏاڍيون سندر آهن ته بابا جن فرمايو ته اهي جڳهيون هو اڳيئي ڏسي چڪا آهن. قدرتي طور، مهاراج جن سوچيو ته بابا جن فوجي نوڪريءَ جي دوران هتي آيا هوندا. پر بابا جن فرمايو: ”نه، هن جنم ۾ نه.“ سندن اشارو ڪنهن گذريل جنم ڏانهن آهي، جڏهن هو هتي آيا هئا ۽ اهي سڀ جڳهيون ڏٺيون هئائون، جڏهن هتي اهي پهاڙيون وغيره ڪونه هيون.

**سوال:-** پر بابا جن جو چوڻ آهي: ”اسان اهو اسٽان پهرين ڏٺو آهي.“

**مهاراج جي:-** ”اسان“ مان سندن ڀاوَ ”مان“ سان آهي. اسين پنجابيءَ ۾ ڪيترا دفعا ”مان“ لاءِ ”اسين“ لفظ جو استعمال ڪندا آهيون.

**سوال:-** ڪجهه خطن ۾ بابا جن اُپديش ڪن ٿا ته سمرن پڄن ۾ خوب محنت ڪرڻ جڳائي، مطلب ته لڳن سان ڪوشش ڪرڻ جڳائي. منهنجي خيال ۾ بابا جن اهين لفظن جو ٢-٣ دفعا استعمال ڪيو آهي. پر اسان کي چيو ويندو آهي ته اڀياس يا سمرن ڀڄن ايڪاگر ۽ نشچنت من سان ڪرڻ گهرجي.

**مهاراج جي:-** ”نشچنت اوسٿا“ جو مطلب آهي ته سمرن پڄن يا اڀياس ڪرڻ وقت من ۾ ڪا اتاولائي يا تڪڙ نه هئڻ گهرجي. جڏهن من ۾ اندر ڪجهه اُڻ‌ٿ يا تڪڙا ڏسڻ جي اتاولائي رهي ٿي ته من ان ڳالهه ۾ ئي الجهيو

جي ڏيکاريال ڪرڻ ۽ ڊاڪٽر صاحب جي ڳالهه مهاراج جن کي
پنجابيءَ ۾ ٻڌائڻ ۽ مهاراج جن جي ڳالهه ڊاڪٽر صاحب کي
انگريزيءَ ۾ سمجهائڻ.

انهن خطن کي آخري دفعو پڙهڻ کانپوءِ هنن باڪس بند
ڪري مونکي ڏيندي فرمايو: ”چرن، هيءَ منهنجي شخصي
دؤلت آهي، جيڪا مان توکي سپرد ڪري رهيو آهيان.“
ان وقت صرف مان ۽ حضور جن ئي ڪمري ۾ هئاسين، اها
ڳالهه ڪنهن ٻئي ڪانه ٻڌي. مهاراج جن خود اهي پتر مونکي
ڏنا هئا، پر ان وقت مونکي همت نه ٿي جو ڪنهن کي
چئي سگهان ته حضور جن ئي اهي پتر مونکي ڏنا آهن. مون
اهي خط ۴ - ۵ منٽن لاءِ ٿي مس هٿ ۾ جهليا هوندا، جو
ٻوٽا جي (بيبي رلي) اندر آئي. هوءَ اهڙين سڀني قيمتي
شين جي سنڀال ڪندي هئي ۽ سڀ چاٻيون هن وٽ ئي
رهنديون هيون. هن مون کان اهي پتر وٺي الماڙيءَ ۾ بند
ڪري ڇڏيا ۽ چاٻي پاڻ وٽ رکي ڇڏيائين. مان ٻوٽا جيءَ
کي چئي نه سگهيس ته اهي خط حضور جن مونکي ڏنا آهن.

حضور مهاراج جن جي گديءَ تي سردار بهادر جن جي
اچڻ کانپوءِ، جڏهن مان پهريون دفعو ڏيري آيس ته سردار
بهادر جن مونکي سڏايو ۽ اهي پتر مونکي ڏيندي فرمايائون:
”هي پتر تنهنجا آهن ۽ نه منهنجا.“ مون نه ته اهي خط ڪاڻن
گهريا هئا ۽ نه ان باري ۾ ڪڏهن ڪا ڳالهه ڪئي هئي.
پر منهنجي من ۾ بار بار اهو خيال ايندو رهندو هو ته حضور
مهاراج جن اهي خط مونکي ڏنا آهن، انجو ضرور ڪو مطلب
هوندو ۽ مونکي اهي خط پڙهڻ ۽ سنڀالي رکڻ گهرجن. انهيءَ
ڪري سردار بهادر جن فرمايو: ”هيءَ تنهنجي پرواز جي
جائداد آهي ۽ تو وٽ ئي هئڻ سوڀيا ڏئي ٿي.“ مون چيو:
توهين ته اسانجي پرواز جا ئي آهيو، دراصل توهين اسانجي
پرواز جا ئي نه پر ڏيري جا به وڏا پرمک آهيو، تنهنڪري

# پارس مان پارس

**سوال :-** مهاراج جي، اسان "پرمارٿي پتر" ڀاڱي ا ۾ بابا جئمل سنگهه مهاراج جن جا حضور وڏن مهاراج جن ڏانهن لکيل خط پڙهيا آهن. انهن مان ڪي خط ته تمام خوبصورت آهن .

**مهاراج جي :-** بابا جن جا اصلي خط (مول ڀاشا- پنجابيءَ ۾ لکيل) تہ سچ پچ تمام سندر آهن. مان اڪثر حضور مهاراج جن کي بابا جن جا اهي خط پڙهندي ڏسندو هوس، خاص ڪري سندن آخري ڏينهن ۾. ان وقت مونکي ٦-٧ مهينا هنن سان گڏ رهڻ جو سؤڀاڳيہ پراپت ٿيو هو. هر ٻئين يا ٽئين ڏينهن مهاراج جن مونکي بابا جن جي خطن جي پيتي آڻڻ لاءِ چوندا هئا. انهن پراڻن خطن کي هٿ ۾ سنڀالڻ بہ مشڪل ڪم هو، پر تنهن هوندي بہ مهاراج جن پنهنجي پڙهڻ جو چشمو لڳائي اهي خط پڙهندا هئا. اهي خط پڙهندي، ڪڏهن سندن سروپ تي هلڪي مرڪ نظر ايندي هئي ۽ ڪڏهن سندن نيتر پرجي ايندا هئا. اهي خط نهايت سندر آهن .

پر اسانکي حضور مهاراج جن جا بابا جن ڏانهن لکيل خط نہ ملي سگهيا آهن. انهن مان اسانکي هڪ بہ خط نہ مليو آهي. انهن ڏينهن ۾ خط وغيره رڪارڊ طور سنڀالي نہ رکيا ويندا هئا. ٿي سگهي ٿو تہ بابا جن آيل خطن جو جواب لکڻ کانپوءِ اهي ڦاڙي ڇڏيندا هجن. آخر بابا جي مهاراج هڪ نندي ڪٽيا ۾ ئي تہ رهندا هئا. سندن نہ ڪا آفيس هئي ۽ نہ ڪو ڪلارڪ.

**سوال :-** ڇا، اهي سڀ خط بابا جي مهاراج جن جا پنهنجي هٿ سان لکيل آهن؟

**مهاراج جي :-** ڪيترا خط بابا جي مهاراج جن خود

اَڏرنگ ٿي پيو ۽ ڪجهه ڏينهن بعد ٿي چولو ڇڏيائين.
لالا منشيرام مونکي تار ذريعي خبر ڏني، پر منهنجي هتي پهچڻ
کان اڳ ۾ ئي هنجو سنسڪار ڪيو ويو هو. مون لالا منشيرام
کي چيو: ”جڏهن توهان مونکي تار ڏني ۽ مان اچي رهيو
هوس ۽ ڪو خاص دور به ڪونه هوس ته پوءِ توهان کي
منهنجو انتظار ڪرڻ کپندو هو.“ هن جواب ڏنو: ”خبر ناهي
ڇو، اسانکي اها ڳالهه سجهي ئي ڪونه ۽ اسان هنجو سنسڪار
ڪري ڇڏيو.“

اهڙيءَ طرح پاڻي شادي جنم کان مسلمان هو، پيشي يا
ڪرم کان ڊاڪو هو ۽ حضور مهاراج جن جي دیا مهر سان
هڪ پرمي ڀڳت ٿي گذريو.

مون هنکي مذاق ۾ چيو: "توکي تہ استرين کان نفرت هوندي هئي. تون اهو ڪيئن برداشت ڪندي تہ توکان پوءِ تنهنجي ڇڪي ڪنهن استريءَ کي ڏني وڃي؟" هن جواب ڏنو: "بيبي رلي معمولي استري نہ آهي. هوءَ منهنجي ڀيڻ آهي ۽ مونکي پياري آهي." هوُ ڪيترا دفعا بيبي رليءَ سان جهڳڙو بہ ڪندو رهندو هو. تڏهن بہ هن چيو: "هوءَ نهايت اوچ آتما آهي ۽ مان چاهيان ٿو تہ منهنجي ملڪيت هنکي ملي. جيڪڏهن هوءَ ان ڇڪيءَ جي آمدني وٺڻ قبول ڪري تہ مان سندس ڀاري احسان مڃيندس."

مون کيس چيو: "تون اهڙيون ڳالهيون ڇو ڪري رهيو آهين؟" شاديءَ جواب ڏنو: "هاڻي مان هن دنيا ۾ رهڻ نٿو چاهيان. مان واپس حضور مهاراج جن جي چرن ڪملن ۾ وڃڻ چاهيان ٿو."

پوءِ وري هن مشڪي چيو: "مان چاهي استرين سان ڪيتري بہ نفرت ڪندو رهيو آهيان، ڏيري وارا تہ منهنجو آخري سنسڪار زناني گهاٽ تي ئي ڪندا."

هتي جو شمشان گهاٽ، نديءَ جي ڪناري انهيءَ جڳهہ تي هوندو هو، جتي استريون سنان وغيره لاءِ وينديون هيون. انهيءَ لاءِ ان کي زنانو گهاٽ چيو ويندو هو. مون کيس چيو: "جي تون چاهين تہ مان تنهنجو سنسڪار ڪنهن ٻيءَ جڳهہ تي ڪرائيندس." هن چيو: "منهنجي سنسڪار وقت توهين ڏيري ۾ هوندا ئي ڪونہ. انهيءَ ۾ توهان جي مرضي ڪانہ هلندي." هو توهان جي سرسي مان واپس اچڻ کان اڳ ۾ ئي منهنجو سنسڪار ڪري ڇڏيندا." مون کيس چيو: "تون وڃڻ لاءِ ايتري جلدي ڇو ٿو ڪرين؟" هن مشڪي، اهڙيون ڳالهيون ڪرڻ شروع ڪيون.

آخر انهين ئي ڏينهن، جيئن پساني شاديءَ چيو هو. هن کي

ڪَس پوري زندگي ڪُل رهڻيءَ ۾ مستحڪم رکيو. اها مهاراج جن جي موج هئي، مهاراج جن جو طور طريقو هو، جو سنڌس من ۾ اهڙا ڀاءُ پيدا ڪيائون، جاڪاڻ ته حضور جن ٻاليءَ شاديءَ کان شيوا وٺڻ ٿي چاهي.

ٻالي شاديءَ جو ٧-٨ دفعا مُڪٽو ڏيو. ٻر هر دفعي ڪنهن نه ڪنهن طرح اهڙو سنجوڳ ٺهندو هو، جو جنهن سان سنڌس مُڪٽي ٿيندي هئي، اها مري ويندي هئي. مهاراج جن ڪيس چوندا هئا: ”تنهنجي قسمت ۾ شادي لکيل ڪونهي.“ شادي مهاراج جن کان پڇندو هو ته پوءِ توهان منهنجو هيترين ڇوڪرين سان مُڪٽو ڇو ڪرايو؟ مهاراج جن چوندا هئا: ”اهو به ائين ئي ٿيڻو هو.“

شاديءَ جي پيءُ ۽ ٻيا رشتيدار سنسڪي نه هئا. هوُ نه ته انهن سان رهي ڪجهه ڪائيندو پيئندو هو ۽ نه انهن سان ملڻ ويندو هو. هن جو مهاراج جن کان سواءِ ٻيو ڪنهن سان ڪو لڳاءُ نه هو.

**سوال:**- شاديءَ ڪڏهن چولو ڇڏيو؟

**مهاراج جي:**- شايد هن سردار بهادر جن جي جوتي جوت سمائجڻ کان ٢-٣ سال پوءِ چولو ڇڏيو. منهنجي خيال ۾ سنڌس ديهانت ١٩٥٢ع جي آخر ۾ ٿيو. مونکي ياد آهي ته منهنجي موت کان اٽڪل ١٥ ڏينهن اڳ، جنهن ڏينهن مان سرسي رچي رهيو هوس، هوُ صبوح جو سويل منهنجي ڪمري ۾ آيو. هن کي ڏاڙهي ۾ هڪ اڌ ٻيهڻ جي چڪي هئي، جا هاڻي پيپي رليءَ ٿالي آهي، پيپي رلي به حضور مهاراج جن جي شيوا ۾ رهندي هئي. شاديءَ مونکي چيو: ”مونکي ڪا خاص ملڪيت ڪونهي. مون وٽ ڪجهه هزار رپيا آهن، جي مون کان پوءِ شيوا ۾ ڏيئي ڇڏجو ۽ منهنجي اڌ جي چڪي پيپي رليءَ کي ڏيئي ڇڏجو.“

بيهوش رهيو ۽ ڪي ماڻهو سوچڻ لڳا ته هو مري ويو آهي.
سوٽ ڪيس تي لپٽيل زنجير سندس ٻانهن ۾ پيل هئي.
مهاراج جن سندس پيرسان ويٺل هئا ۽ ڳانڍي سندس ڏنگ
جي جاءِ تي نرم ڄاري ڦيري رهيو هو. لڳ ڀڳ ٻن ڪلاڪن
بعد زهر لٿو ۽ کيس هوش آيو. هو اٿيو، سوٽ ڪيس مٿي
تي رکيائين ۽ مهاراج جن جي پيرن پوڻ لڳو.

شادي اسانکي اها ۽ ٻيون به ڪيتريون ڳالهيون ٻڌائيندو
هو. هو نهايت پريمي ۽ نرمل آتما هو. هو اسان سڀني کي
ڏاڍو پيار ڪندو هو ۽ صوفي سنتن ۽ درويشن جي جيون
چرتر، اپديش ۽ ڪرامتن جون گهڻيون ڪهاڻيون ٻڌائيندو
هو. اسين ٻالپڻ کان ئي کانئس اهي ڪهاڻيون ٻڌندا هئاسين.
اسين سندس آسپاس ويهي رهندا هئاسين ۽ کيس شمس تبريز،
مولانا روم، منصور ۽ ٻين صوفي درويشن جون ڪهاڻيون
ٻڌائڻ لاءِ فرمائش ڪندا هئاسين. هو گهڻي پريم سان اسانکي
اهي سڀ ٻڌائيندو هو.

ڀائي شادي پريم ۽ ڀڳتيءَ ۾ سراسر ڀرپور هو. هو قرآن
شريف بلڪل چڱيءَ طرح پڙهي سگهندو هو ۽ ايران جي
صوفي ۽ مسلم سنتن جا ڪلام به سني ۽ مٺي سر ۾ ڳائي
سگهندو هو. هو پوري عمر حضور مهاراج جن جي سنگ ۾
رهيو هو، تنهنڪري کيس مسلمان درويشن جون ڪيتريون
ساکيون ياد ٿي ويئون هيون.

**سوال:-** ڇا هو استرين کان پري ڀڄندو هو؟

**مهاراج جي:-** مون اها ڳالهه چوڻ نه ٿي چاهي.
دراصل هو استرين کان نفرت ڪندو هو. هو استرين جي
شڪل ڏسڻ به برداشت نه ڪري سگهندو هو. انهيءَ ڪري
هڪ طرح هن جو بچاءُ به ٿي ويو، ڇاڪاڻ ته هن سڄي عمر
شادي نه ڪئي. شايد استرين ڏانهن سندس انهيءَ نفرت ڪ

**ديوان صاحب:-** هڪ ننڍي ٻالي شاديءَ جا ڪن
رشتيدار هن کي سمجهائڻ لاءِ هڪ مولويءَ کي وٺي آيا، پر
ٻالي شاديءَ صرف ايترو ئي چيو: "منهنجي مرشد مولا کي
اندر سڀ ڪجهه ڏيکاري ڇڏيو آهي. مان توهان سان بحث
ڪرڻ نٿو چاهيان."

**مهاراج جي:-** ڪير نه مهاراج جن لاءِ سندس پيار ۽
وشواس کي لوڏي نه سگهندو هو. اوهان ڏٺو جي ڪنهن
پستڪ ۾ پڙهيو هوندو ته هڪ ڏينهن هن کي نانگ ڏنگيو
هو. هو سڪندر پور کان سرسي اچي رهيو هو ۽ حضور جن
جو سوٽ ڪيس سندس حوالي هو، جو سندس مٿي تي رکيل
هو. مهاراج جن اڳيان اڳيان گهوڙي تي سوار هلي رهيا هئا،
ٻالي شادي ۽ ڪجهه ٻيا مائٽ پٺيان پٺيان پنڌ اچي رهيا هئا.
رستي ۾ ٻالي شاديءَ کي نانگ ڏنگيو. آهستي آهستي
زهر سندس جسم ۾ ڦهلجڻ لڳو. انهن مائٽن مان ڪنهن ساٿيءَ
کيس چيو: "زهر چڙهندو ٿو وڃي، تون ليٽي پئو." پر
شاديءَ نه ليٽڻ منظور ڪيو ۽ نه مٿي تان سوٽ ڪيس ئي
لاٿائين.

آخر ڪنهن مهاراج جن کي ٻڌايو ۽ انهن پنهنجو گهوڙو
روڪيو. شاديءَ سوٽ ڪيس سان ٻڌل زنجير پنهنجي ٻانهن
۾ وجهي رکي هئي، جيئن ڪو هٿان سوٽ ڪيس کسي
نه وٺي. مهاراج جن شاديءَ وٽ اچي کيس ليٽڻ لاءِ چيو ۽
هڪ ٻئي سيوادار ڳالهيءَ کي نم جي وڻ مان هڪ ٽاري
ڀڃي اچڻ لاءِ چيو. ممڪن آهي توهين انگريزيءَ ۾ نم کي ڄا
ڻندا آهيو، پر هتي اهي نم جا وڻ عام آهن ۽ انهن ۾ ننڍا
ننڍا سارا ٻج لڳندا آهن. پوءِ مهاراج جن فرمايو: "نم جي
ٽاري ڏنگ جي مٿان ڦيرائيندا رهو." انهيءَ وچ ۾ شادي
بيهوش ٿي چڪو هو، ڇاڪاڻ ته زهر پوري جسم ۾ ڦهلجي
چڪو هو. نانگ ڪافي زهريلو هو ۽ شادي ڪافي وقت

مهاراج جي:- هو سدائين حضور مهاراج جن سان گڏ هوندو هو ۽ هڪ طرح سندن دائمي ساٿي هو.
هو شيوا ۾ سدائين تيار رهندو هو. هو پنهنجي ڪارخاني ۾ ڪم ڪندو رهندو هو، جيئي اڄڪلهه پروفيسر پيماگر جي آفيس آهي. جڏهن مهاراج جن آفيس مان واپس ڪوٺيءَ ۾ ايندا هئا ته پائي شادي به لڳ ڀڳ ساڍي ١٢ بجي ڪارخانو بند ڪري ڪوٺيءَ تي اچي ويندو هو. هو حضور مهاراج جن جي جوراب لاهڻ کي پنهنجي خاص شيوا سمجهندو هو.
جيڪڏهن اتفاق سان حضور مهاراج جن خود جوراب لاهي ڇڏيندا هئا ته پائي شاديءَ جي اچڻ جي آهٽ ٻڌي، وري پائي ڇڏيندا هئا ۽ پائي شاديءَ جي اچڻ تي حضور جن پنهنجا چرڻ سندس اڳيان وڌائيندا هئا. اسين الهيءَ چوچ کي ڏسي مشڪندا هئاسين. مهاراج جن ڪيس ناراض نه ڪندا هئا.
سندن جوراب لاٿل ڏسي پائي شادي دکي ٿيئي ها ۽ چوي ها: ”حضور، توهان مون کان اڄ منهنجي شيوا کسي ورتي.“
هن جي سوچڻ جو اهڙو ئي طريقو هو.
هو روز رات جو حضور جن جو بسترو وڇائيندو هو. صبوح جو اُن کي چادر سان ڍڪي، اُن جي سنڀال ڪندو هو ۽ ضرورت موجب رضائي ۽ چادر وغيره بدليندو رهندو هو. اهو سڀ سندس ڪم هو. هو اهڙي قسم جا ٻيا به ننڍا ننڍا ڪم ڪندو رهندو هو، جن جي ڪري هو سدائين ويجهو رهندو هو.
مهاراج جن جي هن علائقي جي ڳوٺن يا قصبن (ننڍن شهرن) الهن ڏينهن ۾ بجلي ڪانه هوندي هئي. شادي نهايت ئي ماهر مڪينڪ هو ۽ هن ئي ڏيري ۾ بجلي آندي هئي. هن ڏيري ۾ هڪ ڊيزل انجڻ آندي ۽ وٽ ڪئي. اُن ذريعي لنگر ۽ مهاراج جن جي ڪوٺيءَ کي بجلي ملڻ شروع ٿي ويئي. اهو سڀ پائي شاديءَ جي رتا جو ئي ڦل هو.

ٻئي ڏينهن صبوح جو وري هلو ويندو هو ۽ واپس جو مونجهي
حضور جن وٽ اچي ويندو هو.

ڪرنل سانڊرس ۽ ڏيري ايندڙ سڀ ماڻهو پاڻي شاديءَ
کي سڃاڻندا هئا. هو هميشه مهاراج جن جي حاضريءَ ۾ رهندو
هو ۽ سندن شخصي شيوا ڪندو هو. هڪ ڏينهن حضور
مهاراج جن کيس چيو: "لڙڪي پنهنجي روزي روٽي خود
ڪمائڻ گهرجي. لنگر جي روٽي ۽ ڏيري جي خيرات تي
گذر ڪرڻ ٺيڪ ناهي." هن چيو ته هو مشين جو ڪم ڄاڻندو
آهي، ڇاڪاڻ ته هو لوهار هو ۽ ماهر مستري هو. هو هڪ
خراد (Lathe) مشين ۽ ڊرل انجڻ خريد ڪري آيو ۽ اهڙيون
اهڙيون شيون ٺاهڻ شروع ڪيائين. انهيءَ مان سندس سٺو
گذارو ٿي ويندو هو. هن هٽي هڪ ڪڻڪ پيهڻ جي چڪي
۾ لڳائي، جنهن ۾ اڄ ڏينهن به هر روز اٽو پيٺو ويندو آهي.
پوري زندگيءَ ۾ انهن سڀني مان سندس گذارو سکيو ۽ آرام
سان ٿيندو رهيو ۽ هو هميشه مهاراج جن سان گڏ رهندو
رهيو، ڪڏهن به ڪين جدي نه ويو.

**سوال:-** ڇا، هو هميشه حضور وڏن مهاراج جن سان گڏ
سندن ڪار ۾ ٿي ويندو هو؟

**مهاراج جي:-** هو هميشه مهاراج جن سان گڏ رهندو
هو ۽ هن مان پڇڻ جدائي ناممڪن هو. هو سدائين ڪار ۾
ڊرائيور سان گڏ اڳينءَ سيٽ تي ويهندو هو. پروفيسر جڳتاگر
جو پٽ، جيڪو اُن وقت سيڪريٽري هو، پوئينءَ سيٽ تي
مهاراج جن سان گڏ ويهندو هو. جيڏانهن به حضور مهاراج جن
ويندا هئا، اوڏانهن پاڻي شادي سندن شخصي شيوا لاءِ انهن
سان گڏ ويندو هو.

**ديوان صاحب:-** جڏهن اونهاري ۾ حضور مهاراج جن
منجهند جو آرام ڪرڻ لاءِ دروازو بند ڪندا هئا ته پاڻي
شادي دروازي جي اڳيان ٿي ٻاهر ورانڊي ۾ ليٽيو رهندو هو.

نام دان بخشيو." مهاراج جن فرمايو: "منهنجو نام دان تکين، ڏوکي ٻاڙن ۽ ڍاڪڻ لٽيرن لاءِ ڪونهي. نه، مان توکي نام دان ڪونه ڏيندس." انهن چئي هو پنهنجي ڪوٺيءَ ۾ هليا ويا.

پر شادي اتان وڃڻ لاءِ تيار نه ٿيو. هو اتي ئي ترسي پيو ۽ ٻي ڏينهن ۾ تڙ ڦندو ڦٿڪندو رهيو، چاڪاڻ ته اندران ستگرو مهاراج جي ڪيس ڪيئنچي رهيا هئا. هڪ ڏينهن هو وري مهاراج جن جي چرڻن تي ڪري پيو ۽ چيائين: "مان وري ڪڏهن به اهڙا ڪرم ڪونه ڪندس." مهاراج جن فرمايو: "جيڪي ڪجهه تون ڪري چڪو آهين، پهرين وڃي انجو حساب ختم ڪر. جنهن جنهن جا به روپيا پيسا، گهڻا زيور وغيره چورايا اٿيئي، اهي انهنکي واپس ڏيئي اچ."

هو واپس پنهنجي ڳوٺ ويو ۽ پنهنجي سموري ملڪيت ۽ جيڪي ڪجهه به هن وٽ هو، سڀ ڪجهه مالڪن ۾ ورهائي ڇڏيائين. جنهن کي به هن ڪجهه واپس ڪيو ٿي، انهيءَ کي چيائين ٿي ته هي مون تنهنجي گهران چورايو هو. يا مون کي تنهنجي چورايل چيزن جي ايتري قيمت ملي هئي، تنهن ڪري تون هي قبول ڪر. اهڙيءَ طرح هن ڪنهن کي پنهنجو مڪان ڏيئي ڇڏيو ۽ ڪنهن کي ٻي ملڪيت، سامان وغيره ڏيئي ڇڏيو.

سڀ ڪجهه ڏيئي هو مهاراج جن وٽ اچي ويو ۽ وري ان بعد هو مهاراج جن کي ڇڏي ڪڏهن به ڪيڏانهن نه ويو. هو انت سمي تائين ڏيري ۾ ئي رهيو ۽ تن من سان پهرين حضور مهاراج جن جي ۽ پوءِ سردار بهادر مهاراج جن جي سيوا ڪندو رهيو. جي ڪنهن ڪم سان ڪيس ڏيري کان ٻاهر موڪليو ويندو هو ته هو جلد کان جلد واپس اچڻ جي ڪوشش ڪندو هو. هو مهاراج جن کان دور رهڻ برداشت نه ڪري سگهندو هو. جيڪڏهن ڪيس ٻن ٽن ڏينهن لاءِ ٻاهر ڪم هوندو هو ته به رات جو واپس ڏيري موٽي ايندو هو.

پوءِ مهاراج جن جا وچن سندس هردي ۾ ٻيهي ويا ۽
هر وقت هنکي اهڙيءَ ڳالهه جو ويچار ايندو رهندو هو. آخر
هڪ ڏينهن کيس مهاراج جن ڏانهن اندروني طرح اهڙي
ڪشش محسوس ٿي، جو هُو سڀ ڇڏيءَ جي حالت ۾ سويل
صبوح جو ميلارام جي گهر ڊوڙندو ويو ۽ هن کي چيائين:
"مونکي هينئر ئي مهاراج جن وٽ وٺي هلو." ميلارام کيس
چيو: "مان توکي مهاراج جن وٽ ڪيئن وٺي هلان؟ تون
ڏاڍو آهين ۽ سواءِ لت مار جي ٻيو ڪجهه به نٿو ڪرين.
تو ۾ ۽ مهاراج جن جي اپديش ۾ ڪابه سمانتا ڪونهي. تون
مهاراج جن وٽ ڇو تو وڃڻ چاهين؟" ميلارام کيس ڏيري
وڃڻ کان لاهيءَ لاءِ روڪي رهيو هو ته متان اني وچي کو
رولو نه مچائي. پوءِ شادي روئڻ ۽ رينتي ڪرڻ لڳو ۽
ميلارام کي آزي نيزاري ڪرڻ لڳو ته خدا جي واسطي
مونکي مهاراج جن وٽ وٺي هلو. اهڙيءَ ڪري ميلارام کيس
پاڻ سان گڏ ڏيري وٺي آيو.

پالي شادي اسانکي ٻڌائيندو هو: "مهاراج جن ٻاهتي
ڪمري مان نڪري ستسنگ لاءِ وچي رهيا هئا. هنن مون
ڏانهن نهاريو ۽ ٻه ڏيان ڏيڻ جي، وچي ستسنگ شروع
ڪيائون. ستسنگ ۾ هنن "ڪرم ۽ ڦل" جو مضمون کڻي ۽
فرمايائون: "جيڪي ڪجهه اسين پوکيندا آهيون، اهوئي اسانکي
لڻڻو پوندو. جيڪي ماڻهو ڏاڍا ڏاڍا هئڻ ٿا، لت مار
ڪن ٿا ۽ ٻين ماڻهن کي ڊيڄارين يا ڏڪائين ٿا، اهي پاڻهي
ٿا وڃن ته ڪين انهن سڀني ڪرمن جو ڪهڙو نتيجو ڀوڳڻو
پوندو."

قدرتي طور پالي شاديءَ جي من ۾ اهڙي ئي ڇڪ پيدا
ٿي وئي، جنهن کي هُو برداشت ڪري نه سگهيو. جڏهن
مهاراج جن ستسنگ ڪري اٿيا ته شادي سڌو وڃي سندن
چرڻن ۾ ڪريو ۽ وينتي ڪيائين: "خدا جي واسطي مونکي

هئا.
ويندو هو. سندس ڳوٺ جا ستسنگي ڏيري ايندا رهندا هئا.
شادي نهايت طاقتور ۽ دلير هو ۽ ماڻهن سان جهڳڙي ڪرڻ،
انهن کي ڌمڪاڻ يا ڏاڪي ڇماڻڻ کان نه رهندو هو. ڳوٺ
وارا هن کان ڊڄندا هئا. هو رستو روڪي بيهي رهندو
ستسنگين کان پڇندو هو: ”اُتي توهين ڇا لاءِ ٿا وڃو؟“
اهڙيءَ طرح هو انهن کي پريشان ڪندو هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن
سندن مال ڦري وٺندو هو. ستسنگي مهاراج جن وٽ اچي
شڪايت ڪندا هئا: ”مهاراج جي، جڏهن به اسين ڏيري
اچون ٿا ته هو اچي رستو روڪي ٿو بيهي ۽ اسانکي ڏاڍو
پريشان ڪري ٿو.“ مهاراج جن مشڪي، خاموش ٿي ويندا
هئا.
ان ڳوٺ ۾ ميلارام نالي هڪ ستسنگي رهندو هو. خبر
ناهي ته هو اڃا زنده آهي يا چولو ڇڏي چڪو آهي.

**ديوان صاحب:-** هو اڃا زنده آهي.

**مهاراج جي:-** ميلارام اڪثر حضور مهاراج جن وٽ
ايندو رهندو هو ۽ ڳوٺ ۾ به سندس ڪافي عزت هئي. هن
يالي شاديءَ کي چيو: ”تون اسانکي ڇا لاءِ ڌمڪائيندو
رهين ٿو؟ اسين بياس ته سنتن جي درشن لاءِ وڃون ٿا.“
آهستي آهستي شاديءَ جي من ۾ به هن طرف ڪجهه دلچسپي
پيدا ٿيڻ لڳي. هڪ دفعي ڪشتين جي ملاکڙي تان موٽندي
هن ڏيري اچڻ جو فيصلو ڪيو. جڏهن هو هتي پهتو ته اُن
وقت حضور جن ستسنگ فرمائي رهيا هئا ۽ سندس ڪنن ۾
حضور جن جا هي وچن پيا: ”هر ڪنهن کي پنهنجي ڪيل
ڪرمن جو ڦل ڀوڳڻو پوندو.“ اهي وچن شاديءَ جي اندر
گونجڻ لڳا. هو انهيءَ کان پاڻ ڇڏائي نه سگهيو. هو مسلمان
هو ۽ هن جو ان ڳالهه ۾ وشواس نه هو ته انسان کي پنهنجي
رڳي پنهنجي ڪيل ڪرمن جو ڦل ڀوڳڻو پوندو.

جو ساڌن يا ذريعو آهي. اِنهن نہ تيڻ گهرجي، جو اسين منزل کي تہ پلجي وڃون ۽ صرف ساڌن جي پٺيان ئي ڊوڙندا رهون. اسانکي منزل تي پهچڻ لاءِ ساڌن جو استعمال ڪرڻ گهرجي. اهو مالڪ خود اسانکي انهيءَ ڪوشش ڪرڻ جي شڪتي بخشي ٿو.

**سوال:-** اسان جي هنان روانگي ۽ ستگروءَ کان جدائي نهايت ڏکدائي آهي. اِنهيءَ ۾ ڪابہ خوشي ڪونهي.

**مهاراج جي:-** ٻاهر ۾ پنهنجي ئي ترقي ۽ پيڙا هوندي آهي، تڏهن بہ اسين ٻاهر کي نہ تہ ڇڏي سگهندا آهيون ۽ نہ ئي اُن ٻاهر پيڙا مان ڇوٽڪارو ئي پائڻ چاهيندا آهيون. سچ تہ اِهو آهي تہ اُن حالت ۾ بہ اسين دراصل ستگروءَ کان ڪڏهن وڇڙون ٿا، جدا ڪونہ ٿا ٿيون. اسين صرف اُنهيءَ سان وري ملڻ لاءِ وڇڙون ٿا، جيئن وري ڪڏهن بہ هن کان جدا ٿيڻو نہ پوي، وڇڙڻو نہ پوي. ديھ سروپ کان جدا ٿيڻ تي بہ اسين نڌڪا ٿا ٿيون، ڇاڪاڻ تہ اسان جو ڌڻي، اسانجو ستگرو سدائين اسان سان انگ سنگ رهي ٿو.

جيڪي ڪجهه به مالڪ ڪري ٿو، اهو اسان جي ڀلائيءَ
لاءِ ئي ڪري ٿو. اسان کي انهيءَ جي رضا ۾ راضي رهڻ
گهرجي ۽ جنهن حالت ۾ به رکي، انهيءَ جو اسان کي ٿورو
لاڀ وٺڻ گهرجي.

**سوال:-** ها، انهيءَ جو مطلب اهو ٿيو ته اسان کي ڏيهه
سروپ ستگروءَ کان ٻوڙهي يا نرليپ ٿيڻ گهرجي؟

**مهاراج جي:-** نه. اهو اهو مطلب ڪونهي ته ستگروءَ
جي ڏيهه سروپ سان موهه پيار نه رکون ۽ ان کان نرليپ
رهون. ستگروءَ جي ڏيهه سروپ جو پيار ئي اسان کي اندر
وٺي ويندو. اهو اسان کي سمرن ڀڄن ڪرڻ لاءِ مجبور ڪندو،
اسان کي اندر انهي تلاش ڪري، پرگهٽ ڪرڻ ۽ سدائين
لاءِ ان ۾ سمائجي وڃڻ جي پريرڻا ڏيندو.

**سوال:-** جڏهن اسين ڏوري ابتدا آهيون ته اهين لڳندو
آهي ته ويران ساهان يا ونڊ ٻٽ مان هڪ سرسبز گلستان ۾
پهچي ويا آهيون. هاڻي هتان وڃڻ، واپس ان بيابان ۾
وڃڻ وانگر لڳي ٿو. اها حالت اهين پيئي محسوس ٿئي،
جيئن ڪنهن کي پهاڙ تي چاڙهي هيٺ ڪيرايو وڃي. اميد ته
منهنجو مطلب توهين سمجهي ويا هوندا.

**مهاراج جي:-** انهيءَ ۾ اسانجو پنهنجو ئي فائدو آهي.
آخر ته اسان کي ستگروءَ ۾ سمائجي ان سان هڪ ٿي وڃڻو
آهي. جيئن حضرت عيسيٰ فرمائين ٿا، "توهين منهنجي اندر
سمايل آهيو، مان پرم پتا پرماتما ۾ سمايل آهيان. تنهڪري
توهين به منهنجي ذريعي پرم پتا پرماتما ۾ سمايل آهيو"
(جان، ١٤: ٢٠). اسان کي پنهنجو پاڻ کي ستگروءَ ۾ لين
ڪرڻو آهي ۽ ستگروءَ داران پرماتما ۾ لين ڪرڻو آهي.
اهو سڀ صرف اندر ئي ٿي سگهي ٿو ۽ نه ٻاهر. اسٿول سرار
کي پنهنجو هڪ خاص مقصد هوندو آهي. اهو منزل تي پهچڻ

آهي پر پوءِ وري اوچتو اسان ۾ گراوٽ اچي ويندي آهي.
مهنجو خيال آهي ته اسان مان ڪيترا ئي انهيءَ ستگروءَ
جي نزديڪيءَ واري سندر اوستا ۾ رهڻ چاهيون ٿا.

**مهاراج جي:-** اسان کي خود پنهنجي اندر ستگروءَ
لاءِ نواس استان ٺاهڻو آهي. ستگروءَ کي پنهنجي هردي
اندر رکڻو آهي ۽ پنهنجي هردي کي هن جي رهڻ جوڳو
استان ٺاهڻو آهي. سنت جان موجب حضرت عيسيٰ دواران
ڏنل اپديش ۾ آيل آهي، "اهو توهان لاءِ بهتر ٿيندو ته
مان هينئر توهان کان دور هليو وڃان" (جان، ١٦ : ٧).
شش کي پنهنجي ستگروءَ کان اهڙي ڳالهه ٻڌي حيراني ٿئي
ٿي ته اها ڳالهه سندس ڀلائيءَ جي ڪيئن ٿي سگهي ٿي ته
سندس ستگرو کيس ڇڏي وڃي يا کانئس دور هليو وڃي؟
پر ان جي پٺيان گهري معنيٰ لڪل آهي. حضرت عيسيٰ جو
مطلب آهي ته منهنجو ديهه ڌارڻ جو مقصد پورو ٿيو. مون
توهان کي سچي مارگ تي لڳايو آهي، توهان جي اندر پريم
۽ ڀڳتي ڀاؤ پيدا ڪيو آهي ۽ توهان کي منزل جو اشارو ۾
ڏنو آهي. هاڻي توهان کي ان منزل تي پهچڻ لاءِ محنت
ڪرڻ گهرجي. جيستائين مان ديهه سروپ ۾ توهان جي
سامهون آهيان، تيستائين توهين روحاني مارگ تي هاڻ ۽
اندروني سفر طئه ڪرڻ جي ڪوشش نه ٿا ڪريو. توهين
ٻاهر ئي ٻاهر منهنجي استول سرير پٺيان ڊوڙندا ڦرو ٿا. پر
جڏهن مان توهان جي اکيان نه هوندس ۽ توهين مون کان
سواءِ رهي نه سگهندا، تڏهن توهان لاءِ اندر منهنجي کوج
ڪري، مون کي پرگهٽ ڪري، روحاني ترقي ڪرڻ،
سدائين لاءِ مون ۾ سمائجي وڃڻ کانسواءِ ٻيو ڪو رستو ئي
نه رهندو. تنهڪري انهيءَ ۾ ئي توهانجي ڀلائي آهي ته
مان توهان کان دور هليو وڃان. اهوئي حضرت عيسيٰ جي
چوڻ جو مطلب آهي.

ر ڇڏهن کو راهگير ان ساڳيءَ ڇوڪريءَ کي ڏسي ٿو ته
ن تي ڪهڙو اثر ٿو ٿئي؟ ٻئي هڪ ئي منش کي ڏسن
ٿا، پر ٻنهي جي ڏسڻ ۾، ڏسڻ واريءَ نظر ۾ ۽ ڏسڻ سان
انهن جي اندر پيدا ٿيندڙ احساس ۽ ڀاونائن ۾ فرق ٿئي ٿو.
هزارين ماڻهو ان ڇوڪريءَ جي آڳيان لنگهن ٿا، پر پريميءَ
کان پڇو ته سندس هردي ۾ ان ڇوڪريءَ کي ڏسندي
ڇا ٿو ٿئي؟ ان ڇوڪريءَ جي پاسي مان لنگهندڙن راهگيرن
کان پڇو ته ان ڇوڪريءَ کي ڏسڻ سان انهن تي ڪهڙو اثر
ٿو پوي؟ ان ڇوڪريءَ کي ڏسي ته اهي سڀئي رهيا آهن
پر انهن تي اثر الڳ الڳ پوي ٿو. تنهن ڪري اها ڳالهه
سيني سان ساڳئي روپ ۾ ڪيئن لاڳو ڪري سگهبي؟ اسين
اِئين ڪيئن چئي سگهنداسين ته سيني تي هڪ جهڙو اثر ٿئي
ٿو؟ هر هڪ تي الڳ الڳ ئي اثر ٿئي ٿو، هر هڪ کي الڳ
الڳ احساس ٿئي ٿو.

ڪلهه ستسنگ ڪرڻ واري، ستسنگ ۾ ليلا مجنونءَ جي
ڪهاڻي ٻڌائي هئي. اها هڪ پراچين عربي پريم ڪهاڻي
آهي. مجنون پريمي هو ۽ ليلا پريتما هئي. ليلا شهزادي
هئي ۽ مجنون ان سان پريم ڪندو هو.
هڪ دفعي ليلا دڪاندارن کي حڪم ڪيو: "مجنون
جيڪا به چيز گهري، اها کيس مفت ڏني وڃي. انجا پئسا
مان پاڻ ادا ڪنديس."
راتو رات هزارين مجنون پيدا ٿي ويا ۽ صبوح جو سڀ
دڪاندارن وٽ وڃي پنهنجي من مرضيءَ جو سؤدو وٺي
آيا. انهيءَ لئي دڪاندار بادشاهه وٽ ويا ۽ کانئس پڇيائون
ته مجنون گهڻا آهن؟ بادشاهه چيو ته مجنون ته هڪ آهي.
دڪاندارن پڇيو ته ڪين ڪيئن خبر پوي ته اصلي مجنون
ڪهڙو آهي؟ بادشاهه ليلا سان ڳالهه ڪئي. ليلا چيو ته اهـ
مسئلو مان تي حل ڪريان. هن شهر ۾ اعلان ڪرايو ته ليـ

**مهاراج جي:-** ڪجهه سال اڳ هڪ آمريڪي سٽسنگيءَ مونکي خط لکيو ته مون سمرڻ جي وکي ۽ هڪ ساڌن جي بدران هڪ تمام سٺو طريقو ڳولهي ڪڍيو آهي. مون هڪ بجليءَ تي هلندڙ مشين لاهي آهي. جڏهن مان ان مشين تي رکيل بٽڻ دٻائيندو آهيان ته مشين جي هاڻ سان گڏوگڏ مهنجي سرت جي ڌارا هڪدم سمينجي مٿي اچي ويندي آهي. تنهن ڪري ٣ ڪلاڪ بي رس يا هڪ سمرڻ ۾ لڳائڻ بجاءِ مان ١٠-١٥ منٽ ئي مشين تي ويهندو آهيان. هاڻي توهين ٻاڻ ئي ڏسو ته مان ڪيتانس وڃي سگهي ٿو.

**سوال:-** مهاراج جي، جڏهن اسين ستگروءَ جي سامهون ويٺل هوندا آهيون ته اسان کي ڇا ٿيندو آهي، اسان تي ڪهڙو اثر ٿيندو آهي؟

**مهاراج جي:-** توهانکي اهو ٻڌڻ گهرجي ته جڏهن مان توهان جي سامهون ويٺل هوندو آهيان ته مهنجو ڪهڙو حال ٿيندو آهي؟ مان ڪيئن ٿو چئي سگهان ته جڏهن توهين منهنجي سامهون هوندا آهيو، تڏهن توهانجي ڪهڙي حالت ٿيندي آهي، اهو ته توهين خود ئي چڱيءَ طرح سمجهي سگهو ٿا.

**سوال:-** ڪاش مونکي معلوم هجي ها! مون کي اها ڄاڻ يا سمجهه ئي پئجي سگهي!

**مهاراج جي:-** ڇا ٿيندو آهي؟ مون کي ته ڪجهه به ٿيندو ڏسڻ ۾ نه ايندو آهي. ڪجهه ٿيڻو آهي ته زندگيءَ ۾ ستگروءَ جي هڪ ئي درشني ڪافي ٿيندي آهي. پر اسان کي ڪجهه ٿئي ئي نٿو ۽ انهيءَ ڪري ئي اسانکي هر روز ستگروءَ جي سامهون ويٺو پوي ٿو.

پر اها ڳالهه اڪثر هرهڪ جيو سان هڪ جهڙي لاڳو نٿي ٿي سگهي. هر جيو تي الڳ الڳ اثر ٿئي ٿو. جڏهن هڪ برهمي ٻيهنجي ٻرتما کي ڏسي ٿو ته انهيءَ کي ڇا لڳي ٿي؟

ٺهڪري اسان ان کي نديءَ ۾ قبو ڪرائي ڇڏيو. هاڻي
ڪرپا ڪري اهو ٻڌايو ته ان ۾ ڇا هو؟
در اصل مان ڪيس انهيءَ باري ۾ ٻڌائڻ ڀلجي ويو هوس
۽ منهنجو اهو خيال هو ته هوُ منهنجي غير حاضريءَ ۾ ان کي
نه کوليندو. عام طور منهنجا پارسل نه کوليا ويندا آهن. پر
هن سوچيو هوندو ته متان ان ۾ ڪا کائڻ جي شيءِ هجي،
جا خراب ٿي وڃي. آخر اسانکي پنهنجي آميريڪي پريمي
ستسنگين کي لکڻو پيو ته هوُ ڪرپا ڪري اسان کان اهڙي
شيوا نه وٺن.

**سوال :-** مهاراج جي، ان شخص ٻليءَ کي ويشنو ٻڌائي
ڇڏيو هو.

**مهاراج جي :-** ڇا، انهيءَ ڪري هن ٻليءَ کي هيڏانهن
موڪليو هئو.

**سوال :-** هن سوچيو هوندو ته ٻلي به ٿوري گهڻي
ستسنگ ٻڌي ويئي هوندي.

**مهاراج جي :-** ڪيترو نه سٺو ٿئي ها، جي اهلو واليا
صاحب پنهنجي منهن زباني هيءَ ڪهاڻي توهان کي ٻڌائڻ
لاءِ موجود هجي ها.

**سوال :-** مهاراج جي، روحاني ترقي ۾ انساني ڪوشش جي
باري ۾ مان اهو ڄاڻڻ چاهيان ٿو ته ترقي صرف ڀڄن سمرن
دوران ئي ٿي سگهي ٿي، يا ان جو ڪو ٻيو سرل اپاءُ،
ڪو وڌيڪ تڪڙو ۽ ترت پراپتيءَ جو رستو يا سادن به
آهي؟

**مهاراج جي :-** ڀڄن سمرن کان وڌيڪ جلد ۽ ترت
پهچائڻ يا پراپتي ڏيڻ وارو سادن؟

**سوال :-** نه. ڀڄن سمرن کان وڌيڪ جلديءَ وارو سادن
نه، پر انهيءَ جي بجاءِ ڪو اهڙو اپاءُ ڪونهي، جنهن مان
اسان کي ڪوشش ڪرڻ ۾ سهائتا ملي؟

پارسل موڪليندڙ پنهنجي خط ۾ ڪٿي به ”ٻلي“ لفظ جو استعمال نه ڪيو هو. هن صرف سنڌ ۽ ٻاري ٻُوسي لکيو هو.

منهنجي ذهري مان وڃڻ بعد اهلوواليا صاحب کي اهو پارسل مليو. هو ڏاڍو خوش ٿيو، ڇاڪاڻ ته پارسل سهڻي نموني بند ڪيو ويو هو ۽ اندر صندوق ۾ تمام سٺي هئي. اهلوواليا صاحب سوچيو هوندو ته مهاراج جن جي اچڻ جي انتظار ڪرڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي؟ تنهن ڪري هو پارسل دفتر ۾ کڻي ويو ته شايد هيءَ امريڪا مان سئنيڪ لاءِ ڪو تحفو آيو آهي. هن خود پارسل کوليو ۽ جڏهن اندر هٿ وڌائين ته ... ....

توهين ڄاڻو ٿا ته امريڪا مان سامونڊي جهاز رستي پارسل کي هتي پهچڻ ۾ لڳ ڀڳ ٢ مهينا لڳي ويندا آهن. توهين اندازو لڳائي سگهو ٿا ته ٻن مهينن ۾ ٻليءَ جو سرو ڪيتري قدر نه ڳري سڙي ويو هوندو.

تنهن ڪري جڏهن اهلوواليا صاحب ان پارسل ۾ هٿ وڌو ته رڙ ڪندي پنهنجي گهر طرف ڊوڙيو ۽ اهو به نه ڏٺائين ته پارسل ۾ ڇا آهي. پنهنجي نوڪر کي چيائين ته ڏس هن ۾ ڇا آهي. پارسل مان اها سنڌ ۽ ٻاري ٻُوسي (ٻلي) نڪتي. اوءِ هن ڪنهنکي چيو ته وڃي ان کي لديءَ ۾ رجهي اچ.

پارسل ۾ موڪلڻ واري جي ائڊريس لکيل هئي. اهلوواليا صاحب ان کي هڪ ”پريم پتر“ لکيو ۽ ان جي ڪاپي مونکي موڪليائين. انهيءَ سان گڏ مونکي لکيائين، ”مون کي افسوس آهي، جو توهان لاءِ آيل تحفي وارو پارسل مون کوليو آهي. مون لاءِ ۽ دفتر جي ٻين ڪنهن به ماڻهوءَ لاءِ ان جي بدبوءِ برداشت ڪرڻ کان ٻاهر هئي.

سڀ ڪٺنايون ديش جي ورهاڱي ۽ آزاديءَ کانپوءِ درپيش
آيون آهن. هاڻي به ڪامنولٿ ديشن مان ايندڙن لاءِ ڪا
رڪاوٽ ڪونهي. انهن کي هتي اچڻ ۽ ڪم ڪار ڪرڻ جي
اجازت ملي ويندي آهي. مونکي ان باري ۾ ڀرپور پتو
ڪونهي، پر منهنجو خيال آهي ته انهن کي هتي رهڻ ۽
ڪاروبار ڪرڻ ۾ ڪا به مشڪلات نه ٿيندي آهي. انهن کي
ويزا وٺڻ جي به ضرورت نه پوندي آهي.

**سوال:-** ڇا، اهي هتي اچي ڪو ڌنڌو وغيره ڪري
سگهن ٿا؟

**مهاراج جي:-** ها. هو ڌنڌو يا ڪاروبار وغيره به
ڪري سگهن ٿا. پر انهن تي به ٻين ٻين ڪيترن قسمن
جون پابنديون لڳايون پيئون وڃن.

**سوال:-** ڇا، ڊاڪٽر جانسن امريڪا واسي هو؟

**مهاراج جي:-** ها، هو امريڪا واسي هو. پر انهن
ڏينهن ۾ امريڪا واسين کي هتي اچي رهڻ جي کليل اجازت
هئي. انگريز سرڪار انهن کي هتي اچي رهڻ کان ڪا
روڪيندي هئي. اهي سڳن ڀائر ئي ته هئا، تنهنڪري
انگريز سرڪار کي انهن مان ڪوبه ڊپ نه هو. شايد انهن
ڏينهن ۾ ڪوبه يورپ واسي ٻنا ويزا وغيره جي هتي اچي
سگهندو هو. ويزا جو سرشتو گذريل ۳۰-۳۵ سالن کان، ٻي
مهاڀاري لڙائيءَ کانپوءِ شروع ٿيو آهي.

**سوال:-** مهاراج جي، هتي گيسٽ هائوس ۾ ڪيئن عجيب
سڀاءَ جا ماڻهو به ايندا هوندا؟

**مهاراج جي:-** جيئن ته هيءُ انترراشٽريه گيسٽ هائوس
آهي، جتي سڀني ديشن ۽ قومن جا ماڻهو اچي سگهن ٿا،
تنهنڪري قدرتي طور ڪيترن قسمن جا ۽ مختلف سڀاءَ جا
ماڻهو هتي ايندا رهن ٿا.

وڏيشن مان ايندڙن کي دائمي رهائش جي اجازت نٿي ڏني.
سرڪار انهن کي ڇهن مهينن يا سال لاءِ عارضي ويزا ڏيندي
آهي. شايد سڀني ملڪن ۾ ائين ڪيو ويندو آهي. جيڪڏهن
ڪو امريڪا ۾ رهڻ چاهيندو هجي ته انهي جي سرڪار ٻه
شايد ڪيس آسانيءَ سان اجازت نه ڏيندي. توهانکي ته پتو
آهي ته ڪيترن ماڻهن لاءِ صرف انهي وڃڻ ئي مشڪل آهي،
انهي وڃي وسڻ ته پري رهيو. جيڪڏهن ڪير هتي ڏيري
۾ اچي پڪيءَ طرح رهڻ چاهي ته منهنجي طرفان ته ڪوبه
اعتراض ڪونهي، ڪابه منع ڪونهي. پر سرڪار اجازت نه
ڏيندي. تنهن ڪانسواءِ توهين اندازو به نه لڳائي سگهندا ته
اونهاري جي موسم ۾ هتي ڪيتري سخت گرمي ٿيندي
آهي.
پيو ته صرف هتي ڏيري ۾ ئي سرڪار طرفان وديشي
ماڻهن جي باري ۾ ڪابه پڇا ڳاڇا ڪانه ٿي ڪئي وڃي،
نه ته ٻين جڳهين تي وديشن مان ايندڙ ماڻهن تي ڪافي
نگراني رکي ويندي آهي.

**لوئيس هلگر:-** جڏهن مان پهرين ڪجهه سال اڳ هتي
آئي هيس ته پوليس لڳ ڀڳ هر هفتي اچي پڇا ڳاڇا ڪندي
هئي ته هتي ڪيترا وديشي آيل آهن ۽ اهي هتي ڇا ڪري
رهيا آهن. پوليس وارا خود اچي اها جاچ ڪندا هئا.

**مهاراج جي:-** مونکي سڀ معلوم آهي. هاڻي به هو
هتي ايندا آهن، پر ڪوبه توهانکي پريشان نه ڪندو آهي.

**سوال:-** ڊاڪٽر جانسن کي هتي اچي رهڻ جي اجازت
ڪيئن ملي ويئي؟

**مهاراج جي:-** اها انگريزي راج جي زماني جي ڳالهه
آهي. ان وقت ۾ امريڪا واسي ۽ ٻيا وديشي بنا ويزا جي
هتي اچي وڃي ۽ دائمي طور رهي به سگهندا هئا. اهي

**مهاراج جي:-** نه. اسين ٻاهرين ديشن کان آيل ڪنهن به شخص کان ڪا ڀيٽ يا اهڙي ڪا شيءِ قبول نه ڪندا آهيون. هو اسالطا مهمان آهن ۽ انهن سان اسين هتي مهمانن وارو ورتاءُ ڪرڻ چاهيون ٿا. هو پنهنجي ملڪ مان جيڪي ڪجهه شيون طور سوکڙيون چاهين، موڪلي سگهن ٿا. پر اسين نٿا چاهيون ته هتي اچي هو اهو محسوس ڪن ته ڪن هتي رهڻ ۽ کاڌي وغيره ڪرڻ جي عوض ڪجهه ڏيڻ لازمي آهي. اوهين سڀ اسالطا ستڪار جوڳا مهمان آهيو.

**سوال:-** مهاراج جي، ماڻهن کي اهو لڳندو آهي ته هتي ٻاهرين ستسنگين ۽ هڪجهڙن سان هن کان وڌيڪ ستڪار وارو ورتاءُ ڪيو ويندو آهي. انهيءَ عنايت لاءِ ڪو خاص ڪارڻ آهي؟

**مهاراج جي:-** توهين هزارين ميلن کان هتي آيا آهيو، انهيءَ ڪري قدرتي طور توهان سان اهڙو ورتاءُ رکيو ٿو ڪري سگهجي، جيئن انهن ماڻهن سان نٿو ٿو، جيڪي هر روز، هر هفتي يا هڪڙي چاهين، هتي اچي سگهن ٿا. ٿي سگهي ٿو ته توهين پنهنجي ساري زندگيءَ ۾ هڪ يا ٻه دفعا ئي هتي اچي سگهو. انهيءَ ڪري جيڪڏهن توهان کي اهي سڀ سهوليتون نه ڏيون ويندون ته توهين هتي آرام سان ڪيئن رهي سگهندا؟

**سوال:-** مهاراج جي، ڇا وڇڙڻ لاءِ ۽ رٽائر ٿيڻ بعد هتي ڏيري ۾ ڪنهن طرح رهڻ ڪڏهن ممڪن ٿي سگهندو؟

**مهاراج جي:-** ٻڌ، "وڇڙڻ" سان توهان جو ڇا مطلب آهي؟ اسان وٽ هتي ڪوبه وڇوڙو ڪونهي. جيڪو به ستسنگي آهي، ستسنگ ۾ ان جو آهي. پر سرڪار ان ڳالهه کي انهيءَ درشٽيءَ کان نٿي ڏسي. سرڪار اسان جي نقطي نظر کان ان معاملي کي نٿي ڏسي، تنهڪري هو ٻاهرين

آهي ته هتي جڳهه جي ڪيتري نه تنگي آهي. هتي ٥٠٠-
٦٠٠ ڪمرا تہ آهن ڪونہ، جو سيني کي اچڻ جي دعوت
ڏيئي سگهجي. اچڻ ته ڪيترائي ستسنگي چاهين ٿا، پر جڳهه
جي ڪميءَ ڪري انتظام اهڙيءَ طرح ڪيو ويندو آهي،
جيئن واري سان سڀ ڪنهن کي هتي اچڻ جو موقعو ملي
سگهي.

**سوال:-** مون ٻڌو آهي تہ ٻيهر اچڻ لاءِ ٥ سال انتظار
ڪرڻو پوندو آهي.

**مهاراج جي:-** نہ، اهڙو ڪو مقرر نيم ڪونهي. پر
اهو ته توهين جاڻو ٿا ته جيڪڏهن هر سال ساڳيا ئي ماڻهو
ايندا رهندا ته ٻوءِ ٻين کي ته ڪڏهن بہ اچڻ جو وارو ئي
ڪونہ ملندو. انهيءَ ڪري اسين هر سال اڪثر نون جگياسن
کي وڌيڪ تعداد ۾ اچڻ جو موقعو ڏيندا آهيون. انهيءَ سان
گڏوگڏ اسين ٻيون نيون عمارتون ٺهرائڻ جي ڪوشش بہ
ڪندا رهون ٿا. توهان نئون ٺهيل ڊائيننگ هال ته ڏٺو ئي
آهي.* اُن جي مٿان هڪ ٻيو هال ٺهرايو پيو وڃي، جنهن ۾
شام جي ستسنگ لاءِ گهڻي ۾ گهڻا ماڻهو ويهي سگهن. هڪ
ٻي عمارت ٺهرائڻ جو ويچار بہ آهي، جنهن ۾ ٨٠-٩٠ ماڻهو
پيا بہ رهي سگهن. اسين پنهنجي طرفان پوري پوري ڪوشش
ڪري رهيا آهيون تہ جيئن زيادہ کان زيادہ ماڻهن جي
رهڻ جو پربند ڪري سگهجي. اسين پنهنجي وديشي مهمانن
کي شيڊن ۾ ته موڪلي نٿا سگهون ۽ نہ ئي ڪين سڙڪ جي
ڪناري سمهڻ لاءِ چئي سگهون ٿا. اسانکي جڳهه جي تنگي
تہ آهي ئي، نہ تہ اسانجي دلي تمنا آهي تہ جنهن جي بہ
دل هجي، پلي خوشيءَ سان اچي.

**سوال:-** مهاراج جي، ڇا اسين هتي پنهنجي رهائش جي
خرچ ۾ پنهنجي طرفان ڪجهه ڏيئي سگهون ٿا؟

---

* ١١ آڪٽوبر ١٩٧١ع جي ڳالهه آهي.

**مهاراج جي**:- دراصل اسين ۽ عمارتون ٺاهڻ ٿا چاهيون. اُنهن مان هڪ گيسٽ هائوس جي سامهون لهندي ۽ ٽن منزلن واري هوندي. اُن جو نقشو تيار ٿي چڪو آهي ۽ اُڏاوت جو ڪم ميءَ کان شروع ٿيندو. آڪٽوبر ۾، گيسٽ هائوس جي ايندڙ بيلڪ شروع ٿيڻ تائين، اها لڳ ڀڳ تيار ٿي ويندي. اُنهيءَ ۾ ۱۲ ڊبل بيڊ روم، هڪ آفيس، ڊاڪٽر لاءِ هڪ رهائشي ڪمرو، هڪ ايندڙ دواخانو ۽ ڊاڪٽر لاءِ هڪ ڪمرو هوندو. اُنهيءَ جي لهڻ سان ڏاڍي جي مڪان مان گيسٽ هائوس ۾ نگاهه پوڻ بند ٿيندي ۽ گيسٽ هائوس ۾ شانت جو واتاورڻ رهندو.

ٻي اهڙي عمارت واڙيءَ جي ڪوليءَ جي اوله ۾ لهندي. اُن ۾ اٽڪل ۳۰ کان وڏيڪ ڪمرا هوندا، اها ٻه منزلي هوندي. بولاڪاڻي انجنير صاحب جو خيال آهي ته اُن جي مٿان هڪ منزل وڌيڪ لاهجي. پر اُنهن ڪرڻ سان گيسٽ هائوس ۾ ڪافي ڀيڙ ٿي ويندي، جا ڳالهه مان نٿو چاهيان.

تنهن کانسواءِ اسين هڪ ٻيو بلڊنگ به لهرائي رهيا آهيون. ڊائيننگ هال ته ساڳيو ئي رهندو، پر بلڊنگ ۽ اسٽور ٻهرين کان وڏا ڪرايا ويندا ۽ ۴-۵ ڪوٺڙيون هتي ڪم ڪندڙ شيوادارن لاءِ به هونديون. نئون بلڊنگ ته هاڻي ئي نئين اُليڪسيءَ سان گڏوگڏ لهرايو ويندو، باقي شيوادارن جون ڪوٺڙيون ٻن سالن بعد لهرايون وينديون.

**سوال**:- جا، ڪو اهڙو ئي مقرر ڪيو ويو آهي ته ٻاهرين ديشن جا ستسنگي ڪجهه مقرر معياد يا مقرر سالن کان پوءِ ئي ٻيو دفعو ڏيري ۾ اچي سگهن ٿا؟

**مهاراج جي**:- ڪو پڪو نيم ته ڪونهي، پر اسان جي ڪوشش اها رهندي آهي ته سڀ ڪنهن جو وارو اچي. ٽرهين گيسٽ هائوس ۾ رهي چڪا آهيو ۽ توهانکي معلوم

انهيءَ باري ۾ اسانجون ڪم مجبوريون ۾ آهن. سنگت جي سهوليت لاءِ گهٽيئي اڏاوت جا ڪم هلي رهيا آهن. توهان نئين سائيڪل اسٽئنڊ ۽ سامان گهر جا شيڊ ۽ پاڻيءَ جي نئين ٽانڪي وغيره جا ڪم ڏٺا هوندا. لنگر کي ۾ وڌايو پيو وڃي ۽ ڪيتريون عمارتون ۾ ٺاهيون پيئون وڃن، جيئن سنگت کي وڌيڪ سک سهوليتون ڏيئي سگهجن. انهيءَ خيال کان سنگت جي سمهڻ لاءِ ۽ ٻين ضرورتن لاءِ ڪچ پيا شيڊ ۾ ٺهرايا پيا وڃن.

ان ڪانسواءِ ڏيري ۾ رهڻ جي خواهشمند ستسنگين لاءِ خانگي مڪان ٺاهڻ جو ڪم ۾ درپيش آهي. سوين ستسنگي هميشه لاءِ هتي ڏيري ۾ اچي رهڻ چاهين ٿا. ان بعد اسان کي موجوده گيسٽ هائوس جي سامهون ٻاهرين ديش جي ستسنگين لاءِ هڪ نئين بلڊنگ ٺهرائڻي آهي، جنهن کي گيسٽ هائوس جي انيڪسي (لاڳو جڳهه - وستار) چئي ٿو سگهجي.

**ديوان صاحب:-** حضور، صرف انيڪسي ئي ٺهرائي وينديَ؟

**مهاراج جي:-** گيسٽ هائوس سان لاڳو ٺهندڙ سڀ نيون عمارتون هڪ قسم جون انيڪسيون ئي هونديون. اسان کي ضرورت انوسار اهڙيون ڪيتريون انيڪسيون ٺهرائڻيون پونديون.

**ديوان صاحب:-** اهي سڀ ڀڻ اڳتي هلي پوريون نه پونديون.

**مهاراج جي:-** (کلندي) چڱو، ته پوءِ انهن لاءِ اسين شيڊ ٺهرائيندا سين.

**سوال:-** مهاراج جي، گيسٽ هائوس سان گڏ جيڪا نئين عمارت ٺهرائي وينديَ، اها ڪهڙيءَ جڳهه تي ٺهنديَ؟

لوئس هلگر:- اها ڪا ڪهاڻي ڪونهي، نارمن!

مهاراج جي:- لوئيس الڪي ڪهاڻي نه، پر ساڪاماڪ حقيقت ڪري مڃي ٿي. دراصل انهيءَ ڪري واري واقعي سبب ئي مون ٻيو گيسٽ هائوس ٺاهڻ جو فيصلو ڪيو هو.

سوال:- مان انهيءَ واسط اتي ئي هئس.

مهاراج جي:- مونکي معلوم آهي. ٻيهن ٽيهن (الڪرٻري ڪالياليندڙ) ستسنگي منهنجي مڪان جي بيٺڪ ۾ ستسنگ لاءِ ايندا هئا. اها بيٺڪ ستسنگ لاءِ ننڍي محسوس ٿيڻ لڳي، ان بعد ٻي وڏي بيٺڪ ٺاهڻي پئي. اها به ننڍي پوڻ لڳي. هاڻي گيسٽ هائوس جي هال ۾ ستسنگ لاءِ گڏ ٿيڻ لڳا آهيون.

سوال:- مهاراج جي، ڇا توهين هڪ ٻئي گيسٽ هائوس ٺهرائڻ جو ويچار ڪري رهيا آهيو؟

مهاراج جي:- جيڪڏهن توهين اهڙيءَ طرح وڏن تعداد ۾ ايندا رهندا ته ٿي سگهي ٿو ته اسانکي ٻيو گيسٽ هائوس ٺهرائڻ پوي.

مان نٿو چاهيان ته ڪنهن به ديش مان ايندڙ ماڻهن جي تعداد تي پابندي لڳائي وڃي. مان جڏهن سن ١٩٦٦ع ۾ ڏکڻ آفريڪا جي دوري تي ويو هئس ته مون اتي جي مقامي سنگت کي چيو هو ته هو وڏي خوشيءَ سان ڏيري ۾ اچي سگهن ٿا. پر جڏهن هو گهڻي تعداد ۾ اچڻ جو پروگرام ٺاهڻ لڳا ته مونکي چوڻو پيو ته هڪ وقت ۾ صرف ٢٥ ستسنگي ئي اچي سگهن ٿا. مونکي ائين چوڻ ۾ ڪافي افسوس جو احساس ٿيو. پوءِ ته جڏهن ٻاهرين ديشن جا ستسنگي هتي اچن ٿا ته ڪيترا دفعا ڪن چوڻو پوندو آهي ته ٢-٣ ڄڻا هڪ ڪمري ۾ رهن. اها ڳالهه به مونکي پسند ڪونهي. تنهنڪري اسانکي هڪ ٻئي گيسٽ هائوس ٺهرائڻ کانسواءِ ڪو اپاءُ ئي ڪونهي.

**سوال:**- ڇا حضور وڏن مهاراج جن کي انگريزيءَ ۾ ڳالهائڻ جي ڪٿي ايڏاس نه ٿيڻ ڪري، ترجمان ذريعي ڳالهائڻو پوندو هو؟

**مهاراج جي:**- عام طور پروفيسر جڳموهن لعل ۽ سردار بهادر جن وڌيڪ ستسنگين کي حضور مهاراج جن جي ڳالهه سمجهائيندا هئا. حضور مهاراج جن وچ وچ ۾ انگريزيءَ ۾ ڪجهه سڌو ڳالهائيندا هئا، پر ستسنگ مول سمجهائڻ پنجابيءَ ۾ ئي ٿيندي هئي.

**سوال:**- ڇا، پرمارٿي پتر - ڀاڱي ٢ ۾ ڇپيل خط پڙهي حضور مهاراج جن پنجابيءَ ۾ لکائيندا هئا ۽ پوءِ انهن جو انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪيو ويندو هو؟

**مهاراج جي:**- اهو وقت گهڻو ڪري امريڪي ستسنگين کي ئي خط لکيا ويندا هئا. اهي حضور جن لکائيندا هئا ۽ انهن جو انگريزي انواد سردار بهادر جن يا پروفيسر جڳموهن لعل ڪندا هئا.

**سوال:**- مهاراج جي، مان انهن ڏينهن جي باري ۾ سوچي رهي هيس، جڏهن ٿوري ڏيري ۾ اهڙا ولايتي ستسنگي تعداد ۾ بلڪل ٿورا ئي هوندا هئا.

**مهاراج جي:**- شايد چار يا پنج ئي هوندا هئا.

**سوال:**- ها.

**مهاراج جي:**- ها. مونکي ياد آهي.

**سوال:**- خبر ناهي مس لوئيس هلڪر کي ڪڏهن واري ڪهاڻي* ياد آهي يا نه؟

---

* ڪيترا دفعا مهاراج جن جي ڪوٺيءَ جي پٺڪ ۾ ڪوٺا نڪري ايندا هئا ۽ مس لوئيس هلڪر ڊڄي وينديون هيون ۽ پر ڪٿي ڪرسيءَ تي رکنديون هيون. هتي سوال ۾ اهڙي ئي هڪ واقعي ڏانهن اشارو آهي، جنهن ۾ ڪوٺي جي اچڻ تي ڊڄي رهي هئي.

سندس هٿ لکيل پنا پروفيسر جڳموهن لعل حضور جن کي پڙهي ٻڌائيندو هو. حضور جن ڪن ڳالهين کي درست ڪرائيندا هئا، ڪي ڪتابي ڇڏيندا هئا ۽ ڪي ڳالهيون ڊاڪٽر صاحب جي زور ڀرڻ تي پستڪ ۾ رکيون ويئون هيون.

مونکي خيال آهي تہ اُن وقت هتي ڊاڪٽر جانسن ۽ مسٽر ايلباند لي ۽ الڪربري ڳالهائيندڙ ستسنگي هئا، جيڪي سنت مت جي باري ۾ مهاراج جن سان چرچا ڪندا هئا.

اُن کانپوءِ سر ڪالن گار پيٽ هتي آيو، ۽ هو پنجابي ٻولي چڱيءَ طرح سمجهي سگهندو هو، انهيءَ ڪري ڪمس مهاراج جن جا ستسنگ سمجهڻ ۾ ڪا بہ تڪليف نہ ٿيندي هئي. اهڙيءَ طرح ڪرنل ساندرس بہ پنجابي چڱيءَ طرح سمجهي ۽ ڳالهائي سگهندو هو، ڇاڪاڻ جو هو هندستان ۾ فوج ۾ نوڪري ڪندو هو ۽ ڪمس پنجابي سکي پئي هئي. مسز داورا وُڊ بہ پنجابي سمجهي سگهندي هئي، پر ڳالهائي نہ سگهندي هئي. هن کي ڪرنل ساندرس ستسنگ جو سار سمجهائيندو هو.

اُن بعد ڪرنل مارٽن آيو ۽ اُن کان ڪجهہ وقت بعد ميجر لٽل. اُن کانسواءِ لائلپور زرعي ڪاليج جو پرنسپال مسٽر لنڊرس بہ ستسنگي هو، جيڪو پوءِ ڏکڻ آمريڪا ۾ وڃي رهيو. پر هو ڏيري ۾ اتفاق سان ٿي ايندو هو. هن سلسلي لي الڪربريءَ ۾ ڪي پستڪ پڙهيا هئا ۽ سردار بهادر مهاراج جن سان انهيءَ مارگ جي باري ۾ چرچا ڪندو رهندو هو، پر حضور مهاراج جن سان اُن باري ۾ گهٽي ڳالهہ ٻولهہ نہ ڪندو هو.

...مس ڏيهي ۾ صرف اهي ئي وديشي ستسنگي ڏيري
سڀ ڪجهہ امريڪي ستسنگين سان لکڻ

جي وياکيا ختم ڪندا هئا ۽ پاڻ ئي بي ڪري ڳالهه شروع
ڪندو هو، اُن وقت پروفيسر صاحب، مهاراج جن جي وچارن
جو ڀاؤارٿ ڪين انگريزيءَ ۾ سمجهائيندو هو. اسانکي اُهو
انگريزي ترجمو ٻڌڻ ۾ ايندو رهندو هو، خاص ڪري اُن
وقت جڏهن پروفيسر صاحب سمجهائڻ ۾ ڪجهه وڌيڪ وقت
لڳائيندا هئا.

اِن ڪان اڳ ۾، ڊاڪٽر جانسن ڏيري ۾ اچي آيو ئي هو
تہ حضور مهاراج جن ڊاڪٽر جانسن کي سندن ستسنگ جو سار
انگريزيءَ ۾ ٻڌائڻ لاءِ پروفيسر جڳموهن لعل کي مقرر ڪيو
هو. پروفيسر صاحب انگريزيءَ ۾ ماهر هئا، ڪين سنت مت
جو ڪافي سنو گيان هو، تنهنڪري هو ڪافي تڪڙو حضور
جن جي وچنن جو ترجمو ڪندا ويندا هئا. ٢-٣ ڏينهن تہ
اِهو سلسلو جاري رهيو، پر چوٿين ڏينهن پروفيسر صاحب
محسوس ڪيو تہ ڊاڪٽر جانسن کي سندس ڳالهہ ٻڌڻ ۾ ڪا
دلچسپي نہ هئي، تنهنڪري هن کيس چيو: ”ڊاڪٽر صاحب!
مونکي ائين محسوس ٿو ٿئي تہ توهين منهنجي ڳالهہ ڌيان
سان نہ ٻڌي رهيا آهيو.“ اِن تي ڊاڪٽر صاحب وراڻيو:
”پروفيسر صاحب، توهين جيڪڏهن خاموش رهو تہ بهتر
ٿيندو. مونکي شانتيءَ سان مهاراج جن جا درشن ڪرڻ ڏيو.“

ڪيترا دفعا ڊاڪٽر جانسن حضور مهاراج جن کان سنت مت
جي مختلف پهلوئن جي ڄاڻ پراپت ڪرڻ لاءِ ڪڏهن ڪڏهن
ڪلاڪ ڪلاڪ جو وقت وٺندو هو، ڇاڪاڻ تہ هو پنهنجو پستڪ
'Path of the Masters' (سنتن جو مارگ) لکي رهيو هو.
انهيءَ ڪري هو ڪڏهن پروفيسر جڳموهن لعل سان ۽ ڪڏهن
سردار ٻهادر جن سان گڏ ايندو هو، جي ٻئي حضور مهاراج جن
جي ۽ ڊاڪٽر صاحب جي وچ ۾ ترجمان جو ڪم ڪندا هئا
ڊاڪٽر جانسن مهاراج جن سان ڳالهہ ٻولهہ ڪرڻ وقت لکندو
ويندو هو ۽ اُهي پنهنجي پستڪ لاءِ لکندو هو. اُنهيءَ ڪاپي

## ڏيري ۾ وديشي جڳماسو

**سوال:-** مهاراج جي، ڇا حضور وڏا مهاراج جن ڪڏهن بائيبل جي باري ۾ ڪجهه ٻڌائيندا هئا؟

**مهاراج جي:-** بائيبل مان يا بائيبل جي باري ۾؟

**سوال:-** ڪنهن به طرح. منهنجي خيال ۾ اُهين ڏيهن ۾ ايشيا کان گهڻا ماڻهو ڏيري ڪونه ايندا هوندا.

**مهاراج جي:-** حضور مهاراج جن شايد ستسنگ ۾ بائيبل مان هڪ يا ٻه حوالا ڏيندا هئا. پر جيتري قدر مونکي ياد آهي، هو بائيبل مان گهڻا مثال ڪونه ڏيندا هئا.

**سوال:-** جيئن توهين ڪڏهن ڪڏهن پنهنجي ستسنگن ۾ لڪيل ٻوليون ڪاليون انگريزيءَ ۾ چوندا آهيو، ڇا حضور جن به اُهي چوندا هئا؟

**مهاراج جي:-** حضور جن ڪي انگريزي لفظ جو استعمال ڪندا هئا، جن مان 'Unwritten Law' (اڻ لکيل قانون) ۽ 'Unspoken Language' (اڻ ٻولي ٻولي) عام لفظ هئا، جيڪي هو لڳ ڀڳ هر روز ئي دهرائيندا هئا.

**سوال:-** مهاراج جي، پرمارٿي پتر - ڀاڱي ٢ ۾ وديشي ستسنگين ۽ جگياسن ڏانهن لکيل خطن ۾ حضور جن بائيبل مان گهڻيئي حوالا ڏنا آهن.

**مهاراج جي:-** حضور مهاراج جن ڪي وديشي ستسنگين لاءِ ستسنگ نه ڪرڻا پوندا هئا، جيڪڏهن ڪن ها ته شايد سوري وياکيا بائيبل مان ئي هجي ها.

مونکي ياد آهي ته جڏهن ڊاڪٽر جانسن ۽ مسز ايلياٽ هتي هئا ته حضور مهاراج جن جي آگيا موجب پروفيسر ڄامڙهجمل سنڌن ستسنگ جو انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪري هنن کي ٻڌائيندو هو. جڏهن حضور جن شبد جي هڪ ڪڙيءَ

بند ڪري ويندو آهي. اهڙي طرح مان پنهنجي ڪمري کان
باهر نه نڪري سگهندو آهيان. جيسين چارئي تالا نه کلن،
تيسين مان حضور مهاراج جن جي ڪوٺيءَ مان باهر نه نڪري
سگهندو آهيان. مهنجو نوڪر صبوح جو سوير اچي مهنجو
دروازو کوليندو آهي، انهيءَ وقت مان باهر نڪرندو آهيان.
بوٿا جي هيٺ ٻئي ڪمري ۾ رهندي هئي، انهيءَ ڪري
جيڪڏهن مان ڪنهن نموني دروازو ٽپي به نڪران، ته به
بوٿا جي مونکي باهر وڃڻ نه ڏيندي.

**سوال:-** ڇا، اڄا به توهانکي پنهنجي سمرن لاءِ ڪشمڪش
ڪرڻي پوندي آهي؟

**مهاراج جي:-** سڄي رات ڪشمڪش ڪرڻ ۾ لڳي
ويندي آهي. ٻاهران چئن تالن ۾ بند هئڻ جي حالت ۾ به
ڪيئن ڪري به ڇا تو سگهجي؟ چارئي تالا ته کولي نٿا سگهجن
تنهڪري چاهي ننڊ لاءِ، چاهي پنهنجي سمرن لاءِ، پنهنجو پاڻ
سان جدوجهد ته ڪرڻي پوندي آهي.

**سوال:-** ڇا، اهڙي طرح توهالڪي ڏينهن ۾ ٣ دفعا بند ڪمرو وٺندو هو؟

**مهاراج جي:-** صرف منجهند يا رات جي ڪاڏي ڪان اڳ اهڙيءَ طرح ڪمرو وٺندو هو. عام طور رات جي ڪاڏي ڪان اڳ، ڇاڪاڻ ته ڏينهن جو اسين اسڪول هوندا هئاسين.

**سوال:-** اهو سلسلو توهانجي ٦ سالن جي عمر کان وٺي ڪيستائين هلندو رهيو؟

**مهاراج جي:-** ها. مان هتي انڪل سادا ٥ سال جي عمر ۾ آيو هوس ۽ اهو سلسلو ٦ سالن جي عمر کان شروع ٿي ١٩٣٣ع تائين (١٧ سالن جي عمر تائين) جاري رهيو. اسين ڪاليج وڃڻ لي لي آزاد ٿياسين، ڇاڪاڻ ته اُتي اسانکي بند ڪرڻ وارو ڪمرو ڪونه هو.

**سوال:-** دروازو اڌ ڪلاڪ ڪالهوءَ کوليو ويندو هو؟

**مهاراج جي:-** ها، اڌ ڪلاڪ ڪالهوءَ. دروازي تي باهر تالو لڳايو ويندو هو، انهيءَ ڪري اهو کولي نه سگهبو هو. ڪم نوڪر هئا جيڪي اسانکي پيار ڪندا هئا، اُهي اسانکي خوشيءَ سان مدد ڪن ها، پر باهران تالي هئڻ سبب هوُ بيوس هوندا هئا.

مولکي بند ڪرڻ جي عادت ٻولناجيءَ ۾ اڃا ته قائم آهي. رات جو ڪمري ۾ وڃڻ بعد مولکي چئن تالن هيٺ بند ڪمرو ويندو آهي ۽ رات جو جيڪڏهن ڪوبه ملڻ چاهي ته مون سان گڏجي نه سگهندو آهي. ٻهراون تالو باهرئين گيٽ تي لڳل هوندو آهي. ٻيو هيٺ حضور مهاراج جن جي جرباري واريءَ ڏاڪڻ جي دروازي کي تالو هوندو آهي. اُن ڪالهوءَ منهنجو نوڪر منهن وراندي جي دروازي تي تالو لڳائي ويندو آهي ۽ منهنجي ڪمري جو دروازو ۾ باهران

**مهاراج جي:-** مونکي تہ هر روز ڪشمڪش ڪرڻي
پوندي آهي.

**سوال:-** مون ستسنگين کي اها ڳالهہ ٻڌائي تہ ڪيئن
حضور مهاراج جن توهانکي ننڍي هوندي اهو چئي بند
ڪري رکندا هئا: ”ڏس هي پٽ تي جيڪر گهڙيال آهي،
انهيءَ ۾ هينئر ست ٿيا آهن، جڏهن اڌ ڪلاڪ کان پوءِ
گهڙيال جي وڏي سُئي چئن تي اچي، تڏهن تون ٻاهر اچي
سگهين ٿو.“ ۽ حضور مهاراج جن توهانکي ڪمري ۾ بند
ڪري ڇڏيندا هئا.

**مهاراج جي:-** سڀ ماتا پتا چاهيندا آهن تہ سندن ٻار
ڪجهہ وقت لاءِ پرماتما جي پرارٿنا ڪن، جيئن انهن ۾
پڪيءَ ڀاؤ پيدا ٿئي. منهنجي بوٽا جي (بيبي رلي)، جنهن
منهنجي پرورش ڪئي آهي ۽ جنهن سان مان اڃا تائين هتي
سائيءَ مڪان* ۾ رهندو آهيان. هوءَ منهنجو ڌيان رکندي
هئي. هوءَ اسانکي تيسين پوڄن نہ ڏيندي هئي جيسين اسين
بند ڪمري ۾ ويهي ۲۵-۳۰ منٽن لاءِ پوڄن نہ ڪندا هئاسين.
هوءَ اسانکي الڳ الڳ ڪمري ۾ بند ڪندي هئي ۽ نہ
سيني کي ڪنو ڪري، نہ تہ گڏ هجڻ ۾ تہ موج ٿي ٿئي ها.
اها اسانجي مرضيءَ جي ڳالهہ هئي تہ اسين سچ پچ پوڄن
ڪريون يا ائين ئي ويٺا رهون.

**سوال:-** توهان ڪانسواءِ ٻيا ڪيترا ٻار هوندا هئا؟

**مهاراج جي:-** ۲-۳ ٻيا ڇوڪرا بہ هوندا هئا. هڪ تہ
منهنجو ڀاءُ هو ۽ ٻہ ڇوڪرا ٻيا بہ هئا، جيڪي اسان سان گڏ
ئي رهندا هئا. حضور مهاراج جن ئي انهن جي سار سنڀال
ڪندا هئا ۽ سندن پڙهائي وغيره جو پربنڌ ڪندا هئا.

---

* حضور مهاراج، وڏن مهاراج جن جي ڪوٺيءَ ۾ رهندا
آهن ۽ بيبي رلي پڙواري ڪمري ۾ رهندي آهي.

منهنجي اوسان هڪ طرف هڪ ٽالڪي وارو وڻل هو جنهنجو
ٽالو هري سگهه آهي. ٻئي طرف هنجو پاڻ جڳهه سگهه وڻل
هو. اهي ٻئي اجا زنده آهن ۽ ڏيري جا سڀ ڪان ٽالا
ٽالڪي وارا آهن. اهي ٻه واري ڳرڻ ۾ رهندا آهن ۽ اجا
۾ ٽالڪو هلائيندا آهن.

سوال:- ڇا، توهالڪي ٻن ماڻهن سان ڳالهه ٽامر دان ملو
هو؟

مهاراج جي:- ها، ٽيون ٽيون ٽامر ملڻ سان شروع ۾ ٽدرلي
طور ٻئي سمرن ۾ رهڻ جو شوق ٿيندو آهي ۽ اسين سوچيندا
آهيون ته شايد سڄو ڏينهن ٻئي ۾ رهي سگهون. ٽامر دان بعد
مان ۽ منهنجو هڪ دوست، جنهن کي توهين سڀ چڱي طرح
سڃاڻو، ٻه مان سندس ٽالو ڪنيدس، ٻئي ڪمٽ هالوس
۾ هليا وياسين. اتي اسين ٻئي سمرن ۾ وڃي وياسين. شام
جو ۴ بجي سڱنڪ الاء گهنٽي وڳي. اٿين ڏينهن ۾ اڄڪله
وانگر بجليء جو گهڪوڙ ڪونه هوندو هو. هيء گهنٽي ڊبول
جي گهنٽي وانگر آواز ڪندي آهي. اجا ۾ ڪڏهن ڪڏهن
اهيء گهنٽيء ڪان ڪم ورتو ويندو آهي.

جڏهن اسين ٻئي سمرن تان الاسين ته منهنجي دوست
مون کان پڇيو: ”توکي ڪجهه ٻڌڻ ۾ آيو؟“

مون چيو: ”ها.“

هن جواب ڏنو: ”مونکي ته گهنڊ جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو.“

مون پڇيو: ”ڪڏهن؟“

هن جواب ڏنو: ”مونکي ته اجا هينئر ئي گهنڊ جو آواز
ٻڌڻ ۾ آيو هو.“

مون کيس چيو: ”تون مون کان وڌيڪ خوشقسمت آهين.
هاڻي هل ته سٽسنگ ۾ هلون.“

سوال:- مهاراج جي، ڇا توهالڪي ۾ ڪڏهن ٻئي سمرن
۾ ڪرڻي ٻئي؟

کجھ ۾ باري ۾ سمرن جي پڇن ۽ نام دان ۾ کسان ۾ ڪنهن
مونکي ۽ منهنجي هن ملي هو. نه ملي هو. ني موقعو جو ڪرڻ لوم
ساڻ شانتيءَ ۽ ڪُجهه وستار سان ٻڌايو هو ۽ سب ڪي ڌنيءَ
ڇولو ڇڏيو هو. ليڪو ڪوبه پڪو لاءِ جن مهاراج حضور

انهيءَ ڪري حضور مهاراج جن لاءِ ڪوبه پڪو ليڪو نه
سنت مت جا عام اصول ٻيا سڌانت ضرور ناهي سگهجي.
ڪجهه چاهين، جيڪي سان مهر دیا پنهنجي ستگرو پر آهن،
آهو ڪري سگهن ٿا.

**سوال:-** مهاراج جي، ڇا توهانکي ڪافي ننڍيءَ عمر ۾
ني نام دان مليو هو؟

**مهاراج جي:-** مونکي سنه ١٩٣٣ع ۾ نام دان مليو هو.
منهنجو جنم سنه ١٩١٦ع ۾ ٿيو هو. باقي حساب توهين لڳايو.

**سوال:-** ١٧ سالن جي عمر ۾.

**مهاراج جي:-** دراصل اسين ٣-٤ ساٿي هئاسين،
جي سڌائين بوٽا جي (بيبي رلي) کي چوندا هئاسين ته حضور
مهاراج جن کي عرض ڪري ته اسانکي به نام دان بخشين.
پر حضور مهاراج جن فرمائيندا هئا: ”جيسين توهين مئٽرڪ
پاس نه ڪندا، تيسين توهانکي نام دان نه ڏيندس.“

انهيءَ ڪري مون ڏاڍي محنت ڪئي پر سيڪنڊ ڊويزن
ني ڪڍي سگهيس. پر جڏهن حضور مهاراج جن مونکي نام دان
بخشيو ته مونکي بهترين ڊويزن ملي ويئي. جنهن ڏينهن
اسانجو نتيجو نڪتو ته اسين ڪٺي ٻاهر فوٽبال راند ڪري
رهيا هئاسين ۽ نام دان جي ڳالهه ني پاڇي ويا هئاسين.
بوٽا جيءَ نيا پر موڪلي ڪهرايو: ”مهاراج جي توهانکي نام دان
لاءِ سڏي رهيا آهن.“ اسين ڊوڙندا ڊوڙندا اچي پهتاسين.
اسانکي ”نام گهر“ ۾ نام دان مليو. ان وقت نام ون
يا الڪان به گهٽ جيئو هوندا. نام دان جي وقت

ليندو آهي ته مونکي نالو ڏان نه مليو. حضور وڏن مهاراج جن
مونکي نالو ڏان نه بخشيو، جاڪاڻ ته مان تڏهن تمام ننڍو
هوس. مون ٻڌو آهي ته نالو نه ملڻ جي حالت ۾ الک واڻي
سنڀال لهي ٿي. منهنجو جنم هن گهر ۾ ٿيو، ستگروءَ جي
پرواز ۾ ٿيو، پر ته به مونکي نالو ڏان نه مليو. انهيءَ ڳالهه جو
مونکي ڪيترا دفعا ڏک لڳي ٿو. باقي هن حالت ۾ مونکي
موت جي ڪا به پرواهه ڪانهي. منهنجي من ۾ ٻه خيال اچي
رهيا هئا ته هن جي عمر ١٣-١۴ سال آهي. مهاراج جن ٻارن
کي نالو ڏان ڪونه ڏنو، پر هن جو الک سان نزديڪ اچي رهيو
آهي، تنهنڪري مون کيس چيو: "توهان اندر ۾ مهاراج جن
کي پرارٿنا ڪريو، هو ٻاهرين ٿي سنڀال ڪندا. توهان ان
ڳالهه جي چنتا ڇڏي ڪريو ته توکي نالو مليل آهي يا نه."

ٻئي ڏينهن هو مشڪي رهيو هو ۽ ايڏو خوش نظر آيو.
هو مونکي چوڻ لڳو: "توهانکي خبر آهي، حضور مهاراج جن
مونکي نالو ڏان بخشيو آهي!" مون چيو: "اهو ڪيئن؟"
توهانکي تعجب لڳندو ته هن مونکي نالو ڏان جون سڀ
ڳالهيون ٻڌائي ڇڏيون، نالو ڏان جو هڪ هڪ لفظ ٻڌائي
ڇڏيو. مهاراج جن کيس چيو هو: "توکي پيو جنم وٺڻو پوندو
۽ اهڙي جنم ۾ ڪان بهتر ٿيندو. هو توکي نالو وٺڻ جي پرال
اچا آهي، انهيءَ ڪري مان توکي هن جنم ۾ ئي نالو ڏيان
ٿو. هن جنم ۾ هيڪا تنهنجي پرالبڌ هئي، اها توکي ڀوڳڻي
چڪر آهن ۽ هلي توکي ٻن ڏينهن بعد هلي وڃڻو آهي."
هن ٻن ڏينهن کانپوءِ انتهائي خوشيءَ سان چولو ڇڏيو.

**سوال:-** ڇا، اهو سڀ ڪجهه اندر ٿيو؟ حضور مهاراج جن
ته ٻاهرين ٿي ڏور ڏور ويٺا هئا.

**مهاراج جي:-** اهو سڀ ڪجهه اندر ٿي ٿيو هوندو.
حقيقت ۾ ته اڳ ۾ ئي چولو ڇڏي چڪا هئا. ان حالت کي

ته حضور
ذڪر آيل آهي
**سوال:-** ڏيري جي پستڪن ۾ ذڪر آيل آهي
سوال:- ڏيري جي پستڪن ۾ غير ستسنگي رشتيدارن
ڏن مهاراج جن پنهنجن ستسنگين جي غير ستسنگي رشتيدارن
ي به انت ويلي درشن ڏيئي سندن سنڀال ڪئي. ڇا، اها
خاص ديا مهر انهيءَ لاءِ هئي، ڇاڪاڻ ته انهجو مهاراج جن
لاءِ پريم ۽ ڀڳتي ڀاؤ هو؟

**مهاراج جي:-** انهن ڳالهين ۾ ڪي به پڪا نيم ڪونه
تيندا آهن. ستگرو پنهنجي موج جو مالڪ آهي ۽ جيڪي
چاهي ڪري سگهي ٿو. اها سڀ سندن ديا مهر آهي. جي
توهين ستسنگي آهيو، توهانجي رشتيدارن جو توهان سان
موهه پيار آهي ۽ توهان انهن کي حضور مهاراج جن جون
ڳالهيون ٻڌائيندا رهيا آهيو، ڪين سنت مت پستڪ پڙهڻ لاءِ
ڏيندا رهيا آهيو ۽ پرساد ڏيندا رهيا آهيو ته انهن جي من
۾ مهاراج جن لاءِ گهرا سنسڪار پيدا ٿي ويندا. ٿي سگهي ٿو
ته انهن حضور مهاراج جن جا درشن ڪيا هجن، سندن ستسنگ
ٻڌا هجن يا ڪنهنڪان سندن مهما ٻڌي هجي. آهستي آهستي
اهي سنسڪار سندن من ۾، توهانجي نيڪ جيون کي ڏسي
۽ ٻين ڪيترن سببن ڪري، پڪا ٿي وڃن ٿا، جن جو
اوهانجي انهن رشتيدارن کي به انت ويلي لاڀ پهچي ٿو.
ستگروءَ جا پنهنجا طور طريقا ٿيندا آهن، انهن سان ڪو به
نيم لاڳو ڪري نٿو سگهجي. مولڪي پنهنجي سڀ ڪان ننڍي
ڀاءُ جي باري ۾ معلوم آهي، جنهن سيپٽمبر ۱۹۴۸ع ۾ چولو
ڇڏيو. جيم ڪان ٿي سندس طبيعت نيڪ نه رهندي هئي
سردار بهادر جن جي وقت ۾ هو ڪافي ايمار ٿي پيو. ه
اسان وٽ سرسي ۾ رهندو هو ۽ مون سان بيحد پيار هوس
جڏهن به مان ڪورٽ ڪان موٽندو هوس ته هو مولڪي
وٽ وهاري ڇڏيندو هو، ڪيڏانهن باهر وڃڻ نه ڏيندو ه
هڪ ڏينهن هن مونکي چيو: ”مون وٽ سڀ ڪجهه آ
ماڻ بلڪل خوش آهيان، پر مونکي ڪڏهن

سوال:- مهاراج جي، ڪي ماڻهو سنگرهه جي بلڪل ويجهو رهندي به نام دان لاءِ وينتي نه ڪندا آهن. ڇا اِها به ڪرمن جي نشاني ڪوٺبي؟

مهاراج جي:- نه. اِها تمام شُڀ ڪرمن جي نشاني آهي. اهڙن ڄڻن سٺا ڪرم ڪيا هوندا، جنهنڪري اُهي سنگرهه جي صحبت پراپت ٿيا آهن. اُهي اِندؤ جنم ۾ نام ملي ويندو. مونکي اهڙن ڪن ٿن جيون جي باري ۾ معلوم آهي، جن کي حضور مهاراج جن جي ڪافي صحبت حاصل هئي. اهڙيءَ دل حضور مهاراج جن لاءِ بيحد پريم ۽ شردا سان ڀريل هئي. اُنهن کي حضور جن جي صحبت ۾ رهڻ ۽ سندن سَتسنگ ٻُڌڻ لاءِ به ڪافي چاهه هو. پر هُو نِمرتا ڌرمي پوڄا پاٺ ۽ رسم رواج ۾ ايترو قدر جڪڙيل هئا، جو ڪڏهن نام دان جي ضرورت جو خيال ٿي نه ايندو هو. مونکي هڪ اِستريءَ جي باري ۾ خبر آهي. مان چاهيندو هوس ته اُنهيءَ کي نام ملي، پر هوءَ نام دان لاءِ طلب ٿي ڪانه ڪندي هئي. هڪ دفعي مان هنکي دهليءَ کان پشاور ٽالهن ولي ويس، جاڪاڻ ته حضور مهاراج جن اُن طرف سَتسنگ جي دوري تي ويل هئا. منهنجي دل ۾ اِهو خيال هو ته شايد ڪٿي نه ڪٿي هن تي ستسنگ جو اثر ٿئي ۽ هوءَ حضور جن کي نام لاءِ عرض ڪري. پر هن اهڙي ڪابه وينتي نه ڪئي.

مون هڪ ڀيرو حضور جن کان اُنهيءَ باري ۾ پڇيو ته هُو مُرڪڻ لڳا. مان اِهو اندازو ته ڪري چاهيندس ته حضور مهاراج جن مونکي ڇا چوندا، پر اُنهن ضرور فرمايو: "نه، هي جنم ۾ نه." اهڙين ڳالهين ۾ ڪيترائي ڀيرا ڪافي اُچرج لڳندو آهي، جاڪاڻ ته اِها اِستري ڪيترن ستسنگن کان ڪُهه حضور جن جو آدر سَتڪار ڪندي هئي.

ڄاڻيندا آهن ته اسين ڪيڏا نه بي سمجهه هئاسين جو سندن
ڄمين تي اُنهيءَ وقت ڌيان نه ڏنوسين ۽ اُن وقت سندن ڪان
۾ دان پراپت ڪرڻ جي اسان ضرورت ني محسوس نه
ڪئي. وري به شڪر آهي، جو اسانکي سندن ميلاپ جو
ڀاڳ پراپت ٿيو هو.

ڏو ياڳيه ته انهن جڳياسن جو تڏهن اڃا وقت نه آيو هو، جڏهن وقت
اچي ٿو ته سڀ سوال ڪافور ٿي وڃن ٿا، ٻڌيءَ جي تسلي
ٿي وڃي ٿي ۽ هرهڪ ڳالهه خود بخود اِنهن نيڪ ٿيندي
وڃي ٿي جو اسين محسوس ڪرڻ لڳون ٿا ته اهي سڀ
ڳالهيون اسين شروع ڪان ني ڄاڻندا هئاسين. اُن وقت ڪا به
ڳالهه نئين يا عجيب ڪانه ٿي لڳي. پر جيسين وقت نٿو اچي
تيسين ڪجهه نٿو ٿئي.

اسين انهيءَ خيال کان بيحد خوشقسمت آهيون جو اسان
کي حضور مهاراج جن دواران سنت مارگ ۽ سنت مت جي
اُپديش جي ڄاڻ پيئي. اسانکي هر وستو پڪي پڪايل ۽
ٿالهيءَ ۾ پيل ملي.

**سوال :-** هاڻي ته اِنهن ٿو لڳي ته دراصل ڪو مارگ
آهي ني ڪون، جو ته ستگرو خود شش کي پنهنجو ٻڌائي ٿو
تنهنڪري شش ني مارگ آهي.

**مهاراج جي:-** ستگرو ني مارگ آهي.

**سوال :-** اهو نيڪ آهي ته ستگرو ني مارگ آهي، پر
اِنهن محسوس ٿيندو آهي ته هوُ جيڪي ڪجهه ڪري ٿو،
شش ذريعي ڪري ٿو. خير جيڪي ڪجهه به آهي، مونکي
خوشي آهي ته اُصليت منهنجي ڪلپنا ۽ اُميد کان گهڻي ڪجهه
بهتر نڪتي آهي.

**مهاراج جي:-** شايد ڪجهه ڳالهين بابت چرچا نه ڪرڻ
ني نيڪ آهي، حالانڪ ڪڏهن اُهي بي اختيار منهن
مان نڪري وينديون آهن.

**سوال:-** اسان مان ڪيترن جي اڌ عمر ته صحيح مارڳ جي کوج ۾ ئي لڳي ويئي.

**مهاراج جي:-** اهڙي ته مان چئي رهيو آهيان. اسين ڀيءَ ته سڀ ساڌڪ هڪ ئي مارڳ جا اُستان ئي آهيون، پر اسانجي پهچڻ جو طريقو الڳ الڳ آهي.

**سوال:-** جيڪڏهن اسين ستگروءَ جي تلاش نٿا ڪريون ۽ ستگرو ئي اسانجي تلاش ڪري ٿو ته هو اسانجي تلاش يا ڳولها ڪيئن ٿو ڪري؟

**مهاراج جي:-** دراصل جيڪي ڪجهه ٿي رهيو آهي يا ٿيڻو آهي، انهيءَ جو اصلي چڪر آهي. سڀ ڪجهه پرالبڌ انوسار ئي ٿي رهيو آهي. اسين صرف پرالبڌ جون ڪٺ پتليون آهيون. جڏهن وقت اچي ٿو ته حالتون اوچتو پاڻهي اهڙو موڙ ڏين ٿيون، جو اسانکي سنت مت جي هڪ جهلڪ ملڻ لڳي ٿي ۽ اهو محسوس ٿئي ٿو ته جڻ اسانکي ان باري ۾ سڀ ڪجهه پهرين ئي معلوم هو. اسين هڪدم ان مارڳ کي لڪ ۽ تسلي بخش يا صحيح جوڳو سمجهي ان جي پيروي ڪرڻ شروع ڪريون ٿا ۽ اهو لڳي ٿو ته اسانکي سدائين ان ۾ وشواس رهيو آهي.

مونکي اهڙن ڪيترن ئي ماڻهن جي خبر آهي جيڪي حضور مهاراج جن جي صحبت ۾ ڪجهه وقت رهيا آهن ۽ جن کي مهاراج جن سان ملڻ جا ڪيترا موقعا مليا، پر سندن اندر ۾ سنت مت تي هلڻ يا نام دان پراپت ڪرڻ جي اڇا پيدا ڪان ٿي. تنهن هوندي به هو ڪنهن نه ڪنهن سبب مهاراج جن جي صحبت ۾ ايندا رهيا. هينئر، سالن جا سال گذرڻ بعد اهي لباس پريمي ستسنگي ٿيجي رها آهن. هاڻي انهن کي مهاراج جن جي ياد ستائيندي آهي ۽ هو حضور جن جي ديا مهر ۽ پريم کي ياد ڪري، پنهنجو پاڻ کي گهٽ وڌ

...ڻي تہ مان ڪتاب صرف انهيءَ لاءِ پڙهندو آهيان جو
...ڻ ڪان اڳ مونکي انهن جون پالڊ ولپيون (هٿ لکيل
...پيون) پڙهڻيون پونديون آهن. اهي پستڪ ٽرسٽ ڇپائيندو
...ي ۽ مان اهو ڄاڻڻ پنهنجو فرض سمجهندو آهيان تہ انهن
...سنت مت سکيا جي ابتڙ ڪا ڳالهہ نہ اچي وڃي ۽ نہ اچڻ
...رجي. ٻيءَ حالت ۾ پستڪ منهنجي لاءِ نہ جي برابر آهن
مان شايد ٿي ڪڏهن ڪنهن بہ ڪتاب پڙهڻ جي ڪوشش
...ڪريان ها.

**سوال:-** ڇا، ستگروءَ جي ڪرج اسين ڪريون ٿا يا ستگرو
اساڻي ڪرج ڪري، اسانکي ڳولهي ٿا لهن؟

**مهاراج جي:-** هيءَ الڳہ ڳالهہ آهي. جيتون تي ڇاپ
ڌر ڌام کان لکيل هوندي آهي. نہ توهان ستگروءَ کي ڳولهي
لڌو آهي ۽ نہ مون ستگروءَ کي ڳولهي لڌو آهي، ستگرو خود
ٿي اسان سڀني کي ڳولهي ٿو لهي. جيتري قدر ٻاهرين حالتن
۽ طور طريقي جو واسطو آهي، ٻنهي ڳالهين ۾ فرق آهي.
اصلي ڳالهہ تہ اِها آهي تہ مونکي حضور مهاراج جن ۽
سندن اپديش ڪانسواءِ ٻيءَ ڪنهن بہ ڳالهہ ڄاڻڻ جو موقعو ني
ڪونہ مليو هو. الڳہ الڳہ سنتن مهاتمائن جي اپديش کي
هڪ ٻئي سان ڀيٽ ڪري ڏسڻ جي جيڪا ڄاڻ مونکي
آهي ۽ جيڪا ٿوري گهڻي ڪوشش مان هاڻي ڪريان ٿو،
اهو سڀ صرف سنگت کي سمجهائڻ جي خيال کان ڪريان
ٿو. نہ تہ مونکي ڪڏهن بہ مختلف ڌرمن يا پنٿن جي ڀيٽ
يا مشابهت ڪرڻ جي ضرورت ني محسوس ڪانہ ٿي هئي.
منهنجو جنم ٿي انهيءَ روحاني واتاورڻ ۾ ٿيو هو. منهنجو
ڏاڏو ستسنگي هو، پتا صاحب ستسنگي ۽ مان بہ ستسنگي
آهيس. سڀ هڪ ئي ونش مان هئاسين، سڀ وشنو، سڀ
ستسنگي ۽ سڀ انهيءَ هڪ ئي راهہ جا راهي هئاسين.

۾ ٽوڙيو ويندو آهي ۽ ڪافي پرک ۽ پڙتال بعد ئي ستگرو تائين پهچبو آهي. اهڙي حالتن ۾ مقصد ۽ منزل ته هڪ ئي آهي، پر جيئن آتمائن جو هن طرف اچڻ جو طريقو الڳ الڳ آهي.

مونکي گرو نانڪ صاحب جن جي باري ۾ ڪجهه به معلوم نه هو. حضور مهاراج جن نه هجن ها ته شايد مونکي ڪڏهن به خبر نه پوي ها ته گرو نانڪ صاحب جن جو اُپديش ڪهڙو هو. توهانکي اهو ٻڌي حيرت لڳندي ته جيستائين* مان هميشه لاءِ ڏيري نه آيو هوس، تيستائين مون ڪوبه سنت مت جو پستڪ نه پڙهيو هو. هتي اچي مون سڀ کان پهرين ڊاڪٽر جانسن جو پستڪ پڙهيو. پروفيسر جگموهن لعل مونکي چيو: "هيءُ پستڪ ختم ٿي ويو آهي، هنکي وري ڇپائڻو آهي ۽ منهنجو خيال آهي ته هن ۾ ڪٿي ڪٿي ڪجهه سڌارو ڪرڻ گهرجي. توهين هيءُ پڙهي ٻڌايو ته هن ۾ ڪهڙيون تبديليون ڪرڻ گهرجن." مون لاءِ اهو ڪافي وڏو ڪم هو، ڇاڪاڻ ته هن کان اڳ ۾ مون سنت مت جو ڪوبه ڪتاب نه پڙهيو هو. مون ته صرف حضور مهاراج جن کي ئي پڙهيو هو، بس انهن کي ئي سڃاتو هو. جيڪي ڪجهه مونکي انهن کان مليو هو، اهو ئي مون لاءِ اصلي پستڪ هو. اهو ممڪن آهي ته ٻين ڪيترن سان به ائين ئي ٿيو هجي، مان ٿو چوان ته صرف مون سان ئي ائين ٿيو. اهڙيءَ طرح مون ڊاڪٽر جانسن جو پستڪ "پاٿ آف دي ماسٽرس" (Path of the Masters - سنتن جو مارگ) پڙهيو. مونکي ان پستڪ کي سمجهڻ ۾ ڪابه مشڪلات ڪانه ٿي. مان پستڪ ۾ لکيل سڀني ڳالهين کان واقف هوس، ڇاڪاڻ ته اهي سڀ منهنجن مهاراج جن جي دوارا اڳ ۾ ئي ٻڌل هيون.

---

* ١٩٥١ع ۾ گرو گديءَ تي اچڻ وقت تائين.

راند روند جا عادي هئاسين ۽ اسانکي سنت مت، ستگرو ۽
پرماتما جي پريم بابت ڪوبه خيال نه هو. پهرين مهاراج جن
اسانجي اندر ۾ اها اڪير ۽ تڙپ پيدا ڪئي ۽ جڏهن ان
تڙپ اندر جاڳرت ٿي زور پڪڙيو ته هنن اسانکي ٻاهر
موڪلي ڇڏيو ته وڃي دنيا جو مقابلو ڪريون.

**سوال:-** اهو ته واجب ڪونهي.

**مهاراج جي:-** ڪل مالڪ جو هر جيو کي سنت مت
يا سنت مارگ ڏانهن ڪيئن ڇڪڻ جو پنهنجو نيارو طريقو آهي. مان
ستگروءَ ذريعي سنت مت ۾ يا سنت مارگ تي آيس. عام طور
ماڻهو سنت مت يا سنت مارگ ذريعي ستگروءَ تائين پهچندا
آهن. ٻنهي ڳالهين ۾ ڪافي فرق آهي. حضور مهاراج جن
کانسواءِ مونکي سنت مت جو ڪڏهن به گيان پراپت نه ٿئي
ها. منهنجي لاءِ حضور مهاراج جن ئي سنت مت هئا ۽ حضور
مهاراج جن ئي روحاني راهه هئا. مون لاءِ انهن کانسواءِ نه ٻيو
ڪو مارگ هو ۽ نه ئي ڪو اپديش هو. مون لاءِ سندن وچن
۽ سندن ستسنگ ئي اصلي سنت مت هئا، آخري ۽ اٽل ستيه
هئا. مون لاءِ مهاراج جن کانسواءِ سنت مت جي اپديش جي
ڪا معنيٰ ئي نه هئي، سنت مت جي ڪا هستي ئي نه
هئي. مان مهاراج جن جي پرِوار ۾ پيدا ٿيس، ان واتاورڻ ۾
منهنجو نپاج ٿيو، انهيءَ ڪري مون سياويڪ طور مهاراج جن
کي ۽ سندن وچنن کي سنت مت ۽ سچي روحانيت سمجهيو.
عام طور ماڻهو گهڻيئي پستڪ پڙهندا آهن، الڳ الڳ
ڌرمن، ويچارڌارائن ۽ سنت مت جي سکيائن جي هڪ ٻئي
سان ڀيٽ ڪري ڏسندا آهن ۽ هن مارگ ۽ سنتن جي اپديش
جي صحيح هجڻ جي باري ۾ ۽ مالڪ سان ملڻ جي ضرورت
بابت پنهنجي بُدّيءَ جي تسلي ڪندا آهن ۽ ان بعد سنت مت
يا سنت مارگ اختيار ڪندا آهن ۽ ان مارگ ذريعي ستگروءَ
تائين ايندا آهن. پوءِ به ستگروءَ کي پنهنجي عقل جي تارازيءَ

# موجوده ستگرو

**سوال:-** مهاراج جي، مونکي اُنهن محسوس ٿيندو آهي ته ڪرڻ سان زندگيءَ جو روزانو ڪم ڪار ڪرڻ مشڪل ٿو پوي. ڇاڪاڻ ته ڀڄن ۾ ايڪاگرتا اچڻ تي مونکي محسوس ٿيندو آهي ته منهنجو من ۽ آتما روزاني ڪم ڪار طرف اُداس ٿي وڃن ٿا. ڇا مان اِنهيءَ ڳالهه کي برج سان قبول ڪريان؟ يا اِها هڪ اهڙي رڪاوٽ آهي جنهنجو مقابلو ڪرڻ گهرجي؟

**مهاراج جي:-** اسانکي ٻئي ڪم ڪرڻا آهن. دنيا ۾ رهڻو آهي ۽ اُن سان گڏوگڏ ڀڄن سمرن ۾ ڪرڻو آهي. اسانکي ٻنهي ۾ جوڙ ميل رکڻو آهي. ڪيترائي ڪرم اهڙا آهن، جن کي ديهه ۾ هوندي ئي پورو ٿيو ٿو، ڇاڪاڻ ته ڀڄن سمرن دوران اُهي چڪائي نٿا سگهجن. ڪيترائي دفعا اسين ڀڄن سمرن ۾ نهايت ئي مزو تي ويندا آهيون ته ڪڏهن ڪڏهن ستگرو پنهنجي دَيا مهر جو هٿ ٻنهي هٽائي وٺندا آهن، جيئن اسين دنيا جو ڪم ڪار بلڪل ئي ڇڏي نه ڏيون. اِنسان کي دنيا جي مقابلي ڪرڻ لاءِ دنيا طرف موڪلڻو پوندو آهي.

اِها نهايت عجيب ڳالهه آهي. اِنهيءَ باري ۾ مان توهانکي پنهنجي شخصي انڀو مان ٻڌائي سگهان ٿو. شروع شروع ۾ ته اسانکي نه سنت مت سان ۽ نه ستگروءَ سان پيار هوندو آهي. ستگرو خود اسان ۾ پنهنجي لاءِ ۽ ڪل مالڪ لاءِ پيار پيدا ڪندا آهن. هو اسانکي ستسنگ ٻڌائيندا آهن، هن مارگ تي هلڻ جي پريرڻا ڏيندا آهن ۽ اسان کان شيوا ڪرائيندا آهن. اِهو سڀ ڪجهه هو اِنهيءَ لاءِ ڪندا آهن، جيئن اسانجي اندر پرماتما لاءِ پريم ۽ ڀڳتي ڀاؤ پيدا ٿئي. جڏهن اسان ۾ اهو پريم جاڳرت ٿئي ٿو، جڏهن اسين اُن پريم جا شڪار ٿيون

موجود آهن. ممڪن آهي ته سياڻي هـوُ اسالجي روح ۾ نه رهن. الهيءَ ڪري اسين انهڪان ڏسري جو سڄو وڪارڊ رلي رهيا آهيون ۽ جڳهه جڳهه تي الڳ الڳ فوٽا لڳارائي رهيا آهيون. اهڙيءَ طرح ڪرڻ سان اسالجو مقصد صرف اهوئي آهي ته اهي سڀ تصويرون ۽ فوٽا ايندڙ پيڙهين لاءِ حضور مهاراج جن جي اتهاس جي روپ ۾ بڻيا رهن.

**سوال:-** مهاراج جي، جيڪي ڪجهه توهان فوٽي جي باري ۾ فرمايو آهي، انجي روشنيءَ ۾ توهين انجو ڪهڙيءَ طرح استعمال ڪرڻ جي صلاح ڏيندا؟

**مهاراج جي:-** تصويرون ۽ فوٽن کي اهڙي طرح رکڻ گهرجي، جيئن گهرن ۾ اسين پنهي، پنهي، ڪنهن پيارن دوستن يا سنبنڌين جا فوٽا رکندا آهيون. اهي فوٽا پنهنجن مترن سنبنڌين جي ياد ڏيارڻ لاءِ رکيا آهن ۽ نه پوجا ڪرڻ لاءِ. فوٽا يا تصويرون صرف يادگار جي روپ ۾ ئي رکڻ گهرجن. ڏيري ۾ ڪٿي به ڪنهن فوٽي جي پوجا نه ڪئي ويندي آهي.

اصلي مقصد يا وستو ته پنهنجي سورن آهي يا وري ستسنگ ۽ شبد آهي، جاڪاڻ ته ستسنگ پنهنجي جو لوڙهو يا واڙ آهي، جو پنهنجي کي مضبوط ۽ محفوظ رکي ٿو. شبد سان پنهنجي سرون ۾ سهائتا ملي ٿي. سنت مت ۾ صرف اهي ٿي سهني ڪان مکيه ڳالهيون آهن. باقي سڀ ڪنهن به ڳالهه جي ضرورت ڪانهي.

باوجود به سنگت مهاراج جن جي ڪوٺيءَ سامهون وڃي مٿو
ٽيڪي ٿي. سمجهه ۾ نٿو اچي ته انهو ڪهڙو علاج ڪيو وڃي.
انهيءَ ڪري اسان حضور جن جي شين جي نمائش يا پردرشن
ڪرڻ جو ويچار ڇڏي ڏنو. ماڻهو بلڪل جلد ڪرم ڪانڊ ۽
ريت رواج طرف هلي ٿا پون. انهن ڳالهين جو اثر ماڻهن تي
جلدي پوي ٿو ۽ ڪين انهن ڳالهين مان ڪڍڻ تمام مشڪل
ٿئي ٿو.

**سوال:-** اڄ، حضور وڏن مهاراج جن جي ڪمري جي
ديوار جي سهاري هڪ ننڍو فوٽو رکيل هو، جنهنکي اندر
ڪمري ۾ ٽنگيو ويندو. ڇا، توهين اُن فوٽي جي باري ۾
ڪجهه ٻڌائيندا؟

**مهاراج جي:-** اهو فوٽو مهتا صاحب لڳائي رهيا آهن.
مهتا پريوار وارن سنگت جي تمام وڏي شيوا ڪئي آهي.
اُنهنجو ڌنڌو فوٽو گرافيءَ جو آهي ۽ هُو سڀ حضور مهاراج جن
جا نهايت پريمي ستسنگي به آهن. اُنهن مهاراج جن جا
ڪيترا ئي تمام خوبصورت فوٽا ڪڍيا آهن. گيسٽ هائوس ۾
لڳل سڀ فوٽا اُنهنجا ئي ورتل آهن.

وقت گذرڻ سان پراڻيون يادگيريون ڌنڌليون ٿينديون
پيئون وڃن ۽ سنگت جي نئين پيڙهي وڌي رهي آهي.
اسين نٿا چاهيون ته اهي پراڻيون يادگيريون ڀُلايون وڃن،
تنهنڪري اسين اُنهن فوٽن ذريعي اُنهن کي قائم رکڻ جي
ڪوشش ڪري رهيا آهيون. منهنجي چوڻ تي مهتا صاحب
گيسٽ هائوس لاءِ اهي سڀ فوٽا تيار ڪيا آهن. اُنهن حضور
مهاراج جن جا ٻيا به ٨-٩ وڏا وڏا فوٽا ٺاهيا آهن، جيڪي
اسان نام گهر ۾ لڳارايا آهن. اهي ڪالهه ئي اُتي لڳايا ويا
آهن. ڪجهه ٻيا فوٽا به ٺهي رهيا آهن، ڇاڪاڻ ته اسين نٿا
چاهيون ته اهي فوٽا هميشهه لاءِ گم ٿي وڃن يا صرف مهتا
پروار ۾ ئي رهجي وڃن. اڄ هُو زنده آهن ۽ اسانجي وچ ۾

انهيءَ ڪري اسان وڏي ستسنگ گهر ۾ حضور مهاراج جن جو ڪوبہ فوٽو نہ لڳايو آهي. اسان وٽ ڪيترائي فوٽا آهن، جن سان هال اندر نهايت خوبصورت لڳندو. پر اُن ۾ هميشه اهو خطرو آهي تہ ڪير انهيءَ چپ چاپ لاهي نہ کڻي وڃي يا سنگت سڄو ڏينهن انهيءَ سامهون ويهي نہ رهي. اسين چاهيون ٿا تہ عام سنگت اُنهن شين کي ڏسي سگهي ۽ جنهن لاءِ اسان گيسٽ هائوس ۾ فوٽا لڳايا آهن، انهيءَ طرح ٻي ٻين جڳهين ۾ بہ لڳائي سگهون، پر اهو بہ ڏسڻ رهي ٿو تہ ماڻهو انهن جي پوڄا ڪرڻ نہ شروع ڪن.

**سوال:-** ڇا، انهيءَ جو ڪارڻ هن ديش ۾ هندو ڌرم جو پرڀاوَ ڪرڻي؟

**مهاراج جي:-** ها. اهائي ڳالهہ آهي، ڇاڪاڻ تہ ماڻهن کي ٻتن يا مورتين، گرنٿن پوڄين ۽ ڇاڙين جي ئي نہ، بلڪ مهاتمائن جي سماڌين جي پوڄا ڪرڻ جي بہ عادت پيل آهي. ماڻهن ۾ اهي سنسڪار شروع کان ئي موجود آهن. تنهنڪري هو آسانيءَ سان اهڙن ڪمن ۾ لڳي وڃن ٿا ۽ سنت مهاتمائن جي اصلي اُپديش کان گهڻو دور نڪري وڃن ٿا.

هڪ دفعي مون آهلووالیا صاحب سان صلاح ڪري، ڏيري ۾ هڪ اهڙي قسم جي استان ٺهرائڻ جو ويچار ڪيو، جنهن ۾ حضور مهاراج جن جون شيون جهڙوڪ اوور ڪوٽ، عينڪ، پستڪ، جوتا ۽ ٻيون سڀئي شخصي شيون رکيون وڃن. جو تہ اسين اُنهن شين کي شروع کان ڏسندا رهيا آهيون. مون سوچيو تہ اهي سڀ وستو تالي ۾ بند آهن، جوڻ سڄي سنگت انهيءَ ڏسي سگهي. پر ڪجهہ ماڻهن صلاح ڏني تہ ائين ڪرڻ سان هيءَ جڳهہ پوڄا جو استان بڻجي وڃي ۽ ماڻهو سنتن جي اصلي سکيا کي ڀلجي وڃن. هاڻي بہ اسانجي پوري ڪوشش ۽ خبرداريءَ جي

سنه ١٩٥٣ - ١٩٥٤ع ۾ مون حضور مهاراج جن جو هڪ تمام وڏو پارٽريٽ فوٽو تيار ڪرايو هو. حضور مهاراج جن عام طور پنهنجي بالڪنيءَ جي ٻاهر ورانڊي واري دريءَ مان هيٺ تمام گهڻو وقت بيٺل سنگت کي درشن ڏيندا هئا. اهو نظارو سنگت کي تمام چڱيءَ طرح ياد آهي. انهيءَ ڪري مون سوچيو ته اهو فوٽو انهيءَ دريءَ ۾ لڳايو وڃي، جيئن انهيءَ کي ڏسي سنگت جي دل ۾ مهاراج جن جي ياد ايندي رهي، تازي ٿيندي رهي. ٻه جنهن ڏينهن اهو فوٽو لڳايو ويو، ان ڏينهن سنگت مان سڄي رات ڪير به نه سمهيو، لڳ ڀڳ سڄو ڏينهن پوري رات انهيءَ فوٽي کي ڏسندو رهيو. تنهنڪري ٻئي ڏينهن مون اهو فوٽو هٽرائي ڇڏيو.

هڪ دفعي اميريڪا جي هڪ استري ڪشمير کان موٽندي هتي آئي. هوءَ سنگ تراشي يعني شلپي ڪلا ۾ ماهر هئي. ڪير ڪيس هتي وٺي آيو ۽ راءِ صاحب هرنارائڻ حضور جن کي عرض ڪيو: ”هيءَ مائي ڏاڍيون خوبصورت مورتيون ناهي ڄاڻي ۽ اسين چاهيون ٿا ته سنگ مرمر جي سامهون توهانجي هڪ سندر مورتي لڳايون، ڇاڪاڻ ته انجي ٺاهڻ ۾ توهانجي ٿي سڀ کان وڌيڪ محنت آهي.“ راءِ صاحب، مهاراج جن کي ان ڪلاڪار جي سامهون وٺي لاءِ مڃايو. حضور جن هڪ ڏينهن ويٺا ۽ هن مورتي ٺاهڻ شروع ڪئي، پر ٻئي ڏينهن ئي حضور جن فرمايو: ”نه، مان ڪابه مورتي ٺهرائڻ نٿو چاهيان. سنگت ان مورتيءَ جي پوڄا ڪرڻ شروع ڪندي، مورتيءَ جي ڳلي ۾ گلن جا هار وجهڻ ۽ پيٺا ڳنڍ ڪرڻ شروع ڪندي. سنگت سنت مت جي اصلي اپديش کي ڀلائي ڇڏيندي ۽ منهنجي سڄي زندگيءَ جي محنت اجائي ويندي. جيڪو تورو گهڻو پيانچو ان مائيءَ ڪلاڪار تيار ڪيو هو، انکي به مهاراج جن ٽوڙائي ڇڏيو. حضور جن کي معلوم هو ته ماڻهو ڪيترو جلدي مورتي پوڄا جو شڪار ٿي سگهن ٿا.

تنهنڪري سٽڪروءَ جي فوٽي جي ڏيان جو خيال ٿيائيں، اُن کي صرف سجاڳ لاءِ ڪم آڻڻ ۾ ڪو حرج آهي ڇا؟

**مهاراج جي:-** ڇاهي ٻاهر سٽڪروءَ جي ديه سروپ جا درشن ڪيل ٻه هجن، تڏهن ٻه اندر سندن نوري سروپ جي پرگهٽ ٿيڻ لي پنجن نامن جو سمرن ڪري اها ڳالهه پڪي ڪرڻ ضروري آهي ته اهو سروپ سچ پچ سٽگروءَ جو ئي آهي يا نه.

حضور جن جو فوٽو ته صرف انهيءَ ڪري موڪليو ويو هو. جو جو اُنهن جي من ۾ حضور مهاراج جن جي ديه سروپ ۾ ڏسڻ جي قدرتي اڇا هئي، خاص ڪري جڏهن ڊاڪٽر جانسن حضور جن جي ديه سروپ جي باري ۾ گهڻو ئي ڪجهه لکيو هو. پر اُن کان گهڻو اڳ سندن هڪ فوٽو اميريڪا موڪليو ويو هو.

**ديوان صاحب:-** اهو فوٽو ڊاڪٽر براڪ ۽ سندس ڌرمپتنيءَ کي موڪليو ويو هو، جيڪي اميريڪا ۾ پهريان ٻه ستسنگي هئا. جڏهن اُنهيءَ سردار ڪيهر سنگهه دواران نامدان ڏنو ويو ته اُنهن حضور مهاراج جن جي فوٽي لاءِ ڏاڍو زور ڀريو ۽ بار بار پنهنجي خطن ۾ اها ڳهر دهرائيندا رهيا. اُن وقت راءِ صاحب هرناراڻ جي حضور جن جا سيڪريٽري هئا ۽ سندن هڪ دوست فوٽوگرافر هو. تنهنڪري اُنهيءَ کي هتي آندو ويو ۽ ١٩٢٠ع جي لڳ ڀڳ سندن اهو پهريون فوٽو ڪڍايو ويو. پر اُن فوٽو جي صرف هڪ ئي ڪاپي ڊاڪٽر ۽ شريمتي براڪ کي موڪلي وئي، ٻي ڪنهن کي به نه. هتي هندستان ۾ ڪنهن کي به اهو فوٽو نه ڏنو ويو.

**مهاراج جي:-** فوٽي هئڻ جي حالت ۾ هميشه اُنجي پوڄا ٿيڻ جو خطرو بڻيو رهي ٿو. پر هاڻي ته فوٽوگرافي اِتري عام ٿي وئي آهي، جو اُنکان بچڻ ناممڪن آهي.

ڪيٺي وقت تائين ته حضور مهاراج جن جو به فوٽو ڪر
ڪڍايو ويو هو. جڏهن حضور مهاراج جن کي امريڪا جي
عيوضيءَ لکيو ته اُتي جا ستسنگي پنهنجي ستگروءَ جي سروپ
ڏسڻ جا خواهشمند آهن، تڏهن چپ چاپ ۾ مهاراج جن جو
فوٽو ڪڍايو ويو. هتي ڪنهنکي به اُن فوٽي جي ڪاپي وٺڻ
جي اجازت نه هئي، پر ستسنگين ۾ ڪنهن نه ڪنهن طرح
اُهو فوٽو پراپت ڪرڻ لاءِ ڀڄ ڊوڙ ڪئي ويئي.

اُهو فوٽو امريڪا موڪليو ويو ۽ هتي جي ڪجهه ستسنگين
امريڪا جي ستسنگين کي اُن فوٽي جي ڪاپي موڪلڻ لاءِ
چٺيون لکيون. اُنهن مان ديوان صاحب به هڪ هو ۽ هُن
اُهو فوٽو حاصل به ڪيو.

اِنهيءَ مان معلوم ٿئي ٿو ته حضور مهاراج جن جو فوٽو به
آسانيءَ سان ملي نه ٿي سگهيو. سنڌن فوٽا اُنهيءَ وقت ملڻ
شروع ٿيا، جڏهن مهتا پرواز وارا ستسنگي ٿيا، چاڪاڻ ته
اُنهن جو ڌنڌو ئي فوٽو گرافيءَ جو هو. اُن ڪانسواءِ حضور
مهاراج جن هڪ طرح مجبور به ٿي پيا، چاڪاڻ ته فوٽو گرافيءَ
جي نئين طريقي جي مدد سان، دور کان به فوٽو نڪري ٿي
سگهيو ۽ باقاعدي ڪئميرا جي سامهون ويهي فوٽو ڪڍائڻ
جي به ضرورت نه رهي. ٿيهن نموني جي ڪئميرائن اچڻ بعد
۱۹۳ع کان حضور جن جا فوٽا عام طور ملڻ شروع ٿي ويا.
کان اڳ جو شايد ئي ڪو سنڌن فوٽو هجي. سنڌن نوڪريءَ
ڏينهن جا ملٽري ورديءَ ۾ هڪ به فوٽو اسان وٽ آهن
ڪنهنکي به اُنهنجي ڪاپي ڏيڻ جو حڪم ڪونه هو.

**سوال:-** وڏيشي ستسنگين وٽ ستگروءَ جو فوٽو نه هئڻ
حالت ۾ ڪين سنڌن سروپ جي خبر نه پوندي. تنهنڪري
ڪي اندر نوري سروپ جي درشن جو انتظار ڪرڻو
۽ پنهنجي نام جي سمرن دوارا اُنکي پرکڻو به پوندو.

**مهاراج جي:-** کين ڪيترائي ڪم سؤنپيل هئا. جڏهن هر رنابر تي ڏيري آيا ته حضور مهاراج جن کين ڏيري جي سڄي انتظام جو انچارج بڻائي رکيو. ڪڏهن ڪڏهن کين لنگر جي يا ڪنهن ٻئي کاتي جي چارج به سپرد ڪئي ويندي هئي. پر هو اُن ۾ نه گهڻ ڳالهائيندا هئا، باقي پنهنجو سمورو ڌيان پنهنجي ذمي لڳايل ڪم ۾ ئي رکندا هئا.

**سوال:-** توهان ڪڏهن حضور وڏن مهاراج جن کي پنهنجي ستگرو بابا جن بابت ڳالهائيندي ٻڌو هو، خاص ڪري اُن باري ۾ ته سندن ستسنگ ڪهڙي قسم جا هوندا هئا؟

**مهاراج جي:-** حضور مهاراج جن ڪترا دفعا پنهنجي ستگروءَ بابا جي مهاراج جن بابت ڳالهيون ڪندا هئا. اسانکي بابا جن جي زندگي، اُن سان واسطو رکندڙ واقعا ۽ ڪرامتون، بابا جن ڪٿي رهندا هئا ۽ ڪٿي هن جڳهه جو وڪاس ڪيائون، اهو سڀ حضور مهاراج جن کان ئي معلوم ٿيو آهي. انهن ڳالهين حاصل ڪرڻ جو ٻيو ڪو ذريعو ئي نه هو. حضور مهاراج جن ستسنگ ۾ ۽ پنهنجي پستڪن ۾ نه سدائين انهن جوندا هئا ته جيڪي ڪجهه ٿي رهيو آهي، بابا جن جي دِيا مهر سان ئي ٿي رهيو آهي.

**سوال:-** ڇا، بابا جن جو ڪو فوٽو ڪونهي؟

**مهاراج جي:-** دراصل انهن ڏينهن ۾ فوٽو ڪرائڻ جو گهڻو رواج ڪونه هو. پر بابا جن نه پنهنجو فوٽو ڪيرائڻ نه چاهيندا هئا. هندستان ۾ مورتين ۽ تصويرن جي پوڄا جو اهڙو ته رواج آهي، جو بابا جن ڪڏهن به پنهنجي فوٽي جي پوڄا ڪرڻ جو موقعو ڏيڻ ٿي نٿي چاهيو. انهيءَ ڪري سندن صاف حڪم هو ته ڪوبه ستسنگي سندن فوٽو نه رکي. جو سکيو ڪي اهڙين ريتن رسمن ۽ وهمن پرمن مان ڪيڻ

بنا ڪنهن اکر ڳالهائڻ جي، ٻه ٻه يا ٽي ٽي ڪلاڪ اهڙيءَ طرح هڪ ڪنڊ ۾ ويٺي ڏٺو آهي. جيئن حضور مهاراج جن ڏيري لاءِ زمين خريد ڪرڻ ۽ ڏيري جي ٻين مسئلن بابت ماڻهن سان ڳالهه ٻولهه ڪرڻ ۾ لڳل رهندا هئا، تيئن سردار بهادرجن چپ چاپ درشن ڪندا رهندا هئا. هو نه ڪنهن ڳالهه ۾ دخل ڏيندا هئا، نه خود اڳيان وڌي ڪا راءِ ڏيندا هئا. جڏهن سڀ ماڻهو اٿي هليا ويندا هئا ته سردار بهادرجن به خاموشيءَ سان ٻاهر هليا ويندا هئا.

**سوال:-** ڇا، هو ڪنهن سان به، ڪجهه به نه ڳالهائيندا هئا؟

**مهاراج جي:-** هو تڏهن ڳالهائيندا هئا، جڏهن ضروري هوندو هو، پر تمام ٿورن لفظن ۾ پنهنجي پوري ڳالهه چئي ڏيندا هئا. مون کين ڪڏهن به ڪا ڳالهه ٻه دفعا چوندي، يا ضرورت کان وڌيڪ هڪ لفظ به ڳالهائيندي نه ٻڌو هو. هو هر ڳالهه مختصر ۽ مضمون جي حد يا دائري اندر ڪندا هئا.

جڏهن هو گرو گديءَ تي براجمان ٿيا، تڏهن کان ڪجهه کليءَ طرح ڳالهه ٻولهه ڪرڻ شروع ڪيائون ۽ کل مذاق به ڪرڻ لڳا، ڇاڪاڻ ته هنن سنگت کي آٿت يا تسلي ڏيڻ ٿي چاهي. جيئن سنگت کي حضور وڏن مهاراج جن جي جوتي جوت سمائڻ سبب گهٽي ڪمي محسوس نه ٿئي. پر سندن لاءِ اهو سڀ ڪرڻ تمام مشڪل هو، ڇاڪاڻ ته هو اِن ڳالهه جا عادي نه هئا. گرو ٿيڻ بعد هو سنگت کي ڀروسو ڏيڻ چاهيندا هئا ته هو کين ڪائي پيار ڪن ٿا ۽ اُهين سان ڳالهه ٻولهه ڪرڻ پسند ڪن ٿا. باقي ٻيءَ حالت ۾ هو تمام گهٽ ڳالهائيندا هئا.

**سوال:-** ستگرو ٿيڻ کان پهرين، جن ڏينهن ۾ هو ڏيري ۾ رهندا هئا، تڏهن کين ڪهڙو ڪم سونپيل هو؟

هلندي رهندي هئي، چاڪاڻ تہ مهاراج جن ڏيري جي ڪيترن ئي مسئلن جي باري ۾ هنن سان واچارن جي ڏي وٺ ۽ صلاح مصلحت ڪندا هئا. گهڻو ۽ ڏيري جي سيني معاملن ۾ هو حضور جن جو مکہ صلاحڪار هو. ڪيترا دفعا رات جا ٢-٣ وڃي وڃندا هئا، چاڪاڻ تہ سردار بڳت سنگهہ کي نہ تہ ڏيري اچڻ جي ۽ نہ ئي ڏيري مان وڃڻ جي جلدي هوندي هئي. حضور مهاراج جن کان موڪلائي، هو بيهي رَهي ۽ وٽ ايندو هو ۽ پڇندو هو تہ چا روٽي تيار آهي؟ جي بيهي رلي چوندي هئي تہ تيار ناهي تہ پاڻ چوندو هو: ”ڪا ڳالهہ ناهي مان انتظار ڪريان ٿو، ڪاڏو ڪاهي وڃو.“ پوءِ هو ڪاڏو کائيندا هئا ۽ آرام سان جاندر لاءِ روانا ٿيندا هئا.

واهہ صاحب سردار بڳت سنگهہ جي اهڙي ڳالهہ کان ڪافي پريشان ٿيندا هئا. سندن سردار بڳت سنگهہ سان ايتري گهري دوستي هئي، جو ڪيس ڪجهہ بہ چئي نہ سگهندا هئا. پر اسالڪي چوندا هئا تہ هو هميشهہ غلط وقت تي اچي ٿو ۽ حضور مهاراج جن جي آرام ۾ رڪاوٽ وجهي ٿو. پر حضور مهاراج جن سردار بڳت سنگهہ کي ماڻ کان ڪڏهن بہ انڪار نہ ڪندا هئا، چاهي هو ڪنهن بہ وقت اچي. حضور جن جو حڪم هو: ”جنهن بہ وقت هيءُ اچي، چاهي مان جاڳندو هجان يا سمهيل هجان، ڪيس سڌو مون وٽ اچڻ ڏيو، ڪوبہ هنکي نہ روڪي.“

جڏهن بہ ڪو ونجهو ستسنگي حضور مهاراج جن وٽ ويٺل هوندو هو تہ سردار بهادر جن چپ چاپ هڪ ڪنڊ ۾ ويٺل رهندا هئا. هو پنهنجي ڪاري ۽ اڇي چوڪڙين واري شال پائي رهندا هئا ۽ ڪنهن بہ ڳالهہ ۾ ڪا يا نہ ڪجهہ چوندا هئا، بلڪل خاموش ويٺا هوندا هئا. ٻين ماڻهن جي ڳالهہ ٻولهہ ۾ ڪن ڪابہ دلچسپي ڪونہ هوندي هئي. هو تہ صرف ٽڪٽڪي لڳائي حضور جن جا درشن ڪندا رهندا هئا. مون ڪين

ڪتان ۽ ڪيئن آيو؟" انهيءَ وقت ته هو خاموش رهيا پر
ن بعد مون کان پڇيائون ته شادي ڪيئن اندر آيو؟ مون
جواب ڏنو ته حضور مهاراج جن مونکي پنهنجي دروازي کان
اڻي شاديءَ کي سڏي اچڻ لاءِ چيو هو. راءِ صاحب چيو:
"توکي هن ڊيوٽيءَ تان هٽايو ٿو وڃي. توکي ڪنهن کي به
سڏي اچڻ نه ڪپندو هو، حضور جن کي آرام جي ضرورت
آهي." مون جواب ڏنو ته مان حضور جن جو حڪم ڪيئن
ي ٽاري سگهيس. اهو ٻڌي راءِ صاحب پاڻي شاديءَ وٽ
جي پهتا ۽ کيس چوڻ لڳا: "جي تون وري اوڏانهن وئين،
آهي توکي خود حضور مهاراج جن به چون سڏايو هجي ته مان
توکي يڪدم ڏيري کان ٻاهر ڪڍي ڇڏيندس." پاڻي شاديءَ
جواب ڏنو: "جناب، مان وري ائين ڪونه ڪندس."

راءِ صاحب تمام سخت هئا. هو چوندا هئا ته جڏهن ڊاڪٽر
حضور جن کي آرام لاءِ چون ٿا ته اهو ضروري آهي ته ڪير
ه سندن آرام ۾ رڪاوٽ نه وجهي، کين بي آرام نه ڪري.
اءِ صاحب کي پنهنجي فرض جو هميشه پورو ڌيان رهندو
ئو.

سردار بهادر جن جو وڏو ڀاءُ سردار ڀڳت سنگهه جلندر ۾
وڪالت ڪندو هو. هو سڀ ڪم بلڪل آرام طلبيءَ سان
ڪندو هو ۽ ڪڏهن به ڪنهن ڳالهه ۾ جلد بازي نه ڪندو
هو. عدالت کان موٽڻ بعد هو آرام سان پنهنجي اصيلن سان
ڳالهيون ڪندو رهندو هو، پوءِ گهر وڃي سنان ڪندو هو ۽
ن کانپوءِ ٿورو ڪجهه ڪم ڪار ڪري، آرام سان ڪار ۾
ڏيري لاءِ روانو ٿيندو هو. ڪيترا دفعا هو ڏيري ۾ رات
جو ١١-١٢ بجي پهچندو هو. جيئن ئي مهاراج جن سندس ڪار
جو هارن ٻڌندا هئا ته دروازو کولي هن جي انتظار ۾ ويٺي
رهندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن سردار بهادر جن به اچي ويندا
هئا. جيسين سردار ڀڳت سنگهه چاهيندو هو، تيسين ڳالهه ٻولهه

ٻنا ڪنهن ڪم جي بستري ۾ ليٽيو رهڻ تمام مشڪل هو.
انهيءَ ڪري مهاراج جن جا سيڪريٽري ۽ وڏا شيراداري
پاڻ ۾ ڏيوڙهي ورهائي ڪندا هئا ۽ انهن مان هرڪو ڪجهه
ڪلاڪن لاءِ ڏاڪڻ تي ويهي ڏيوڙهي ڏيندو هو، جيئن ڪير
مٿي وڃي حضور جن جي آرام ۾ رڪاوٽ نه وجهي. جيڪڏهن
توهان حضور مهاراج جن جي ڪوٺي ڏٺي آهي ته مٿي ويندڙ
ڏاڪڻ نه توهان ضرور ڏٺي هوندي.

هڪ دفعي راءِ صاحب جي پهري ڏيڻ جو وارو هو. هو
شام کان ئي ڏاڪڻ جو دروازو بند ڪري ويهي رهيا، جيئن
ڪوبه مٿي حضور مهاراج جن وٽ نه وڃي سگهي. منهنجي
ڏيوڙهي مٿي حضور مهاراج جن جي جهلي ڇڪڻ جي هئي.
انهن ڏينهن ۾ اجا ڏيري ۾ بجلي ڪانه آئي هئي. هڪ وڏو
پنکو يا جهلي ڇت ۾ ٽنگيل هوندي هئي، جنهن کي نوڙيءَ
سان ڇڪيو ويندو هو. مان، منهنجو پيءُ ۽ ٻيا گهر جا ڀاتي
اهو پنکو ڇڪيندا هئاسين. مان پنکو ڇڪي رهيو هوس ته
مهاراج جن فرمايو: ”وڃ، شاديءَ کي سڏي اچ. چپ چاپ
تون پٺين دروازي کان هليو وڃ، متان راءِ صاحب ڏسي نه
وٺي.“ شادي هميشه مهاراج جن سان گڏ ئي رهندو هو، پر
انکي نه اندر اچڻ جي اجازت نه هئي.

راءِ صاحب ڏاڪڻ تي ويٺو هو، تنهنڪري مان رنڌڻي
واري دروازي کان ويس ۽ انهيءَ رستي کان ئي پالي شاديءَ
کي مهاراج جن وٽ وٺي آيس. راءِ صاحب ٻاهر دروازو بند
ڪري ويٺو هو، جيئن ڪو به مٿي وڃي حضور جن کي پريشان
نه ڪري. پالي شاديءَ حضور جن سان مشين جي باري ۾
ڳالهه ٻولهه شروع ڪئي ۽ ڪجهه زور سان ڳالهائڻ لڳو. جڏهن
راءِ صاحب آواز ٻڌو ته انهن مٿي اچي دروازو کوليو ۽ ڏٺو
ته مان پنکو لوڏي رهيو هوس ۽ پالي شادي مهاراج جن سان
ڳالهيون ڪري رهيو هو. راءِ صاحب پڇيو: ”هيءَ هتي

ڪٿان ۽ ڪيئن آيو؟" انهيءَ وقت ته هو خاموش رهيا پر
ان بعد مون کان پڇيائون ته شادي ڪيئن اندر آيو؟ مون
جواب ڏنو ته حضور مهاراج جن مونکي پنهنجي دروازي کان
ٻاهر شاديءَ کي سڏڻ لاءِ چيو هو. راءِ صاحب چيو:
"توکي هن ڊيوٽيءَ تان هٽايو ٿو وڃي. توکي ڪنهن کي به
سڏڻ اچڻ نه ڏيڻو هو، حضور جن کي آرام جي ضرورت
آهي." مون جواب ڏنو ته مان حضور جن جو حڪم ڪيئن
ٽاري سگهيس. اهو ٻڌي راءِ صاحب پاڻي شاديءَ وٽ
وڃي پهتا ۽ کيس چوڻ لڳا: "جي تون وري اوڏانهن وڃڻ
چاهين توکي خود حضور مهاراج جن به چون ته سڏايو هجي ته مان
توکي يڪدم ڊيوٽي کان ٻاهر ڪڍي ڇڏيندس." پاڻي شاديءَ
جواب ڏنو: "جناب، مان وري ائين ڪونه ڪندس."

راءِ صاحب تمام سخت هئا. هو چوندا هئا ته جڏهن ڊاڪٽر
حضور جن کي آرام لاءِ چون ٿا ته اهو ضروري آهي ته ڪير
به سندن آرام ۾ رڪاوٽ نه وجهي، ڪين بي آرام نه ڪري.
راءِ صاحب کي پنهنجي فرض جو هميشه پورو ڌيان رهندو
هو.

سردار بهادر جن جو وڏو پٽ سردار پڪت سنگهه جلندر ۾
وڪالت ڪندو هو. هو سڀ ڪم بلڪل آرام طبيعَ سان
ڪندو هو ۽ ڪڏهن به ڪنهن ڳالهه ۾ جلد بازي نه ڪندو
هو. عدالت کان موٽڻ بعد هو آرام سان پنهنجي اصيلن سان
الهيون ڪندو رهندو هو، پوءِ گهر وڃي سنان ڪندو هو ۽
ن کاڌو پوءِ ڪجهه ڪم ڪار ڪري، آرام سان ڪار ۾
پري لاءِ روانو ٿيندو هو. ڪيترا دفعا هو ڏيري ۾ رات
؛ ١١-١٢ بجي پهچندو هو. جيئن ته مهاراج جن سندس ڪار
هارن ٻڌندا هئا ته دروازو کولي هن جي انتظار ۾ واهي
ندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن سردار بهادر جن به اچي ويندا
. جيسين سردار پڪت سنگهه چاهيندو هو، تيسين ڳالهه ٻولهه

بنا ڪنهن ڪم جي بستري ۾ ليٽيو رهڻ تمام مشڪل هو. انهيءَ ڪري مهاراج جن جا سيڪريٽري ۽ ويجها شيواداري پاڻ ۾ ڏيرڻي ورهائي ڪٽندا هئا ۽ انهن مان هرڪو ڪجهه ڪلاڪن لاءِ ڏاڪڻ تي ويهي ڏيرڻي ڏيندو هو، جيئن ڪير متي وڃي حضور جن جي آرام ۾ رڪاوٽ نه وجهي. جيڪڏهن توهان حضور مهاراج جن جي ڪوٺي ڏٺي آهي ته متي ويندڙ ڏاڪڻ نه توهان ضرور ڏٺي هوندي.

هڪ ڏينهن راءِ صاحب جي پهري ڏيڻ جو وارو هو. هو شام کان ئي ڏاڪڻ جو دروازو بند ڪري ويهي رهيا، جيئن ڪو متي حضور مهاراج جن وٽ نه وڃي سگهي. منهنجي ڏيرڻي متي حضور مهاراج جن جي حويلي چڪڻ جي هئي. انهن ڏينهن ۾ اچا ڏيري ۾ بجلي ڪانه آئي هئي. هڪ وڏو پنکو پا جهلي ڇت ۾ ٽنگيل هوندي هئي، جنهن کي نوڙيءَ سان ڇڪيو ويندو هو. مان، منهنجو پاڻ ۽ بيا گهر جا پاڻي اهو پنکو ڇڪيندا هئاسين. مان پنکو ڇڪي رهيو هوس ته مهاراج جن فرمايو: ”وڃ، شاديءَ کي سڏي اچ. جيسين چاپ تون پڻ دروازي کان هليو وڃ، متان راءِ صاحب ڏسي نه وٺي.“ شادي هميشه مهاراج جن سان گڏ ئي رهندو هو، پر انکي نه اندر اچڻ جي اجازت نه هئي.

راءِ صاحب ڏاڪڻ تي ويٺو هو، تنهنڪري مان رلڻي واري دروازي کان ويس ۽ انهيءَ رستي کان ئي پاڻي شاديءَ کي مهاراج جن وٽ وٺي آيس. راءِ صاحب ٻاهر دروازو بند ڪري ويٺو هو، جيئن ڪوبه متي وڃي حضور جن کي پريشان نه ڪري. پاڻي شاديءَ حضور جن سان مشڪن جي باري ۾ ڳالهه ٻولهه شروع ڪئي ۽ ڪجهه زور سان ڳالهائڻ لڳو. جڏهن راءِ صاحب آواز ٻڌو ته انهن متي اچي دروازو کوليو ۽ ڏٺو ته مان پنکو لوڏي رهيو هوس ۽ پاڻي شادي مهاراج جن سان ڳالهيون ڪري رهيو هو. راءِ صاحب پڇيو: ”هيءُ هتي

راءِ صاحب کي پنهنجي فرض جو ايترو ڌيان رهندو هو، جو هُو خود حضور جن سان گڏ وهندي ڪڏهن اک به نه ڇنڀيندا هئا. هُو پنهنجي ڪم ۾ سدائين سجاڳ ۽ هوشيار رهندا هئا. پر گرميءَ جي موسم هئي ۽ مونکي ننڊ اچي وئي. انهيءَ ڪري راءِ صاحب مونکي چيو: ”جيڪڏهن پهر تو ائين ڪيو ته مان توکي ڪڏهن به ڪار ۾ نه وٺي هلندس. ننڊ ۾ اڇلو پوندءِ. جي حضور مهاراج جن سان گڏ وهڻو اٿيئي ته ائين وهڻ سک، جيئن ڪنهن شهنشاهه جي حضوريءَ ۾ ويهبو آهي.“ منهنجي لاءِ ايترو ئي ڪافي هو.

راءِ صاحب جن وقت جا نهايت پابند هئا. جيڪڏهن حضور مهاراج جن چيو ته صبوح جو ٥ بجي هلنداسين ته راءِ صاحب تيار ٿي ۽ سڀو سامان چڱيءَ طرح بند ڪرائي، ساڍي ٤ بجي ئي مهاراج جن جي انتظار ۾ ڪرسي لڳائي ويهندا هئا. جيڪو به ڪم کين ٻڌايو ويندو هو، انجو هُو پورو خيال رکندا هئا. پر ڪيترا دفعا حضور مهاراج جن آرام سان نڪرندا هئا. جي حضور جن ٦ بجي نڪرڻ لاءِ چيو هوندو، پر ڪو ملڻ وارو اچي وڃي ته کين ٧ به لڳي ويندا هئا. راءِ صاحب کان اهو برداشت نه ٿيندو هو ۽ هو چئي ڏيندا هئا: ”حضور! توهان مونکي ٦ بجي هلڻ لاءِ چيو هو ۽ مان تيار آهيان.“ هو هميشه وقت کان اڳرين تيار ٿي اچي ويندا هئا ۽ حضور جن جي ڪوٺيءَ مان صبوح جو سندن آواز ٻڌڻ ۾ ايندو هو: ”حضور مان تيار آهيان.“ حضور مهاراج جن به اڪثر چئي ڏيندا هئا: ”ڀائي، راءِ صاحب ايندو ئي هوندو مونکي وقت سر وڃڻ ڏيو.“

ڪڏهن ڪڏهن مهاراج جن جي طبيعت نيڪ نه هوندي هئي ۽ ڊاڪٽر صلاح ڏيندا هئا ته حضور جن کي آرام جي ضرورت آهي ۽ ڪوبه سندن سان ملاقات لاءِ نه وڃي. پر سندن زندگي ايتري قدر مشغول هوندي هئي جو سندن لاءِ

**سوال:-** مهاراج جي، مون ٻڌو آهي ته هڪ ڏينهن حضور وڏا مهاراج جن، سردار بهادر جن ۽ توهين، سڀ هڪ ئي ڪار ۾ ڪيڏانهن وڃي رهيا هئا ۽ توهان مان ڪنهن کي ڪار ۾ ننڊ اچي ويئي.

**مهاراج جي:-** نه، اهو واقعو سردار بهادر جن جي باري ۾ نه پر منهنجي باري ۾ آهي. توهان کي ته خبر آهي ته وڏيرڙي عمر ۾ ڇوڪرا ڪسرت ڪندا آهن، خوب رانديون ڪندا آهن. انهيءَ ڪري قدرتي طور انهن کي ڪار ۾ سفر ڪندي، جلدي ننڊ اچي ويندي آهي. پروفيسر جڳتاگر جو پتا صاحب، جنهن کي اسين راءِ صاحب چوندا هئاسين ۽ حضور مهاراج جن ڪار جي پوئين سيٽ تي ويهندا هئا. اڳيان ڊرائيور جي پاسي واري سيٽ تي پاڻي شادي ويهندو هو. گرميءَ جا ڏينهن هئا، مون پوءِ جن ڪاڌو هو ۽ پوئين سيٽ تي حضور مهاراج جن ۽ راءِ صاحب جي وچ ۾ ويٺو هوس. جڏهن ڪار هلڻ شروع ٿي ته مون کي ننڊ اچڻ لڳي. مان پنهنجو مٿو حضور مهاراج جن جي ڪلهي تي رکي سمهي پيس ۽ مهاراج جن ڪجهه به نه چيو.

راءِ صاحب کي اها ڳالهه نهايت گستاخيءَ ۽ بي اَدبيءَ واري محسوس ٿي ۽ سوچڻ لڳو ته مون کي حضور مهاراج جن جي ڪلهي تي مٿو رکي سمهڻ جي جرئت ڪيئن ٿي؟ اُن وقت ته هُو ڪجهه چئي نه سگهيو، ڇو جو مهاراج جن سامهون هئا. پر جڏهن اسين سرسي پهتاسين ته راءِ صاحب مون کي پنهنجي ڪمري ۾ سڏائي چيو: ”تون حضور مهاراج جن سان گڏ سفر ڪرڻ جي لائق نه آهين.“ مون پڇيو ته مون کان ڪهڙو قصور ٿيو آهي؟ هن چيو: ”تو حضور جن جي ڪلهي تي مٿي رکڻ جي جرئت ڪيئن ڪئي؟ جيڪڏهن اڳتي تو کي مهاراج جن سان گڏ سفر ڪرڻو آهي ته سجاڳ رهڻو پوندءِ.“

**سوال :-** ڇا، اها ڳالهه صحيح آهي ته سردار بهادر جن ڪار ۾ اُن پاسي ڪڏهن ڪونه ويهندا هئا، جنهن پاسي حضور مهاراج جن ويهندا هئا؟

**ديوان صاحب :-** حضور مهاراج جن ڪار ۾ ساڄي پاسي ويهندا هئا. سردار بهادر جن ڪڏهن اُن طرف نه ويندا، هو هميشه کابي پاسي ويهندا هئا. مون پهرين ته ان ڳالهه ڏانهن ڌيان ڪونه ڏنو، پر جڏهن مان ۴-۵ دفعا ڏٺري آيس ته ڏٺم ته سردار بهادر جن سدائين ڪار ۾ کابي طرف ويهن ٿا. هڪ ڏينهن مون ڀائي شاديءَ کان، جيڪو پهرين مهاراج جن جو ۽ پوءِ سردار بهادر جن جو شخصي سيوادار هو، اهو پڇيو ته سردار بهادر جن هميشه ڪار ۾ کابي پاسي ڇو ٿا ويهن، ساڄي پاسي ڇونه ٿا ويهن؟ هن جواب ڏنو: ”حضور مهاراج جن ساڄي پاسي ويهندا هئا، تنهنڪري سردار بهادر جن اُن پاسي نه ويهندا آهن.“

جنهن ڪرسيءَ تي حضور مهاراج جن ويهندا هئا، اُن تي سردار بهادر جن ڪڏهن به نه ويندا. جيستائين ڪرسي خالي رهندي هئي، تڏهن به هو ڪرسيءَ جي ڀرسان فرش تي ويهندا هئا. هو فرمائيندا هئا: ”منهنجي سچي سرڪار هن ڪرسيءَ تي ويهندا هئا، مان انهيءَ تي ڪيئن ويهي سگهان.“

**ديو پرڪاش :-** هڪ دفعي سردار بهادر جن لڌيانا ۾ اسانجي گهر آيا ته اسان سندن ويهڻ لاءِ حضور وڏن مهاراج جن جي ڪرسي رکي ڇڏي. اها ڏاڍي خوبصورت ڪرسي هئي. اسين سڀ باقي ڪرسين جي سامهون ويناسين ۽ صرف اهائي ڪرسي خالي رهڻ ڏني، جيئن هو انهيءَ تي اچي ويهن. اسين سوچي رهيا هئاسين ته هو اُن ڪرسيءَ تي ويهندا يا نه، سردار بهادر جن ڪرسيءَ جي ويجهو آيا، اُن ڏانهن نهاريو ۽ چپ چاپ فرش تي ويهي رهيا. هن فرمايو: ”حضور مهاراج هن ڪرسيءَ تي ويهندا هئا.“

ڪي حڪم ڏيئي ويا آهن ته ڪوبہ ڏيرو ڇڏي ٻاهر نہ وڃي۔ مان ته اهو سوچي ڏيري آيو هوس تہ مهاراج جن هتي ئي هوندا. جيئن مونکي معلوم ٿيو ته حضور جن علاج لاءِ امرتسر ويا آهن ته مون وڃي سردار بهادر جن کي چيو: ”توهين ٻہ مون سان گڏ ڪار ۾ هلو تہ مهاراج جن جا درشن ڪري اچون۔ مان توهانکي ڪار ۾ ئي واپس ڇڏيندو وينديس.“ هنن فرمايو: ”نہ. مونکي ڏيرو ڇڏي وڃڻ جو حڪم ناهي، تنهنڪري مان هلي نہ سگهنديس.“ مون کانئن پڇيو ته لالا منشي رام، بابو گلاب سنگهہ، سردار ڪرپال سنگهہ ۽ باقي سڀ ڪٿي آهن؟ هنن جواب ڏنو: ”هتي تہ ڪير بہ ڪونهي۔ صرف مان ئي آهيان ۽ جيستائين حضور جن جو حڪم نہ ٿيندو، مان ڏيري کان ٻاهر نہ وينديس. مهاراج جن هتي رهڻ جو حڪم ڏنو آهي ۽ مان هتي ئي رهنديس.“

امرتسر پهچڻ تي مون حضور جن کي ٻڌايو تہ صرف سردار بهادر جن ئي ڏيري ۾ رهيل آهن. مهاراج جن جو گلو ڀرجي آيو ۽ فرمائون: ”صرف جگت سنگهہ ئي منهنجو حڪم مڃيو آهي.“ باقي سڀ تہ ڪنهن نہ ڪنهن بهاني امرتسر پهتل ئي هئا.

ٻئي ڏينهن حضور مهاراج جن مونکي سڏائي چيو: ”تون ڏيري وڃي جگت سنگهہ کي مون وٽ وٺي اچ ۽ پوءِ کيس واپس ڏيري ڇڏي اچ.“ مون عرض ڪيو ته جيسين حضور جن لکي نہ ڏيندا تيسين هو نہ ايندا. مهاراج جن لالا منشيرام کي سڏائي سردار بهادر جن ڏانهن چٺي لکائي: ”مان چاهيان ٿو تہ تون ڪجهه ڏينهن لاءِ هتي اچ. اهو ڏسي ته تون ڪيترو خوش ٿيندين. هي ڪار ڇڏي توهان ڏانهن موڪلي رهيو آهيان، تون هن سان ڪار ۾ هڏائين اچ ۽ پوءِ هو ڪار ۾ ئي توکي واپس ڏيري ڇڏي ايندو.“ مون ڏيري وڃي سردار بهادر جن کي چٺي ڏيکاري. هو مون سان گڏ امرتسر آيا ۽ شام جو مان کين واپس

آهي. سندن اهو اشارو ۽ آگيا سردار بهادر جن لاءِ ني هئا، جو هوءَ کين هميشه پنهنجي پٽر سمان ني سمجهندي هئي. سردار بهادر جن ڏاکڻ ڪٽي آيا ۽ بيل گاڏيءَ سان لڳائي مٿي چڙهيا. ڏاڏي جن جي چرنن ۾ مٿو ٽيڪيائون ۽ عرض ڪيائون: ”امان جي، مان حضور مهاراج جن جي حڪم عدولي نه ٿي ڪري سگهيس. هاڻي اچو ته توهانکي هيٺ لاهيان.“

سردار بهادر جن هميشه حضور مهاراج جن جي اِڇا ۽ آگيا جي پوريءَ طرح بجاوري ڪندا هئا.

جڏهن حضور مهاراج جن جي صحت ٺيڪ نه هئي ته پاڻ امرتسر رهي علاج ڪرائي رهيا هئا. ڏيري جو انتظام حضور جن ڪجهه مکيه ۽ معتبر ستسنگين کي سونپي رکيو هو. ڪنهنکي لنگر جي پربنڌ جي، ڪنهنکي ستسنگ ڪرڻ جي، ڪنهنکي پاڪستان مان آيل شرڻارٿين جي ديکه ڀال ڪرڻ جي ۽ ڪن کي ڏيري جي ٻين ڪمن ڪارين جي ذميواري ڏني ويئي هئي. سردار بهادر جن کي انهن سڀني جي ڪم ڪار جي نگهبانيءَ جي ذميواري سونپي ويئي هئي.

امرتسر وڃڻ وقت حضور مهاراج جن حڪم ڏنو هو ته هنن جن به شيوادارن کي ڏيري جي انتظام جو جيڪو به ڪم سونپيو آهي، تن مان ڪوبه کين ڏسڻ لاءِ امرتسر نه اچي ۽ سڀ پنهنجي پنهنجي ذميواري پوري ڏيانَ سان نباهين. پر جڏهن مان سرسي کان ڏيري آيس ته مونکي سردار بهادر جن ڪانسواءِ ٻيو ڪوبه ذميوار ستسنگي ڏيري ۾ ڪونه ڏسڻ ۾ آيو. مون سردار بهادر جن کان پڇيو ته باقي سڀ ماڻهو ڪٿي آهن؟ هنن جواب ڏنو ته ڪنهن نه ڪنهن بهاني سان سڀ حضور مهاراج جن وٽ امرتسر هليا ويا آهن، ڪو سندن صلاح وٺڻ لاءِ ۽ ڪو کين ڪا شيءِ ڏيڻ لاءِ. صرف سردار بهادر جن ٿي پنهنجو فرض پوريءَ طرح پالي رهيا هئا. مونکي اها خبر نه هئي ته ڪو حضور مهاراج جن سڀني مکيه شيوادارن

”ها! مونکي ٻه حضور مهاراج جن فرمايو هو ته هوءَ رضائيءَ اٿينديءِ، ٻر ٽون آها نه رلي.“

**سوال:-** سردار بهادر جن، حضور وڏن مهاراج جن جي حڪم جو پوريءَ طرح پالن ڪندا هئا. هڪ دفعي جڏهن وڏن مهاراج جن جي موٽرڪار جو انتظام سندن سپرد ڪيو ۽ خود مهاراج جن جي ڏرمپتمي اسٽيشن ڪان ڏٻري اچي هئي .......

**مهاراج جي:-** ها. حضور مهاراج جن جي ٻاهر وڃڻ لي ڏٻري جو انتظام سردار بهادر جن جي سپرد هوندو هو. هڪ دفعي حضور مهاراج جن حڪم ڏنو ته ڪار جو غلط استعمال ڪيو ٿو وڃي، تنهنڪري اسٽيشن تان ماڻهن کي وٺي اچڻ لاءِ ڪار ڪم ۾ نه آندي وڃي. انهيءَ ڪري جڏهن مهاراج جن جي پتني، منهنجي ڏاڏي ريل گاڏيءَ ۾ اچي رهي هئي ۽ انهي سوچيا ته ملي چڪي هئي، تڏهن ٻه ڪين وٺي اچڻ لاءِ ڏٻري مان ڪار ڪانه موڪلي وئي.

انهن ڏينهن ۾ اسين بياس ريلوي ڏيهو تان ڪالين جو پوڙو اٿيندا هئاسين. اڄ تائين ٻه آتان ٿي اٿيندا آهيون، ٻر هاڻي ٽرڪن تي اٿيندا آهيون ۽ انهن ڏينهن ۾ بيل گاڏين تي اٿيندا هئاسين ۽ انهنکي ڪافي اوچائي تائين ٻرڻو پوندو هو. جڏهن منهنجي ڏاڏيءَ کي ڏٻري وڃڻ لاءِ ڪا سواري نه ملي ته گاڏيءَ واري کين ڪالين جي پوڙي سان ٻرپل گاڏيءَ جي مٿان وهاريو ۽ ڏٻري وٺي ويو.

جڏهن هوءَ ڏٻري پهتي ته هڪ عجيب نظارو ڏسڻ ۾ اچي رهيو هو. هوءَ ڏٻري ۾ گاڏيءَ تي ويٺل اچي ته رهي ٻر هيٺ لهڻ کان انڪار ڪيائين ۽ چيائين ته منهنجي پٽ کي چئو ته خود اچي مونکي هيٺ لاهي، ڇاڪاڻ ته هن مونکي اسٽيشن تان ڏٻري آڻڻ لاءِ ڪا سواري نه موڪلي.

اندر آيا آهيو، تيئن هڪ هڪ ڪري ٻاهر هليا ويو ۽ قطارون لاهي اندر اچو." ڪجهه منٽن ۾ ني هال خالي ٿي ويو ۽ سڀ جگياسو باقاعدي قطارون لاهي ٻاهر ويهي ويا. اُن کان پوءِ سردار بهادر جن ٻنا ڪنهن پريشانيءَ جي شانتيءَ سان اُنهن جي جواب شروع ڪيئي.

**مهاراج جي:-** سردار بهادر جن نهايت ڪلمک هئا ۽ هر حالت ۾ پنهنجي خوش مزاجي ٻٽائي رکندا هئا. هو صبوح جو ليرن تي ڳانءِ جو کير پيئندا هئا، جو ته مينهن جو کير گهاٽو ۽ ڀاري ٿيندو آهي. هڪ ڏينهن ڳانءِ جي کير اچڻ ۾ دير ٿي وئي. سندن شيواڌار منوهر مينهن جي کير ۾ ٿورو پاڻي ملائي ڇڏيو، جيئن اهو ڳانءِ جو کير لڳي. جڏهن اهو کير سردار بهادر جن کي پيش ڪيو ويو ته هُن پڇيو: "منوهرا ڇا هيءَ کير ڳانءِ جو آهي؟" منوهر نهايت وشواس پوري نوع ۾ جواب ڏنو: "ها مهاراج جي، ڳانءِ جو ئي آهي." سردار بهادر جن چپ چاپ کير پي ويا ۽ مشڪندي تمام ڌيمي آواز ۾ مونکي اهو چوندا هليا: "اجا بہ هيءَ ماڻهو مونکي جاڻي جاڻهار چوندا آهن."

**سوال:-** مهاراج جي، مون ٻڌو آهي تہ سردار بهادر مهاراج جن ڪنهن کان بہ ڪا شيءِ وٺڻ قبول نہ ڪندا هئا.

**مهاراج جي:-** ها، اها ڳالهه صحيح آهي. هڪ دفعي هڪ مائي سندن لاءِ رضائي ٺاهي ڪٺي آئي، هن اها رضائي خاص سردار بهادر جن لاءِ لاهي هئي. هن چالاڪيءَ سان چيو: "مونکي حضور مهاراج جن درشن ڏيئي فرمايو آهي تہ سردار بهادر جن جي رضائي پراڻي ٿي وئي آهي تون کين لئين رضائي لاهي ڏيئي اچ. انهيءَ ڪري توهين هن رضائي وٺڻ کان انڪار نٿا ڪري سگهو." سردار بهادر جن خاموشيءَ سان سندس ڳالهه ٻڌندا رهيا ۽ آخر فرمايائون:

**مهاراج جي:-** هو فرمائيندا هئا تہ اهڙن شرارتي ڇوڪرن ۾ زندگيءَ جو اُتساهہ هوندو آهي ۽ هو سچا هوندا آهن، ڪڏهن بہ ڪوڙ نہ ڳالهائيندا آهن.

سردار بهادر جن جو دان ڏيڻ جو بہ پنهنجو ئي، نرالو ڍنگ هو. هو ودياٿين جي سالن ڇاڻڻ بنا ئي سندن تعليم جو خرچ ڪندا هئا. هڪ پنهنجي پرم مترِ پنڊت لعلچند کي چٺي لکيو هو: "هي پيسا آهن. انهن مان هيترا منهنجي ڀاءَ کي موڪلي ڏجو، هيترا گهر خرچ لاءِ رکجو ۽ باقي پيسا غريب ودياٿين جي پڙهائيءَ تي خرچ ڪجو. ڪهڙن ودياٿين کي مدد ڪرڻي آهي، ان جو فيصلو توهين پاڻ ڪجو ۽ ودياٿين کي پتو پوڻ نہ ڏجو تہ سندن خرچ مان ڪري رهيو آهيان." هنن ڪيترن ئي غريب ودياٿين جي تعليم جو خرچ پاڻ تي کنيو، پر ڪين انهن خبر پوڻ بہ نہ ڏني تہ سندن مدد ڪير ڪري رهيو آهي. هو چوندا هئا: "انهنکي ٻڌائڻ جي ڪابہ ضرورت ناهي. مان تہ صرف چاهيان ٿو تہ هو پنهنجي تعليم پوري ڪري وٺن."

**ديو پرڪاش:-** سردار بهادر مهاراج جن بلڪل شانت سڀاءَ، صاف ويچار وارا ۽ ضابطي (Discipline) جا پابند هئا. هڪ دفعي نام دان جي جوڙ وقت، ڪيترا ئي نام دان جا ابلاشي ستسنگ گهر ۾ اندر وڃڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳا. انهيءَ تان انهن ماڻهن ۽ شيوادارن جي وچ ۾ ڇڪتاڻ ٿيڻ لڳي. سردار بهادر جن هڪدم شيوادارن کي چيو تہ سڀني کي اندر وڃڻ ڏيو. شيوادار تعجب مان هڪ طرف ٿي بيٺا، پر حيران ٿي رهيا هئا تہ اهڙيءَ طرح چونڊ ڪيئن ٿيندي، ڇاڪاڻ تہ پورو هال ڀرجي چڪو هو.

جڏهن سڀ جگياسو اندر اچي ويا تہ سردار بهادر جن پنهنجي پياري شانت آواز ۾ سڀني کي وهڻ لاءِ چيو. جڏهن سڀ ويهي ويا تہ سردار بهادر جن فرمايو: "جيئن توهين

عام طور سردار بهادر جن جا مهمان ڪين گهر ۾ نه، پر ڪاليج ۾ ئي وچي ملندا هئا، ڇاڪاڻ ته صبوح جو جڏهن پاڻ ڪاليج ويندا هئا ته اُن وقت مهمان سهيل هوندا هئا ۽ جڏهن ڪاليج کان واپس ايندا هئا ته مهمان شهر ۾ هوندا هئا. اهڙي طرح ڪين پنهنجي مهمانن سان گڏجڻ جو موقعو گهٽ ئي ملندو هو.

جڏهن اهو گهرو واقفڪار هڪ ڏينهن ڪين ڪاليج ۾ گڏيو ته سردار بهادر جن کيس چيو: ”توکي هتي منهنجي گهر ۾ ئي رهڻ گهرجي.“ اُن ماڻهوءَ جواب ڏنو: ”مان ته هڪ مهني کان توهانجي گهر ۾ ئي رهيل آهيان.“

پروفيسر پري:- اُن شخص هڪ دفعي مونکي ٻڌايو هو ته ڪاليج ۾ سردار بهادر جن جو وديارٿين کي ڏاڍو سهارو هوندو هو. اهو خود ڪافي شرارتي وديارٿي هو. هن مونکي ٻڌايو ته جڏهن به هوُ ڪا شرارت ڪندو هو ته اُن وقت ئي سردار بهادر جن وٽ وڃي سچي سچي ڳالهه ٻڌائي ايندو هو، ڇاڪاڻ ته کيس خبر هئي ته سردار بهادر جن ڪڏهن طرفداري يا پاسخاطري نه ڪندا.

هن هڪ واقعو ٻڌايو هو ته هڪ دفعي هن پنهنجي ڊيمانسٽريٽر (Demonstrator) جي نئين سوُٽ تي مس ڇڙڪائي هئي. هن وڃي سردار بهادر جن کي شڪايت ڪئي ۽ ڪين چيائين: ”توهان هنکي بگاڙي ڇڏيو آهي ۽ ڏسو ته هن ڇا ڪيو آهي!“ سردار بهادر جن هنکي سڏائي کانئس پڇيو: ”سچ پچ ٻڌاءِ ڳالهه ڇا آهي؟“ هن جواب ڏنو: ”مونکي هن جو سوُٽ اهڙو ته صاف ستھرو لڳو، جو مان اُن تي مس هارڻ جي من موُج کي روڪي نه سگهيس. توهين جيڪا به سزا ڏيندا، مونکي منظور آهي.“ نيٺ سردار بهادر جن اُن ڇوڪري کان معافي وٺرائي، ٻنهي ۾ ميل ميلاپ ڪرايو.

پيمر اُن وقت گهر ۾ هيون ۽ شادي ڪيل ڀينچي ساهرن ۾ ويل هيون. تنهن ڪري هنن فرمايو: ”هاڻي ته هتي ٻه ٽي آهن، اُنهن ٻنهي جا نالا ٻڌاءِ.“ مون کين اُنهجا نالا ٻڌايا. اُن کانپوءِ سردار بهادر جن منهنجي ڀيڻن کي سندن نالا وٺي سڏيندا رهيا. ڪيترا دفعا هو اُنهن ني سندن نالا وٺي اُنهن سان ڳالهائيندا هئا، جيئن کين سندن نالا ياد رهن. سردار بهادر جن جو اهڙو سرل سڀاءُ مونکي ڪافي وڻندو هو.

سردار بهادر جن بلڪل گهٽ ڳالهائيندا هئا ۽ ٻيا ڪنهن خاص سبب جي ڪنهن ۾ به دلچسپي نه وٺندا هئا. کين نه ته پنهنجي گهر ڪٽنب جي ڳالهين جي چنتا هوندي هئي ۽ نه روپين پيسن يا ملڪيت جي. هو پنهنجي من کي ڪڏهن به انهن پدارٿن ڏانهن وڃڻ ڪونه ڏيندا هئا.

جڏهن اسان سردار بهادر جن کي گرو گدي ڪانه ملي هئي، تڏهن جي هڪ ڳالهه آهي. سندن هڪ ويجهو واقفڪار لائلپور ۾ سندن گهر رهيل هو. سردار بهادر جن ڪاليج مان سڌو پنهنجي ڪمري ۾ ۽ ڪمري مان سڌو ڪاليج هليا ويندا هئا. سندن مڪان ۾ ۴-۵ ڪمرا هئا، پر هو سڀني ڪمرن ۾ به نه ويندا هئا. جيڪڏهن ڪبر سندن گهر اچي رهندو هو ته کين اُنجو پتو به نه پوندو هو، جاڪاڻ ته هنن نوڪر کي هدايت ڪري ڇڏي هئي ته جيڪو به گهر ۾ اچي رهي، اُن جي پوري سار سنڀال ڪئي وڃي. گهر ۾ ڪنهن کي به سندن سان ملڻ جو موقعو نه ملندو هو، جاڪاڻ ته هو گهر اچڻ شرط ڪمري جو دروازو اندران بند ڪري ڇڏيندا هئا ۽ رضائي ڪڍي يا ته پڙهڻ ۾ يا ته پڙهڻ ۾ وهندا هئا. اڪثر هو پڙهڻ ڪرڻ ني پسند ڪندا هئا. هو ڪمرو ڪوليندي سڌو ڪاليج هليا ويندا هئا. سندن ڪمري بند ڪرڻ مقرر وقت هوندو هو.

عام طور سردار بهادر جن جا مهمان ڪين گهر ۾ نه، پر
ڪاليج ۾ ئي وڃي ملندا هئا، ڇاڪاڻ ته صبوح جو جڏهن
پاڻ ڪاليج ويندا هئا ته اُن وقت مهمان سمهيل هوندا هئا ۽
جڏهن ڪاليج کان واپس ايندا هئا ته مهمان شهر ۾ هوندا هئا.
اهڙي طرح ڪين پنهنجي مهمانن سان گڏجڻ جو موقعو گهٽ
ئي ملندو هو.

جڏهن اهو گهرو واقفڪار هڪ ڏينهن ڪين ڪاليج ۾ گڏيو
ته سردار بهادر جن کيس چيو: ”توکي هتي منهنجي گهر ۾
ئي رهڻ گهرجي.“ اُن ماڻهوءَ جواب ڏنو: ”مان ته هڪ
مهني کان توهانجي گهر ۾ ئي رهيل آهيان.“

**پروفيسر پري:-** اُن شخص هڪ دفعي مونکي ٻڌايو
هو ته ڪاليج ۾ سردار بهادر جن جو وديارٿين کي ڏاڍو
سهارو هوندو هو. اهو خود ڪافي شرارتي وديارٿي هو.
هن مونکي ٻڌايو ته جڏهن به هوُ ڪا شرارت ڪندو هو ته
اُن وقت ئي سردار بهادر جن وٽ وڃي سچي سچي ڳالهه
ٻڌائي ايندو هو، ڇاڪاڻ ته کيس خبر هئي ته سردار بهادر جن
ڪڏهن طرفداري يا پاسخاطري نه ڪندا.

هن هڪ واقعو ٻڌايو هو ته هڪ دفعي هن پنهنجي
ڊمانسٽريٽر (Demonstrator) جي نئين سوُٽ تي مس ڇڙڪائي
هئي. هن وڃي سردار بهادر جن کي شڪايت ڪئي ۽ کين
چيائين: ”توهان هنکي بگاڙي ڇڏيو آهي ۽ ڏسو ته هن ڇا
ڪيو آهي!“ سردار بهادر جن هنکي سڏائي کانئس پڇيو:
”سچ پچ ٻڌاءِ ڳالهه ڇا آهي؟“ هن جواب ڏنو: ”مونکي
هن جو سوُٽ اهڙو ته صاف سٿرو لڳو، جو مان اُن تي مس
ارڻ جي من مَوج کي روڪي نه سگهيس. توهين جيڪا به
زا ڏيندا، مونکي منظور آهي.“ نيٺ سردار بهادر جن اُن
ڪري کان معافي وٺرائي، ٻنهي ۾ ميل ميلاپ ڪرايو.

پيءُ اُن وقت گهر ۾ هيون ۽ شادي ڪيل پنهنجي ساهرن ۾ وڃل هيون. تنهن ڪري هن فرمايو: ”هاڻي ته هتي ٻه ئي آهن، اُنهن ٻنهي جا نالا ٻڌاءِ.“ مون ڪين اُنهنجا نالا ٻڌايا. اُن کانپوءِ سردار بهادر جن منهنجي پيءُ کي سندن نالا وٺي سڏيندا رهيا. ڪيترا ڏهاڙا هو اُنهن ئي سندن نالا وٺي اُنهن سان ڳالهائيندا هئا، جيئن ڪين سندن نالا ياد رهن. سردار بهادر جن جو اهڙو سول سڀاءُ مونکي ڪاني وڻندو هو.

سردار بهادر جن بلڪل گهٽ ڳالهائيندا هئا ۽ بنا ڪنهن خاص سبب جي ڪنهن ۾ به دلچسپي نه وٺندا هئا. ڪين نه ته پنهنجي گهر ڪٽنب جي ڳالهين جي چنتا هوندي هئي ۽ نه روپين پيسن يا ملڪيت جي. هو پنهنجي من کي ڪڏهن به اُنهن پدارٿن ڏانهن وڃڻ ڪونه ڏيندا هئا.

جڏهن اچا سردار بهادر جن کي گورگدي ڪانه ملي هئي، تڏهن جي هڪ ڳالهه آهي. سندن هڪ ويجهو رشتيدار لائلپور ۾ سندن گهر رهيل هو. سردار بهادر جن ڪاليج مان سڌو پنهنجي ڪمري ۾ ۽ ڪمري مان سڌو ڪاليج هليا ويندا هئا. سندن مڪان ۾ ۴ - ۵ ڪمرا هئا، پر هو سڀني ڪمرن ۾ نه ويندا هئا. جيڪڏهن ڪير سندن گهر اچي رهندو هو ته ڪين اُنجو پتو به نه پوندو هو، ڇاڪاڻ ته هن نوڪر کي هدايت ڪري ڇڏي هئي ته جيڪو به گهر ۾ اچي رهي، اُن جي پوري سار سنڀال ڪئي وڃي. گهر ۾ ڪنهن کي به سندن سان ملڻ جو موقعو نه ملندو هو، ڇاڪاڻ ته هو گهر اچڻ شرط ڪمري جو دروازو اندران بند ڪري ڇڏيندا هئا ۽ رضائي ڪڍي يا ته پڙهڻ ۾ يا ته پڇڻ ۾ رهندا هئا. اڪثر هو پڇڻ ڪرڻ ئي پسند ڪندا هئا. هو ڪمرو کوليندي ئي سڌو ڪاليج هليا ويندا هئا. سندن ڪمري بند ڪرڻ کولڻ جو مقرر وقت هوندو هو.

ويس. هنن مون کان پڇيو: "توکي گهڻيون پٽر آهن؟"
منهنجون پٽر روز کين مٿو ٽيڪڻ لاءِ اينديون هيون. سردار
بهادر جن انهن سان مٺڪندي ملندا هئا، پر کين انهن جا نالا
ياد نه هئا. اسان جي ڪٽنبين جا نالا ياد نه هجڻ، ڪنهن سنو نه
لڳندو هو. هو سندن نالا وٺي کين پيار سان سڏڻ چاهيندا
هئا، الهيءَ ڪري مون کان پڇيائون: "تنهنجون ڪيتريون
پٽر آهن؟" مون جواب ڏنو: "مهاراج جي، چار آهن."
وري پڇيائون: "انهن جا نالا ڪهڙا آهن؟" مون کين سندن
نالا ٻڌايا ۽ هنن ياد ڪرڻ جي خيال کان سندن نالا ٣-۴ دفعا
دهرايا. وري پڇيائون: "انهن مان پرڻيل ڪيتريون آهن ۽
ڪنواريون ڪيتريون؟" مون کين ٻڌايو ته انهن مان صرف
ان جي شادي ٿي چڪي آهي ۽ باقي ان جي ٿيڻي آهي.
الهيءَ تي هنن فرمايو: "ٺيڪ آهي، جڏهن سڀاڻي صبوح
جو هوءَ مون سان ملڻ اچن ته تون منهنجي پاسي ۾ بيهو رهج."
جڏهن اهي ڏينهن اسان جي گهر جا ڀاتي هڪ هڪ ٿي اچڻ
لڳا ته سردار بهادر جن مونکي چيو: "ڌيري ڌيري سندن
نالا ٻڌائيندو وڃ."

مان سمجهندو الهيءَ ڳالهه جو الله ولي رهبر هوس،
ڇاڪاڻ ته نه صرف منهنجون پٽر، پر گهر جو هر جيو انهن
سوچيندو هو ته سردار بهادر جن ڪنهن تي سڀ کان وڌيڪ
پيار ڪندا آهن. الهيءَ ڪري مان کين ٻڌائيندو ويس ته
هن جو هيءُ نالو آهي ۽ هن جو هوءُ نالو آهي. ڪجهه وقت
کين اهي نالا ياد به رهيا.

پر جڏهن سردار بهادر جن سرسي آيا ته هوءَ وري سندن
نالا ڀلجي چڪا هئا. تنهن ڪري مونکي سڏائي پڇيائون:
"مونکي ياد آهي ته توکي چار پٽر آهن ۽ اهو به ياد آهي
ته انهن مان ٻه پرڻيل آهن ۽ ٻه ڪنواريون. پر شادي ڪيلن
جا نالا جا آهن ۽ ڪنوارين جا جا آهن؟ منهنجون ڪنواريون.

ويا. اسانجي ٻار جي اهائي سچائي آهي." سردار بهادر جن پنهنجي ڳالهه ڪليءَ طرح ٻنا ڪنهن لحاظ جي چئي ڏيندا هئا.

هڪ ڏينهن هڪ ستسنگيءَ سندن وٽ اچي چيو: "مان پنهنجي پٽ جي تعليم ۽ روزگار جي باري ۾ توهانجي راءِ وٺڻ چاهيان ٿو." اُن وقت سردار بهادر جن اچا ستگرو ڪوله ٿيا هئا. جڏهن هوءَ لائلپور کان ڏيري ايندا هئا ته مان اڪثر ساڻن ملڻ ويندو هوس. هو حضور مهاراج جن جي ڪمري ۾ جتي ٻه جڳهه هونديون هيون، اُتي چپ چاپ ويهي رهندا هئا. هو ڳالهائيندا تمام گهٽ هئا. جيستائين ضروري نه هوندو هو، ڪونه ڳالهائيندا هئا. جڏهن سندن لاءِ جواب ڏيڻ ضروري هوندو هو، تڏهن ئي ڳالهائيندا هئا. اُن شخص پنهنجي پٽ بابت ڪيئي سب مسئلا ٻڌايا ۽ آخر ۾ چيائين: "مون انهيءَ باري ۾ حضور وڏن مهاراج جن کان به صلاح ورتي آهي."

سردار بهادر جن فرمايو: "توهان حضور مهاراج جن جي صلاح وٺڻ بعد مون کان صلاح وٺڻ جي همت ڪيئن ڪئي؟ ڇا، مان کانئن بهتر راءِ ڏيئي سگهان ٿو؟ جيڪڏهن توهين حضور جن تي ڀروسو نه ڪري سگهيا ته مون تي ڪيئن ڀروسو ڪندا؟" اِئين چئي هو خاموش ٿي ويا. سندن آهڙو ئي سڀاءُ هو.

سردار بهادر جن جا اسان جي پرواز سان بلڪل ويجهو سنبند هئا. هو اسان سان گڏ ئي رهندا هئا ۽ اسان سان گڏ ئي ڀوجن ڪائيندا هئا. هو بالڪل ڪان ئي اسان سڀني کي سڃاڻندا هئا، ڇاڪاڻ ته سندن منهنجي پيءُ سان گهري دوستي هئي. ۽ گرو گديءَ تي اچڻ بعد به انهن کي اهو معلوم نه هو ته اسين ڪيترا پالر پنهنجي آهيون. دليوي ڳالهين ۾ سندن دلچسپي بلڪل گهٽ هئي.

سندن گرو گديءَ تي اچڻ کان هڪ سال پوءِ جي ڳالهه آهي. مان هڪ ڏينهن سرسي کان آيس ۽ ڪمن مٿو نيڪڻ

آهي ته ڪوبه شخص ٤٥ منٽن کان وڌيڪ تائين، ڪنهن به ڳالهه کي ڌيان سان ٻڌي نٿو سگهي. بلڪل ٤٥ منٽن ۾ ته جيڪا ڳالهه جٽي وڃي ٿي، اُن تي پوري ايڪاگرتا سان ڌيان ڏيڻ مشڪل آهي. جڏهن سنگت جو ڌيان نه هجي ته پوءِ ڪنهن به ڳالهه چوڻ جو فائدو ئي ڪهڙو؟ ڪيترا وديارٿي ٤٥ منٽن لاءِ به ڪلاس ۾ ويهي ليڪچر ٻڌي نه سگهندا هئا ۽ ٻاهر نڪري ويندا هئا. مان چاهيان ٿو ته سنگت منهنجي ڳالهه کي ڌيان سان ٻڌي. جيسين هوُ ڌيان سان ٻڌندا رهندا، تيسين مان ڳالهائيندو رهندس، نه ته بيءَ حالت ۾ ڪهڙي ضرورت آهي؟ ستسنگ ڪا رسم ته آهي ڪونه."

مون چيو: "پر توهانجو ستسنگ ٻڌڻ ڪير ٿو اچي؟ اسين ته درشن ڪرڻ لاءِ ايندا آهيون. مولڪي ته ايترو به ڌيان نه رهندو آهي ته توهين ڇا فرمائي رهيا آهيو."

اهو ٻڌي سردار بهادر جن مشڪي ڏنو ۽ هليا ويا. توهان کي معلوم هوندو ته سندن "وشيءِ" وڪيان هو ۽ سندن سڄو طور طريقو وڪيالت هو. هوُ پنهنجي ڳالهه مختصر لفظن ۾ ئي چٽي ڏيندا هئا ۽ اُن ۾ ئي پنهنجو مطلب سمجهائي ڇڏيندا هئا. هو ٿوري ۾ ئي دليل پوري ڳالهه ڪندا هئا ۽ اُن کي وري وري دهرائيندا نه هئا.

هوُ ڪي به کهاڻيون يا ساکيون نه ٻڌائيندا هئا. سندن هر ڳالهه وزندار هوندي هئي ۽ جيڪي ڪجهه به هو چوڻ چاهيندا هئا، اهو بنا ڪنهن لحاظ جي، صاف صاف چٽي ڏيندا هئا.

هڪ ڏينهن مان سندن سان گڏ بينو هوس ته هڪ ستسنگي اچي چوڻ لڳو: "منهنجي سرت گوڏن تائين ته سميٽجي ٿي پر مولڪي اندر ڪجهه نه ڏسڻ ۾ ٿو اچي." سردار بهادر جن کيس جواب ڏنو: "اکيون گوڏن ۾ لڳل ڪونه آهن." پوءِ پنهنجي اکين جي وچ تي هٿ رکي فرمايائون: "توهانکي

منهنجي ڏيءَ کي چاڪ چڱو ڀلو ڪر. مان اسڏي آهيان،
پنهنجي زندگيءَ جا ڏينهن گذاري چڪي آهيان ۽ مرڻ لاءِ
تيار آهيان. انهيءَ ڪري ڏيءَ جي بدران ڀلي منهنجي جان
وٺ."

اجا اها ماڻي مالڪ اڳيان اها ارداس ڪري ئي رهي
هئي ته سندس گهر ۾ هڪ مينهن گهڙي آئي. توهان هندستاني
مينهون ڏٺيون هونديون ته ڪيئن گهٽين ۾ گهمنديون رهنديون
آهن. گرميءَ جي رات هئي. بيمار ڇوڪري اندر ڪوٺيءَ
۾ سمهي پيئي هئي ۽ ماءُ ٻاهر دالان ۾ هئي. هڪ ديگڙي ۾
ڪجهه ڇٽا پيا هئا. مينهون ڇٽا نهايت پسند ڪنديون آهن،
سو مينهن ڇٽا کائڻ لاءِ پنهنجو منهن ديگڙي ۾ وڌو، پر انهيءَ
جا سڱ ديگڙي ۾ ڦاسي پيا. ديگڙي جي پٺ ڪاري هئي.
جڏهن اونداهي رات ۾ مينهن ديگڙي سميت پنهنجو سر مٿي
ڪيو ته ٻڍيءَ کي مينهن جو منهن ڏسڻ ۾ نه آيو. ان کي
صرف ديگڙي جي ڪاري پٺ نظر آئي. مينهن گهبرائجي
هيڏانهن هوڏانهن گهمڻ شروع ڪيو ته ٻڍيءَ سوچيو ته هيءَ
ته جمدوت آهي. انهيءَ ڪري يڪدم ڪوٺڙيءَ ڏانهن اشارو
ڪري چيائين: "ڇوڪري ته هن ڪوٺڙيءَ ۾ سمهي پيئي آهي،
مان ته ٻڍي آهيان." ان وقت هوءَ مالڪ کي پنهنجي تازو
ڪيل پرارٿنا، ته ڇوڪريءَ بدران منهنجي جان وٺ بلڪل
ڀلجي ويئي. مهاراج جن فرمائيندا هئا: "اسانجي سنساري
رشتن جي به اهائي اصليت آهي. چوڻ لاءِ ته اسين ڏهڻو ئي
ڪجهه ڇڏي ويندا آهيون، پر ان چوڻ ۾ ڪا سچائي ڪانه
هوندي آهي."

سردار بهادر مهاراج جن جو طريقو انهيءَ کان بلڪل نرالو
هو. هو صرف ٤٥ منٽن لاءِ ستسنگ ڪندا هئا. هڪ ڏينهن
مون کين چيو: "توهانجو ستسنگ تمام ننڍو ٿئي ٿو." جواب
ڏنائون: "مان سڄي عمر پروفيسر رهيو آهيان. مون کي خبر

حضور جن مشڪندي فرمايو: ”منهنجا ٻالڪ اچا انهيءَ حد تائين ڪونه پهتا آهن. هو منهنجون لنگون ڏندن سان نه، پر صرف هٿن سان ئي ڪني رهيا آهن.“ اسين ٻئي اُن وقت سندن چرنن ۾ ويٺي اها ڪهاڻي ٻڌي رهيا هئاسين.

مهاراج جن جو اهوئي طريقو هو. چاهي هو ستسنگ ڪندا هئا يا ڪو گهرو مسئلو حل ڪندا هئا، اهڙين ڪهاڻين جي دواران ئي سڀ ڪجهه سمجهائيندا هئا.

**ديو پرڪاش:-** حضور مهاراج جن هڪ دفعي اسانکي هڪ ننهن ۽ اُنهيءَ جي سس جي آکاڻي ٻڌائي هئي. هندستان ۾ عام طور ننهن پنهنجي سس کي ”اَمان“ يا ”ماتا جي“ ڪري سڏيندي آهي. هڪ سس جو پنهنجي ننهن سان ڏاڍو پيار هو. هوءَ چاهيندي هئي تہ ننهن کيس ”اَمان“ چئي پڪاري، پر ننهن هنکي ”اَمان“ يا ”ماتاجي“ نہ سڏيندي هئي. هڪ دفعي گرمين ۾ سس ۽ ننهن پنهنجي مڪان جي ڇت تي سمهيل هيون. گهر ۾ چور آيا ۽ ننهن تائين پهچي هن جي ٻانهن مان سون جون چوڙيون لاهڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳا. ننهن جاڳي پيئي ۽ گهٻراهٽ وچان بي اختيار چئي اٿي: ”اَمان! اَمان! مونکي بچايو، چور آيا آهن.“ سس، سندس ڪان لوور ئي پري سمهيل هئي، ننهن جو آواز ٻڌي جاڳي پيئي ۽ چورن کي چيائين: ”آيا، جيڪي توهين چاهيو، سو کڻي وڃو. اڄ مان خوش آهيان، جو منهنجي ننهن مونکي ”اَمان“ چئي پڪاريو آهي.“

**مهاراج جي:-** هڪ ٻي ننڍي دلچسپ ڪهاڻي بہ حضور مهاراج جن ٻڌائيندا هئا. هڪ ڇوڪري ڪافي بيمار هئي. هن جي ماءُ روز پيڪران کي پرارٿنا ڪندي هئي تہ ”هي مالڪا دَيا ڪر، جيئن منهنجي ڌيءَ ٺيڪ ٿئي.“ روز هڪ ڏينهن هن پرارٿنا ڪئي: ”هي پريوا منهنجي ڌيءَ جا ، بدلي منهنجي جان وٺ، پر ڪرپا ڪري

هئا ته اسين سندن ننگن کي زور ڏيندا هئاسين. هڪ دفعي مان سندن هڪ ننگ کي دٻائي رهيو هوس ۽ منهنجو ڀاءُ سعدن ٻيءَ ننگ کي دٻائي رهيو هو. اسان ٻنهي هڪ هڪ ننگ ورهائي ڇڏي هئي. منهنجو ڀاءُ ننڍي هوندي کجهه وڌيڪ چنچل هو. هو پنهنجي مقرر ننگ کي زورن ڏيڻ جو ڪم پورو ڪري، منهنجي ذمي واريءَ ننگ کي زور ڏيڻ لڳو. ڪيترا دفعا مون سندس ٻانهن پڪڙي، منهنجي حصي ۾ آيل ننگ کي زور ڏيڻ کان کيس منع ڪئي. تڏهن به هو پنهنجي حرڪت کان باز نه آيو. انهيءَ طرح منع ڪندي، ڪيترا دفعا اسانجي هڪ ٻئي سان هٿا ٻائي ٿيندي هئي ۽ اسانجا هٿ وڙهندي مهاراج جن جي ننگن کي به وڃي لڳندا هئا. حضور جن مانت ميٺ ۾ سڀ ڪجهه ڏسندا رهيا. هو سردار پڳت سنگهه ۽ ڪجهه ٻين ماڻهن سان ڏيري جي زمين جي باري ۾ ڳالهه ٻولهه ڪري رهيا هئا. اها گرميءَ جي موسم جي ڳالهه آهي، مهاراج جن مٿي چوباري ۾ ليٽيل هئا. جڏهن مهاراج جن پنهنجي ننگن تي اسانجا حملا وڌندا ڏٺا ته اٿي ڪرسيءَ تي ويهي رهيا ۽ ان وقت اتي موجود ۴-۵ ماڻهن کي هيءَ ڪهاڻي ٻڌائڻ شروع ڪيائون:

”هڪ سادوءَ جا ٻه چيلا هئا، ٻئي هنجي هڪ هڪ ننگ دٻائي رهيا هئا. پر انهن مان هڪڙو تمام شرارتي هو. اهو پنهنجي حصي جي ننگ کي زور ڏيندي، ٻيءَ ننگ کي به دٻائڻ جي ڪوشش ڪندو هو. ٻيو چيلو کيس ائين ڪرڻ کان روڪيندو هو. انهيءَ تان ٻئي پاڻ ۾ وڙهڻ لڳا. سو ٻئي، پنهنجي حصي واريءَ ننگ کي ڇڏي، ٻيءَ ننگ تي چوٽ ڪرڻ لڳا. پهرئين چيو: ”مان تنهنجي (حصي واري) ننگ کي ٽوڙي ڇڏيندس.“ ٻئي چيو: ”مان تنهنجي (حصي واري) ننگ کي ٽوڙي ڇڏيندس.“ نيٺ انهن سونٽيون کڻي سادوءَ جون ٻئي ٽنگون ٽوڙي ڇڏيون.“ ڪهاڻي پوري ڪري،

نيارو آهي، وڪيل جهڙو آهي، چاڪاڻ ته مان وڪيل رهيو آهيان. وڪيل پنهنجي ڳالهه دليل ڏيئي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. مان ڪافي حوالا ڏيئي سمجهائڻ پسند ڪندو آهيان. جهڙي طرح ڪورٽ ۾ ڪنهن ڳالهه کي ثابت ڪرڻ لاءِ هاءِ ڪورٽ يا سپريم ڪورٽ جا حوالا ڏنا ويندا آهن، اهڙي طرح سڀني جو پنهنجو پنهنجو الڳ طريقو ٿئي ٿو.

بائيبل پڙهڻ سان، توهان کي حضرت عيسيٰ جو طريقو ته ايران جي صوفي سنتن جهڙو ئي لڳندو، چاڪاڻ ته ايران ۽ عرب ديشن جي سڀيتا ساڳي آهي. اهڙيءَ ڪري حضرت عيسيٰ به ساکين ۽ دِرشٽانتن دوارا پنهنجي سکيا ڏيندا هئا. جڏهن به هو ماڻهن کي پنهنجي اُپديش جي ڪا ڳالهه سمجهائڻ چاهيندا هئا ته هو ڪنهن دِرشٽانت جي مدد وٺندا هئا، چاڪاڻ ته سدا سادا ماڻهو انهن ساکين ذريعي روحاني نُڪتن کي آسانيءَ سان سمجهي ويندا آهن ۽ انهن جي من تي انهن ڳالهين جو گهرو اثر پيو رهندو آهي. اهڙيءَ طرح هر سنت مهاتما جو وقت ۽ ماڻهن جي حالتن انوسار سکيا ڏيڻ جو پنهنجو پنهنجو نمونو هوندو آهي.

حضور مهاراج جن ته گهڻو جي پاڻن سان ڳالهه ٻولهه ڪندي ۽ انهن کي ڪا به ڳالهه سمجهائيندي ته انهن ڪري ليک آهي يا ليک ڪونهي، هڪ به ساکيون ٻڌائي سمجهائيندا هئا، جنهن اسانکي سندن ڳالهه پوري طرح سمجهه ۾ اچي وڃي ۽ محسوس ٿئي. سندن ڳالهه ڪرڻ ۽ سمجهائڻ جو طريقو سدائين خوش مزاجيءَ وارو، مرڪ ۽ پيار پريو هوندو هو.

مولکي پنهنجي ۽ پنهنجي ننڍي ڀاءُ سان تعلق رکندڙ هڪ ڳالهه ياد آهي. هندستان ۾ اهو عام رواج آهي ته جڏهن گهر جا بزرگ شام جو ٽڪل هوندا آهن ته ننڍا ٻار سندن لڱن کي زور ڏيندا آهن. اسين ٻئي ٻار به ڪاليج کان واپس اچي انهن ئي ڪندا هئاسين. جڏهن شام جو مهاراج جن ليٽندا

ڪجهه اِنهيءَ نموني جو ئي هوندو هو. هو پنهنجي ستسنگ ۾ ايراني شعرن ۽ سنتن جي ساکين ۽ ڪلام جا حوالا ڏيندا هئا ۽ خوبصورت روحاني رازن يا سچاين کي هميشه بلڪل آسان ۽ دلچسپ ڪهاڻين يا ساکين ذريعي ورڻن ڪندا هئا، جيئن اسين اُنهن رازن يا سچاين کي آسانيءَ سان سمجهي سگهون.

حضور جن جي ستسنگن پڙهڻ مان پتو پوندو ته هو عام طور پنهنجي ستسنگ ۾ ٢-٣ ڪهاڻيون ضرور ٻڌائيندا هئا. اهو چوڻ مشڪل آهي ته اُنهن ساکين جو انگريزي ترجمو اصلي روپ يا ڀاو ۾ ٺيڪ آهي يا نه. اسانکي ته اُهي ڪهاڻيون اکر به اکر برزبان ياد هونديون هيون. مون ڏيري ۾ اچڻ تي ٿورين اهڙين پستڪ ڇپايو هو، ڇاڪاڻ ته مونکي اهي سڀ ساکيون ياد هيون. مون حضور جن جي ستسنگن مان به اهي ساکيون ڪٺيون ڪرائي، اُنهن جو انگريزي ترجمو (Tales of Mystic East) ڇپايو، ڇاڪاڻ ته اُنهن ۾ ميان گهڻيون روحاني سچايون لڪل آهن.

دراصل اِهي ساکيون حضور وڏن مهاراج جن جي ستسنگ جو هڪ حصو يا انگ هيون. پنهنجي ڳالهه سمجهائڻ جو اهو سندن هڪ طريقو هو. هو اِهي ڪهاڻيون صرف ڪهاڻين ٻڌائڻ جي خيال کان ڪونه ٻڌائيندا هئا، پر اُنهن ڪهاڻين دوران هو گنڀير روحاني ڳالهيون سمجهائڻ جي ڪوشش ڪندا هئا. اهڙيءَ طرح ڏيري جي سنت مت ساهتيه ۾ ۽ اسان جي ستسنگن ۾ ڪيتريون ساکيون اچي ويون آهن، جيڪي حضور جن شايد فارسي صوفي ساهتيه تان ڪٺيون آهن يا شايد پاڻ ئي رچيون اَٿن. اِهي سڀ ساکيون اسان جي پستڪن ۾ آيل آهن.

عام طور مان پنهنجي ستسنگن ۾ ڪابه ڪهاڻي نه ٻڌائيندو آهيان. مان جنهن رفتار سان ستسنگ شروع ڪندو آهيان، اُهيءَ رفتار سان ئي ختم ڪندو آهيان، منهنجو طريقو بلڪل

۽ نرڪن جي سزا جو ذڪر ايندو آهي ته سڀئي سنگت سهمجي ويندي آهي ته ڪٿن به پنهنجي ڪرمن ڪارڻ ڪشت ڀوڳڻا پوندا. اهڙيون گنڀير ڳالهيون ٻڌي ڪوبه ڪلي ڪيئن سکندو؟ انهيءَ ڪري جڏهن حضور مهاراج جن ڏسندا هئا ته ماڻهو اداس ۽ گنڀير ٿي رهيا آهن ته انهن جي اداسي دور ڪرڻ لاءِ پنهنجي ڳالهه ڪنهن ڪلانيندڙ آکاڻي يا درشٽانت سان پوري ڪندا هئا يا ٻي ڪا اهڙي ڳالهه چوندا هئا، جو سنگت کل ۾ اچي ٽهڪندي هئي ۽ سنگت جي سڀئي اداسي دور ٿي ويندي هئي.

مهاراج جن کي جيڪي ڪجهه به چوڻو هوندو هو، اهو نهايت ئي ڀلائيءَ سان چوندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن هو نرڪن ۽ انهن ۾ ملندڙ سزائن بابت ڪافي ڊيڄاريندڙ ڳالهيون به ڪندا هئا. سنت مت جي اپديش کي صحيح سمجهائڻ ۾ هو ڪو به لحاظ نه ڪندا هئا، پر تڏهن به چاهيندا هئا ته ستسنگ جي پوري ٿيڻ تي سنگت خوش ۽ پرسن چت ٿي اٿي. هو چاهيندا هئا ته ستسنگ مان ماڻهو سهميل يا چنتا جي حالت ۾ نه وڃن ۽ انس ڪرڻ ۾ حضور جن سدائين سڦل به ٿيندا هئا. مونکي ڪڏهن به اهڙو ڪو شخص نظر نه آيو، جو سندن ستسنگ مان منهن سڄائي، چنتا ۾ ٻڏل حالت ۾ پنهنجي باري ۾ ڪجهه وڌ ڳالهائيندو اٿو هجي. اسين ستسنگ مان سدائين مشڪندا اٿندا هئاسين.

مهاراج جن ستسنگ ۾ ڪيترين ئي ساکين پڙهائيندا هئا. "[illegible] ساکيون" ڪتاب ۾ چونڊيل ساکيون مهاراج جن جون [illegible] آهن. هو فارسيءَ جا وڏا ودوان هئا ۽ پنهنجي [illegible] جي فقيرن ۽ سنتن جون ساکيون ۽ ٻاڻيءَ جا [illegible] فارسي ساهتيه پڙهڻ سان توهالڪي ڏسڻ ۾ [illegible] جا درويش درشٽانت ۽ ڪهاڻين ذريعي [illegible] هئا. حضور مهاراج جن جو ستسنگ به

جيئين ٻاجهه ٻولڻا ائہ جيوت مرڻا،
نانڪ حڪم پڇاڻي تہ خصمي ملڻا.“

(آد گرنٿ، ١٣٩)

ارٿات اُن حڪم، شبد يا نام کي اسين هنن (استول) اکين سان ڏسي نٿا سگهون، هنن ڪنن سان ٻڌي نٿا سگهون، نہ هنن هٿن سان اُنکي ڇهي ٿا سگهون، نہ هنن پيرن سان اُن تائين پهچي ٿا سگهون؛ نہ ئي هن زبان سان اُن بابت ڪجهہ ذڪر ڪري سگهون ٿا. اُنکي اسين صرف جيئري مري ارٿات پنهنجي سرت کي ٽون دوارن مان سميٽي اکين پٺيان ايڪاگر ڪري ئي پراپت ڪري ٿا سگهون. صرف اُن حڪم يا شبد سان جڙڻ تي ئي اسين اُن ڪل مالڪ، پرماتما سان ميلاپ ڪري ٿا سگهون. اها بلڪل صاف ڳالهہ آهي، جنهن جو مان عام طور ستسنگ ۾ ذڪر ڪندو آهيان.

حضرت عيسيٰ بہ فرمائين ٿا: ”اکين هوندي بہ توهين ڏسي نٿا سگهو، ڪنن هوندي بہ توهين ٻڌي نٿا سگهو“ (مارڪ ٨: ١٨). سو انهيءَ ڳالهہ جي پشٽيءَ ۾ مان ڪڏهن ڪڏهن حضرت عيسيٰ جي وچنن مان بہ حوالا ڏيندو آهيان.

**سوال:-** مهاراج جي، جهڙيءَ طرح اسان سان ڳالهيون ڪندي، توهين ڪڏهن ڪڏهن ٽهڪ ڏيئي کلندا آهيو، انهيءَ حالت ۾ جيڪڏهن حضور وڏا مهاراج جن توهانکي ڏسن ها تہ ڇا فرمائين ها؟

**مهاراج جي:-** انهيءَ حالت ۾ حضور جن بہ مون سان گڏجي خوب کلن ها. ڪير بہ حضور جن جي خوش مزاجيءَ جي برابري نٿو ڪري سگهي. سندن کل نهايت نرالي ۽ انوکي هئي. جڏهن حضور جن ڏسندا هئا تہ ستسنگ جو مضمون گمڀير ٿي ويو آهي تہ هو ڪا نہ ڪا کلائيندڙ ڳالهہ ٻڌائيندا هئا. توهانکي معلوم آهي تہ جڏهن ستسنگ ۾ ڪرمن جي ڦل

پر لکيل شبد ناهي، جنهکي اسين پڙهندا آهيون. اهو شبد نہ تالن يا ندين پر سنان ڪرڻ سان ملي ٿو، نہ گرنٿن پڙهڻ جي پاٺ ڪرڻ سان ملي ٿو ۽ نہ ئي مندرن، مسجدن، گردوارن يا گرجاگهرن جي ڪڙن لڳائڻ سان ملي ٿو. اهو تہ صرف هن سريز جي اندر ڏيان کي اکين پٺيان، ٽيسري تل تي آڻي، ايڪاگر ڪرڻ سان ئي ملي سگهي ٿو.

صرف انهيءَ نقطي کي سمجهائڻ ۽ ثابت ڪرڻ لاءِ ئي، مان ڪيترن سنتن جي باڻيءَ مان مثال ڏيندو آهيان، جنهن بدندن کي پتو پوي تہ سنتن مهاتمائن جو شبد يا نام جو دراصل ڀاؤ يا ارٿ ڪهڙو آهي.

عام طور ماڻهو شبد يا نام جو ارٿ غلط سمجهن يا ڪڍن ٿا. انهن جي خيال موجب تہ جيڪا باڻي اسين زبان سان ڳالهايون يا پڙهون ٿا اهوئي شبد آهي. انهيءَ ڪري سمجهائڻو پوندو آهي تہ اهو اصلي شبد ڪونهي، پر اهو ان سچي يا اصلي شبد کي پراپت ڪرڻ جو صرف هڪ ساڌن آهي. جنهن حضور مهاراج جن فرمائيندا هئا تہ شبد هڪ قدرتي قانون آهي ۽ لکڻ پڙهڻ ۽ ڳالهائڻ پر نہ ايندو آهي. اهو انحد شبد ڪٿي ٻاهر ڪونهي، اسانجي پنهنجي سريز جي اندر ئي آهي.

**سوال:-** جيڪو گرو نانڪ صاحب جن جي باڻيءَ جو حوالو توهين ستسنگ ۾ هميشه ڏيندا آهيو، اهو ڪهڙو آهي؟

**مهاراج جي:-** مون لاءِ اهو سمجهڻ مشڪل آهي تہ توهانجو اشارو خاص ڪري ڪهڙيءَ تڪ ناٽ آهي، ڇاڪاڻ تہ مان باڻيءَ مان هڪ نہ، پر ڪيترين ئي تڪن جا حوالا ڏيندو آهيان. پر هڪڙي تڪ جو مان اڪثر حوالو ڏيندو ئي رهندو آهيان ۽ اهو آهي:

"اکي باجهہ ويکڻا وڻ ڪنان سڻنا،
پيرا باجهہ چلڻا وڻ هٿا ڪرڻا،

**مهاراج جي:-** ها. پاڻي پڙهڻ شبد پڙهندو هو ۽ جيڪا تڪ هُو پڙهندو هو، اُن جي وياکيا حضور مهاراج جن ڪندا هئا. اِنهيءَ ۾ ڪوبہ فرق نہ آيو آهي. ۾ حضور مهاراج جن جا ستسنگ ڪافي وڏا ٿيندا هئا. هُو ستسنگ ۾ بہ شبد ڪڻندا هئا، جڏهن مان هڪ ئي شبد پورو ڪري ٿو سگهان. هو ڪجھ روحاني ڳالهين کي سمجهائڻ لاءِ ڪيترين ساکين ۽ درشٽانت ڏيندا هئا ؛ مان اُن جي بجاءِ مختلف سنتن جي باڻيءَ جا حوالا يا ٽڪرا ڏيڻ جو شائق آهيان. بس، ايترو ئي فرق ستسنگ جي طور طريقي ۾ آيو آهي.

**سوال:-** مهاراج جي، توهين گرو گرنٿ (نانڪ صاحب) جي باڻيءَ مان هڪ تڪ فرمائيندا آهيو، جنهن ۾ ”انحد شبد“ جو ذڪر ايندو آهي. ڇا توهين اُنهيءَ جو انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪري سمجهائڻ جي ڪرپا ڪندا؟

**مهاراج جي:-** توهان کي معلوم آهي تہ سموري روحانيت جو اصلي آڌار شبد آهي. سنت مت جو اُپديش بہ شبد يا نام تي ئي آڌار رکي ٿو. جي اُن مان شبد يا نام ڪڍي ڇڏجي تہ ڪجھ بہ باقي نہ رهندو. اِنهيءَ ڪري مان ستسنگ ۾ اها ڳالهہ سمجهائڻ جي ڪوشش ڪندو آهيان تہ ”نام ڇا آهي“، ”نام جي ضرورت ڪهڙي آهي“ ۽ ”نام جو ابياس يا ڪمائي ڪرڻ ڇو ضروري آهي.“ مان سنتن جي باڻيءَ مان ڪيترين ٽڪرن دهرائي، انهن ئي ڳالهين تي زور ڏيڻ جي ڪوشش ڪندو آهيان، جيئن سنگت اهو چڱي طرح سمجهي سگهي تہ ”شبد يا نام کانسواءِ ٻيو ڪوبہ اُپاءُ ڪونهي“ ۽ ”شبد يا نام جي ڪمائي لازمي طور ڪرڻي آهي.“

جنهن شبد يا نام جو اسين ذڪر ڪندا آهيون ۽ جنهن جي باري ۾ سڀ سنت مهاتما اشارو ڪندا آهن، اهو اسان جي پنهنجي سرير جي اندر آهي. اهو گرنٿن پوٿين يا ويدن شاسترن

۸۰ سيڪڙو سنگت انهن علائقن مان ايندي هئي. اسان جا گهڻا ستسنگ گهر اُن طرف جي سيني ضلعن ۽ وڏن شهرن ۾ حضور مهاراج جن جي نگرانيءَ ۾ ڦهليل هئا. اُهڙي طرح ڪين ڪافي مشغول رهڻو پوندو هو.

اُن وقت مهاراج جن جي ستسنگن ۾ گهڻا پڙهيل لکيل ۽ اوچ پدويءَ وارا ماڻهو ايندا هئا ۽ توهانکي معلوم آهي ته اهڙا ودوان ماڻهو عام سنگت جي بنسبت ڪافي گهڻو وقت وٺندا آهن. مهاراج جن جا گهڻو ڪري اُنهن سيني سان شخصي گهريلو سنبند هوندا هئا. حضور جن کي سندن مسئلن جو پتو هوندو هو، اُهي ڪانئن انهن مسئلن جي باري ۾ صلاح مصلحت وٺندا هئا ۽ حضور جن سندن ڳالهيون ڌيان سان ٻڌندا هئا. اُنهن سيني ڳالهين ۾ هر روز ڪافي وقت لڳي ويندو هو.

حضور جن سرسي ۾ پهچي ڪيترن تي به ڪافي وقت گذاريندا هئا. هڪ ڪيتيءَ جي هر ڳالهه تي پورو ڌيان ڏيندا هئا. مان ته اُتي تمام گهٽ ٿي ويندو آهيان ۽ جڏهن به ويندو آهيان ته صرف ستسنگ لاءِ ئي ويندو آهيان. مهاراج جن هميشه انهن سڀني ڪمن ۾ لڳا رهندا هئا. مان نٿو سمجهان ته ڪو به اُنهن جيترو ڪم ۽ اُنهن جيتري محنت ڪري سگهي ٿو.

سوال:- هندستان ۾ سڀ ماڻهو منجهند جو ڪجهه دير لاءِ آرام ڪندا آهن. شايد حضور مهاراج جن اُن وقت به آرام نه ڪندا هئا.

**مهاراج جي:-** حضور جن منجهند جي پوڄن ڪانپوءِ ضرور ڪجهه دير لاءِ آرام ڪندا هئا. هندستان جي آب هوا اُهڙي آهي، جو هتي ڪاڌي ڪانپوءِ اَڪل اَڌ ڪلاڪ لاءِ آرام ڪرڻ ضروري آهي، خاص ڪري گرميءَ جي موسم ۾.

**سوال:-** مهاراج جي، جا ستسنگ جو روپ يا طريقو هميشه کان اهوئي رهيو آهي ته پهرين باڻي شبد پڙهي ٿو ۽ پوءِ اُن جي وياکيا ڪئي وڃي ٿي؟

ٿي مشڪل آهي.*

هڪ ڳالهه مان ضرور چوندس ته ڇاهي ڪهڙي به ۽ ڪيتري به تڪليف ڇو نه سهڻي پوي، سنگت ڪا به شڪايت نه ڪندي آهي. هاڻي هن ڊسمبر جي پڇاڙيءَ ۾ ڏاڍي ڪڙاڪيدار سردي پيئي ۽ پاري پرڻ جي نوبت نه آئي، تڏهن به مون وٽ ڪنهن به اهڙي شڪايت نه ڪئي ته ڪيس سمهڻ لاءِ يا مٿي ڍڪڻ لاءِ ڇت يا ڍڪيل اجهو نه مليو. خبر ناهي ڪيترن ماڻهن پاڻ ۾ رلي ملي يا گڏجي مسجي گذارو ڪيو هوندو. ٻر ڪڪڙيءَ به طرح انهن سرديءَ جا ڏينهن گذاريا. ڏيري ۾ جاءِ بجاءِ سنگت ٽولي ٽڪري ڏسڻ ۾ ايندي آهي. ڪٿ ماڻهو واندن ۾، ڪٿ مڪانن ۾، ڪٿ شيڊن ۾، ڪٿ ستسنگ گهر ۾، ڪٿ تنبن ۽ شاميانن ۾ ۽ ڪيترا کليل ميدانن ۾ وقت گذاريندا آهن. هو رات جو کليل ميدانن ۾ ٺر ٺر ڏڪندا ٺرڪندا رهندا آهن، ان هوندي به ڪڏهن ڪا شڪايت نه ڪندا آهن ۽ نه ڪو افسوس ظاهر ڪندا آهن.

اسين ڏيري ۾ ايندڙ سنگت جو تعداد گهٽائڻ لاءِ ڪئين اسڪيمون ۽ اپاءَ سوچي چڪا آهيون. مان سياري ۾ ستسنگ جي لنبن دورن تي ويندو آهيان، جيئن ماڻهن کي ڏيري ۾ اچڻو نه پوي. پر نتيجو اُلٽو نڪرندو آهي جو اڳئين کان به وڌيڪ ماڻهو هتي ڏيري ۾ ايندا آهن ۽ خاص ڪري انهن جڳهين تان، جتان مان ستسنگ جي دورن تان ٿي ايندو آهيان.

---

* هيءَ ١٩٧١ع جي ڳالهه آهي. اُن کانپوءِ ١٤ وڏيون مهمان سرايون ٺاهيون ويئون آهن، جن ۾ هزارين ماڻهو رهي سگهن ٿا. هاڻي ١٩٨٦ع ۾ ٻه وشال شيڊ ٺاهيا ويا آهن، جن مان هڪ استرين لاءِ آهي. هڪ شيڊ ۾ ٦٠-٧٠ هزار ماڻهو ويهي سگهن ٿا ۽ ٢٠-٢٥ هزار آرام ڪري سگهن ٿا.

اُهڙيءَ طرح ڏيري ۾ اچا ۽ ڪيترا ئي ڪم ڪرڻا پ
آهن. منهنجو خيال آهي تہ جيسين اُهي ڪم پورا ٿيندا
تيسين لنگر کي وڌائڻ جي ضرورت پئجي ويندي. ڪافي
تعداد ۾ سنگت کي لنگر ۾ ڪارائڻو پوي ٿو ۽ هر سال سنگت
٢٥ هزار وڌي رهي آهي. جيڪڏهن ٢٠ هزار جڳياسو نسام
ونڻ اچن ٿا تہ اُنهن سان گڏ گهٽ ۾ گهٽ ٣٠ هزار ٻيا ۽،
ٻارن ٻچن ۽ ٻين سنبنڌين جي روپ ۾ اچڻ لڳن ٿا. اُهڙيءَ
طرح سنگت جي سنڀال ڪرڻ ۽ انهن جون ضرورتون پوريون
ڪرڻ جو ڪم لڳاتار وڌندو رهي ٿو.

جڏهن مان ٥ - ٦ سالن جي عمر ۾ ڏيري ۾ آيس تہ اُن
وقت اسين ضروري حاجت لاءِ ٻاهر ويندا هئاسين ۽ نديءَ ۾
سنان ڪندا هئاسين. سڄي ڏيري ۾ ڪو بہ ڪاڪوس يا
سنان گهر نہ هو. ديوان صاحب جي عمر ٧٤ - ٧٥ ورهيہ آهي
۽ گذريل ٥٠ سالن کان هوُ هتي ايندو رهيو آهي. شايد ان
کان بہ اڳ ۾ ايندو رهيو هجي. هوُ انهن سڀني حالتن کي
ڏسندو رهيو آهي ۽ ان دؤر مان لنگهندو رهيو آهي. اُن
سمي نہ تہ ڏيري ۾ پلنگ يا کٽون هونديون هيون ۽ نہ بسترا.
ماڻهو چٽائي يا تڏن توُنرين تي سمهيا پيا هوندا هئا ۽ ورانڊي
۾ سمهڻ لاءِ جڳهہ ملڻ، خوشقسمتي سمجهيو ويندو هو. نہ تہ
ٻاهر کليل زمين ۾ يا وڻن هيٺان سمهڻو پوندو هو. برسات پوڻ
ي حالت ۾ آهستي آهستي وڻن جي پنن تان پاڻي هيٺ
ڪڻ شروع ڪندو هو. انهيءَ وقت ماڻهو هيڏانهن هوڏانهن
سو بدلائي ويندا هئا. ڪيترا دفعا تہ پورا پاڻيءَ ۾ پُسجي
ندا هئا، ڇاڪاڻ تہ برسات کان بچڻ لاءِ ڪا بہ جڳهہ نہ هئي.
ـہ جڏهن ڀنڊاري جي ڏينهن ۾ سنگت ڪافي تعداد ۾
ب تي تہ برسات جي دؤران ڪيترن کي سر لڪائڻ لاءِ
ہ نہ ملي سگهندي آهي. نيٺ بہ هن ڪالونيءَ ۾ ٢ لک
ن جي رهڻ ڪرڻ جو پوريءَ طرح پربند ڪرڻ نهايت

گهڻو نه وڃڻ گهرجي. (سڻر بوسا کي) توهڻ مون سان گڏ مهرباني ڪري رهيا آهيو. اسين ڏيري مان ۱۰ نومبر جي لڳاتار ۽ ۱۰-۱۱ ڊسمبر جي هتي واپس پهتاسين. پورو مهينو لڳاتار جاءِ بجاءِ، دورو جاري رهيو ۽ شايد ئي ڪنهن جڳهه تي ٻن ڏينهن کان مٿي رهيا هونداسين.

**سڻر بوسا:-** مهاراج جي، مان ڪٽيندو رهيس. ڪل ۱۴ الڳ الڳ جڳهن تي اسان راتيون گذاريون هئيون.

**مهاراج جي:-** توهڻ نه ۱۴ جڳهن تي رهيا. مون ان کان وڌيڪ جڳهن تي راتيون گذاريون، ڇاڪاڻ ته مان دهليءَ مان ڏيندو هتي واپس آيو هوس.

**سڻر بوسا:-** ها، اها صحيح ڳالهه آهي. منهنجي خيال ۾ هيءُ توهانجو هندستان ۾ سڀ کان لنبو دورو هو.

**مهاراج جي:-** منهنجو به اهوئي خيال آهي. يا ته هيءُ يا اڳيون هماچل پرديش جو دورو لنبو هو. اُن ۾ به مونکي ۲۰-۲۵ ڏينهن لڳا هئا. پر هن سال نه لڳ ڀڳ پوري گرميءَ جي موسم مان ڏيري ۾ ئي گذاريندس. سنگت وڌندي ٿي رهي ۽ اسانکي انهنجي سهنج سهوليت لاءِ گهڻو ڪجهه ڪرڻو آهي. سنگت لاءِ ڦاڻل سڀ جڳهون گهرج کان گهٽ ٿي رهيون آهن. اسانکي سائيڪلن لاءِ ۽ بسترن لاءِ نئون شيڊ، ڪار ۽ بسن لاءِ نئون اسٽئنڊ ٺهرائڻا آهن. ڪئين فلش جا ڪاڪوس، سڻان گهر، سنگت جي وهڻ لاءِ ميدان ۽ گيسٽ هائوس سامهون جيڪو سرسبز ميدان تيار ڪرائڻو آهي.

مان ستسنگين جي شخصي رهائش لاءِ ڪجهه مڪان بہ ٺهرائڻ چاهيان ٿو. ڪيترا ماڻهو پنهنجي رهڻ لاءِ الڳ شخصي ڪمرا وٺڻ چاهين ٿا. اُن ڪانپوءِ سنگت لاءِ وڌيڪ شيڊ ۽ ... ۾ وڌيڪ رستا ٺهرائڻا آهن. مٽيءَ کي اڏامڻ کان ... لاءِ ۽ گرميءَ جي وقت ڇانو ميسر ڪرڻ لاءِ وڻن جي ... آهي.

هئا ۽ ڏيڻ ۾ سؤ پوءِ ۾ رهجي ويا. اُنهن کي ڇيو ويو ت
نام دان لاءِ ٻئي مُحرر استان تي اچن، جتي ستسنگ ٿيڻو آه

**ديوان صاحب**:- حضور، هڪ جڳهه تي توهان قربـ
١٥٠٠ جيون کي نام دان بخشيو هو.

**مهاراج جي**:- هڪ ڏينهن ۾ نه، پر ٻن ڏينهن ۾. اِها
ڀونا جي ڳالهه آهي. مونکي پنهنجو ڀونا جو دؤرو هڪ
ڏينهن لاءِ وڌائڻو پيو ۽ ٻن ڏينهن ۾، ٽن ٽنڪن يا شفٽن ۾
١٦٨٠ جگياسن کي نام ڏنو ويو.

**سئمر بوسا**:- حضور، ڪوٽ ڳڙهه ۾ ته هڪ اَنوکي ڳالهه
تي گذري هئي. دراَصل اُتي توهان جو نام دان ڏيڻ جو
پروگرام ڪونه هو، پر سنگت جي وينتيءَ تي توهان نام دان
ڏيڻ قبول ڪيو ۽ هڪ ستسنگيءَ جي مڪان جي ٻي منزل
جي ماڙيءَ تي، جنهن کي هن سيڪنڊ تي ڪونيو ۽ جنهن ۾
٤٠-٥٠ ماڻهو ويهي تي سگهيا، ان لاءِ ڪمر آڏڻ تي چاهيو.
ـر نيت اسڪول جي ڪمري ۾ توهان ٤٠٠ جگياسن کي
ـم دان بخشيو. اُنهيءَ ڪمري ۾ ان کان وڌيڪ ماڻهو ماپي
تي سگهيا. مونکي اَندر جاءِ نه ملي سگهي، تنهنڪري
ـڪي باهر ويهڻو پيو. اِها جڳهه ڪافي ڀريل هئي، تر ڇڻڻ
جاءِ به نه هئي. ماڻهو ديوار سان لڳا بيٺا هئا.

**ـهاراج جي**:- اُنهن لاءِ اِئين ئي ٺيڪ هو، باهر زبردست
ـب. پر ڪمرو اَندر وٽندڙ نموني گرم هو، ڇاڪاڻ ته
ـري جي اَندر ايترا ماڻهو ساهه کڻي رهيا هئا ۽ ڪمري
ـي اچڻ وڃڻ لاءِ ڪوبه ساڌن ڪونه هو.

**ـبوسا**:- سچ پچ ايحد سردي هئي.

**ـج جي**:- منهنجي ڊاڪٽرن مونکي سنڀال لاءِ
ـآهي ته مونکي پنهنجن دؤرن جي رفتار گهٽائڻ
ـص ڪري ايترن لنبن ۽ دور دراز دؤرن تي

سنت مت ۾ آيا آهن.*

جڏهن بہ مان ستسنگ جي ڏوڙن تي ويندو آهيان تہ گهڻيئي جگياسو نام وٺڻ لاءِ ايندا آهن. اُهي مان سڀ ڏيري اچڻ جو خرچ ڪري نہ سگهندا آهن ۽ ٻيون تڪليفون برداشت نہ ڪري سگهندا آهن. هڪ طرح تہ اهو ليڪ ئي آهي، جاڪاڻ تہ ڏيري ۾ اسان وٽ ايترن ماڻهن جي رهائش لاءِ ۽ اُنهن جي ديکڀال ڪرڻ لاءِ پورو پربند ڪونہ آهي. اصل ۾ اهو هوڻ مشڪل آهي تہ ايڏي لديي بستيءَ ۾ ايتري گهڻي سنگت آرام سان ساهہ ڪٽي سگهندي يا نہ. اِنهيءَ ڪري مان پنهنجن لنبن دؤرن تي اُنهن نام جي اڀلاشي جيون کي اُتي ئي نام ڏيندو آهيان تہ جيئن هو ڏيري اچڻ جي تڪليف کان بچي سگهن.

**ديوان صاحب:-** هن سال ستسنگ جي دؤرن ۾ ٨ هزارن کان بہ وڌيڪ جيون کي نام دان مليو آهي.

**مهاراج جي:-** ها. ٩ هزارن کي دؤرن ۾ ۽ ١١ هزارن کي هتي ڏيري ۾. اهي سڀ اَنگ اَکر ساليالي رپورٽ ۾ ڇاپا ويندا آهن، جيئن سڀ ستسنگي اهي پڙهي سگهن. منهنجي خيال ۾ پنهنجي پوئين دؤري ۾ سڀني کان وڌيڪ جيون کي مون سڌپور ۾ نام ڏنو هو. هڪ ڀيرو ۾ ٧١٦ جڻا

---

* ١٩٨٦ع تائين اِها حالت ٿي وئي آهي، جو صرف فيبروري، مارچ ۽ اپريل ۾ بمبئي، دهلي، احمدآباد، الور ۽ ڏيري جي قريب ٤٠ هزار جيون کي نام ملي چڪو آهي. ١٩٨٥ع ۾ صرف اپريل جي پنڌاري ۾ ١٨ هزارن کان بہ وڌيڪ پريمين کي نام مليو هو. ١٩٨٥ع جي سڄي سال ۾ ڪل هڪ لک جيون کي نام دان مليو. نام دان جا اَنگ اَکر هن ريت آهن- ١٩٧٠ع تائين ١,٩٥,٨٢٧، ١٩٧١ع کان ١٩٨٥ع تائين ٣,٠٤,٨٠٥، آگسٽ ١٩٨٦ع تائين ٩,٣٦,٩١٣.

... ساڻ شامل ڪيو ويندي آهي. اُنهيءَ ...
۽ پوري سال جي سيني ڳالهين جو ذڪر هوندو آهي ...

**ديوان صاحب:-** مان توهانکي هڪ اهڙي ڳالهه ٻ... چاهيان ٿو، جيڪا سڄي سنسار ۾ ڪنهن به ديش ۽ ڪنهن ... وقت يا جڳهه ۾، سنت مت جي اتهاس ۾ ڪڏهن به نه هوندي.

**سڀ ستسنگي:-** ها، ضرور ٻڌايو.

**ديوان صاحب:-** ڪلهه يعني ۳۱ ڊسمبر ۱۹۶۸ع تائين موجوده سرڪار ٽن لکن جيون کي نام دان جي بخشش ڪري چڪا آهن. جيترن جيون کي بابا جيمل سنگهه مهاراج جن، حضور مهاراج ساون سنگهه جن ۽ حضور سردار بهادر مهاراج جن، ٽنهي ستگرن ملائي نام ڏنو هوندو، انهن کان ٻيڻ جيون کي هيلتائين موجوده مهاراج جن دواران نام دان ملي چڪو آهي. اڄ تائين دنيا جي اتهاس ۾ ڪڏهن به، ڪنهن به سنت، ڪنهن به جڳهه ۾، شايد رچنا جي شروع کان اڄ تائين ايترن جيون کي نام نه بخشيو هوندو.

**مهاراج جي:-** منهنجي خيال ۾ اها ڳالهه صحيح ناهي. مان سمجهان ٿو ته بابا جن جي وقت کان وٺي اڄ تائين ڪل ...ستايل جيون جو تعداد ٽي لک هوندو. ديوان صاحب ته اُتساهه ... پيار ۾ اچي ڪجهه وڌيڪ اوچو چلانگ لڳائي رهيا آهن.

**ديوان صاحب:-** چڱو، جيڪڏهن انهن ٽن لکن ۾ ...ع کان وٺي اڄ تائين جا سڀ ستسنگي شامل به آهن، ته ...منهنجي ڳالهه غلط ڪانهي. صرف هن سال ۾ ٽي ۲۰ هزارن ...ٽي جيون کي نام دان مليو آهي.

**...اراج جي:-** پر ۲۰ هزار جيون کي نام دان صرف ...ني مليو آهي. هن سال سڀ کان وڌيڪ جيو...

۽ ڪڏهن ته منهنجي هتي نه هئڻ جي حالت ۾ صرف ٢٠٠-٣٠٠ ئي رهجي ويندا آهن.* دراصل مون لاءِ اهو چوڻ مشڪل آهي ته منهنجي غيرموجودگيءَ ۾ هتي ڪيترا ماڻهو رهندا آهن، چاڪاڻ ته منهنجي واپس اچڻ ئي ماڻهو ڪافي تعداد ۾ بياس، امرتسر، جلندر ۽ ٻين اسٽالن تان ڊوڙندا هليا ايندا آهن. ۽ منهنجي خيال ۾ هتي لڳ ڀڳ ٥٠٠-٦٠٠ ستسنگي دائمي طور رهندا آهن، باقي ماڻهو ته ايندا ويندا ئي رهندا آهن. سرديءَ جي مهنن ۾ جڏهن مان اڪثر هتي رهندو آهيان يا جڏهن ۾ مان هتي هوندو آهيان ته اُن وقت تمام گهڻا ماڻهو اچي ويندا آهن. ڪيترا ته مهيني، ٻن مهنن يا ٽن مهنن تائين اچي رهندا آهن. جيڪي لمبي عرصي تائين رهندا آهن، اُنهن مان گهڻن جا ته هتي پنهنجا مڪان آهن، تنهن ڪري اُنهن کي هتي سڀ ئي زمانی جون سهولتون ميسر آهن.

**سوال:-** ستسنگين جو ڪل تعداد ڪيترو آهي؟** اُهيءَ لاءِ ته ماڻهن جو الڳ الڳ رايو يا انداز آهي.

**مهاراج جي:-** ڊيري جي هر ساليانی رپورٽ ۾ اهي سڀ ڳالهيون ڏنيون وينديون آهن. توهين سيڪريٽريءَ کان رپورٽ جي ڪاپي وٺي سگهو ٿا. ٻاهرين ديشن جي عيوضن کي رپورٽ جون ڪاپيون هر سال موڪليون وينديون آهن ۽ اُن ۾ ٽرسٽ، سوسائٽي ۽ ڪالونيءَ جي وڪاس ۽ ڪم ڪار جي ابروي چاڻ ۽ اُنگ اکر ڏنل هوندا آهن، جيئن اُتي جي ستسنگين کي ڊيري جي ڪم ڪار بابت خبر پوندي رهي. ايتري قدر جو حساب ڪتاب ۽ آڊيٽر جي رپورٽ به

* ١٩٧١ع جا هيءَ سوال جواب آهن.

** ١٩٨١ع ۾ ڪل ستسنگي ٧,٥٠,٣١٦ هئا ۽ اپريل ١٩٨٦ع ۾ ١٠,٨٠,٧٠٣ هئا

[...]ر شبد سان جڙي نرمل ٿي سگهي ٿو. انهن جي اُپد[...]
انوسار ڪمائي ڪرڻ سان ني من پنهنجي نڪاٽي يا نج[...]
يعني برهم يا ترڪٽيءَ ۾ پهچي ٿو ۽ آتما سدا لاءِ ديهه جي[...]
بندنن کان مڪت ٿئي ٿي.
اهوئي پوري شبد جو سار آهي.

**سوال:-** مهاراج جي، کهڙي پنداري ۾ گهٽي کان گهٽي
سنگت ايندي آهي، ان باري ۾ الڳ الڳ انومان آهن.
اجڪلهه ڊسمبر جي پنداري ۾ عام طور ڪيتري سنگت ايندي
آهي؟

**مهاراج جي:-** خوشقسمتيءَ سان پنداري جي ڏينهن
۾ توهين هتي نه هوندا، ان وقت توهين پاڻ ڏسي ۽
ڪٿي ونجو. منهنجي خيال ۾ ستسنگ گهر جي ديوار کان ٻاهر
وارو وڏو ميدان پوريءَ طرح ڀرجي ويندو. منهنجو ڌيان ته
ستسنگ ۾ هوندو آهي، تنهن ڪري مون کان سنگت جي
[...]نمبر شماري نه ٿي سگهندي. جي مان سنگت ڳڻڻ شروع
[...]ڪندس ته ستسنگ ڪري نه سگهندس. انهيءَ ڪري منهنجي
[...]يال ۾ اها ذميواري هن دفعي توهان کي کڻڻ گهرجي.
[...]هين حساب لڳائي ونجو ته جنهن جڳهه تي سنگت ڪني
[...] تي، اها ڪيتري لنبي ۽ ڪيتري چوڙي آهي. ان
[...]ب ستسنگ ۾ اچڻ وارن جي تعداد جي خبر پئجي ويندي.
[...]ر اصل ستسنگ ۾ آيل سنگت کي ڳڻڻ بجاءِ يا انين چوڻ
[...] ستسنگ ۾ ڪيترا ماڻهو آيا آهن، ستسنگ ۾ آيل ميڙ
[...]ڪ وشال هجوم چوڻ ني بهتر ٿيندو، ڇاڪاڻ ته ايترن
[...]ي ڳڻپ ڪرڻ نهايت مشڪل آهي.

[...] :- ڏيري جي آدمشماري هن وقت ڪيتري آهي؟

[...]ج جي:- ڏيري جي آبادي وڌندي گهٽجندي
ڪڏهن هتي لڳ ڀڳ ٢ لک ماڻهو ٿي ويندا آهن

”هر مندر مهه نام لڌان هٽ، نا ٻوجهه مڪڏ گوار.“

يعني شبد يا نام روپي خزانو، سرير روپي هري مندر ۾ آهي ۽ اسانکي سرير جي اندر ئي اُن جي کوج ڪرڻ گهرجي. اڳتي گرو صاحب فرمائين ٿا:

”هر مندر هر ڪا هاٽ هٽ، رکيا سبد سوار.“

مطلب تہ اسانجو سرير اهو دڪان آهي، جتي هري يا شبد روپي سؤدو خريد ڪري سگهجي ٿو. اها ڳالهہ ساڳي يا هڪ ئي آهي، پر گرو صاحب الڳ الڳ طرح سمجهائي رهيا آهن. شبد جي آخر ۾ گرو صاحب فرمائين ٿا:

”هر مندر مهہ من لوهٽ هٽ، موهيا دوجي ڀاءِ
پارس ڀيٽيئي ڪنچن ڀيا، قيمت ڪهي نہ جاءِ.“

مطلب تہ پارس ۽ لوهہ ٻئي سرير جي اندر آهن، پر جيسين لوهہ جو پارس سان سپرش نہ ٿو ٿئي، تيسين اهو سون نہ ٿو ٿي سگهي. ڀاو اهو آهي تہ من روپي لوهہ ۽ شبد روپي پارس ٻئي سرير جي اندر آهن، پر من جڏهن اندر شبد سان جڙندو، تڏهن ئي اُن جي ڪايا پلٽ ٿيندي. پرماتما جي ٻاجهہ ڪرڻ سان يعني سرت کي اندر شبد سان جوڙي رکڻ سان اسانجو سرير سون جهڙو ٿي پوي ٿو، من نرمل ٿي پوي ٿو ۽ اسانجو سنسار ۾ منش جنم ۾ اچڻ سڦلو ٿئي ٿو. شبد سان جڙڻ بنا من ڪڏهن بہ نرمل نہ ٿو ٿئي. جيسين من نرمل نہ ٿو ٿئي، تيسين آتما بہ ڪڏهن نرمل نہٿي ٿئي ۽ ڪڏهن بہ آتما پنهنجو وڃايل پرڪاش واپس نہ ٿو ملي سگهي ۽ نہ ڪڏهن آتما واپس وڃي پرماتما سان ميلاپ ڪري ٿي سگهي.

من روپي لوهہ جو شبد روپي پارس سان ڇهاءُ ڪيئن ٿئي؟ گرو صاحب فرمائين ٿا: ”گر پرسادي“ يعني تہ اهو صرف گرمکن جي دِيا مهر سان ٿي ٿي سگهي ٿو. گرمکن جي دِيا مهر پراپت ڪرڻ لاءِ انهن جي شرن ۾، انهن جي سنگت صحبت ۾ اچڻو پوندو. انهن جي صحبت ۾ ئي اسان جو من

آسان لاءِ سارو سنسار هري مندر بڻجي ٿو، چاڪاڻ ت...
وقت جيڏانهن بہ نگاهہ ڪريون ٿا، اوڏانهن اهو هري،
پرماتما روپ۾ سڄڻ ۾ ساڪيات ساماهون ڏسجي ٿو. ان ڪالسو...
اسانکي پيو ڪوبہ نظر ۾ نٿو اچي. پرماتما تہ رچنا جي...
ڪٿي ڪٿي بہ، پن پن ۾ سمايل آهي، پر اسين اُن کي...
سرو وياپڪ يا هر جاءِ حاضر ناظر ڏسي سگهنداسين، جڏهن
پهرين اسانکي اندر پرماتما نظر ايندو. اڄتي گروُ صاحب
منمکن جي اوستا بيان ڪن ٿا:

”منمکہ مول نہ جاڻني، ماڻس هر مندر نہ هوءِ.“

منمکہ اهي آهن، جي من جي تابع يا آڌين آهن. اهي
هميشهہ اهو سوال ڪندا آهن تہ هيڏو وڏو پرماتما، جو سيني
جو داتا ۽ بادشاهہ آهي، جنهن سڄي دنيا جي رچنا ڪئي
آهي، اهو منش جي ننڍڙي سرير ۾ ڪيئن سمائجي سگهي
ٿو. هو سمجهن ٿا تہ اهو پرماتما ڪنهن وڏي مندر، گردواري،
گرجا گهر، مسجد وغيره ۾ هوندو يا ڪنهن پهاڙ پنيان يا مٿي
آسمان ۾ سهيل هوندو. اهڙيءَ کري هو اُن پرماتما جي
هميشهہ ٻاهر ۾ تلاش ڪندا رهن ٿا، اُنکي ڪڏهن سرير
...ي اندر ڳولهڻ جي ڪوشش ۾ نٿا ڪن.
... اهڙيءَ طرح دنيا جا منش اهو سمجهڻ جي ڪوشش ۾
...ڪن تہ پرماتما جيڪو اسان سڀني جي اندر وسي آهي،
...۲۴ ۾ ڪلاڪ، جيڪي جيڪي ڪرم اسين ڪريون پيا،
...سڀ ڏسي رهيو آهي. اسين دنيا کي تہ دوکو ڏيئي
...ٿا، پر پنهنجي اندر ويٺل پرماتما کي ڪيئن ٿا دوکو
...ڪهون؟ جي اسين ائين سوچيون ٿا تہ پرماتما اسانجي
...ونهي ۽ هوُ اسانجي ڪيل ڪرمن کي نٿو ڏسي تہ اهو
...پاڻ کي دوکو ڏيئو آهي.
...اپديش کي ٻئي طريقي سان سمجهائيندي، گرو
...فرمائين ٿا:

اِهو ليڪ آهي ته اُهو مالڪ اسانجي اندر آهي ۽ اُهوئي اسانجي سار سنڀال لهي رهيو آهي، پر هن سرير ۾ رهي، جيڪي ڪرم اسين ڪري رهيا آهيون، اُنهن سڀني جو حساب اسانکي ڏيڻو ئي پوي ٿو، ڀلي جو ٻه ۽ پاپن جو ٻه. جيڪڏهن اسين ان ڪرم جي ٻنڌن مان ڇوٽڪارو چاهيون ٿا ته انجو هڪ ئي اُپاءُ آهي، هڪ ئي ساڌن آهي ۽ اُهو آهي پنهنجي سرت کي اندر شبد يا نام سان جوڙڻ. شبد يا نام سان جوڙڻ بعد اسين هر قسم جي ڪرمن کان مٿي اُٿون ٿا، اندر پرماتما سان ميلاپ ڪرڻ جي لائق ٿيون ٿا ۽ هميشه لاءِ ديهه جي ٻنڌن کان آزاد ٿيون ٿا.

اسانکي منش جو چولو ڏنو ئي اِنهيءَ لاءِ ويندو آهي ته جيئن اسين پنهنجي اندر پرماتما سان ميلاپ ڪري سگهون. منش کي سرشٽيءَ جو سرمور مڃيو ويو آهي، ڇاڪاڻ ته ٻي ڪنهن ٻه جوڻ يا جامي ۾ پرماتما جي ڀڳتي ڪري نٿي سگهجي، پرماتما سان ميلاپ ڪري نٿو سگهجي. اِنهيءَ ڪري جيسين اسين منش چولي ۾ آهيون، اسانکي ان موقعي جو پورو لاڀ وٺڻ گهرجي ۽ مالڪ جي ڀڳتيءَ ڏانهن پورو ڌيان ڏيڻ گهرجي. جڏهن اسين مالڪ جي ڀڳتي ڪري، اندر نام يا شبد سان جڙي وڃون ٿا ته اسانجو منش جولي پائڻ جو مقصد پورو ٿئي ٿو، اسانجو دنيا ۾ اچڻ سڦلو ٿئي ٿو، سجايو ٿئي ٿو.

جڏهن اسين اندر شبد سان جڙي، پرماتما سان ميلاپ ڪريون ٿا ته ڪهڙو فائدو ٿئي ٿو؟ گروُ صاحب فرمائين ٿا:

”هر مندر ايهه جگت هئ، گر بن گهور انڌار.“

اِنهيءَ اوستا ۾ صرف اسانجو سرير ئي هري مندر نٿو رهي، پر سڄو سنسار ئي هريءَ جو مندر محسوس ٿئي ٿو. ٻين سرير هري مندر ٻڌجي ٿو، ڇو ته اسين سرير ۾ ئي پرماتما سان ميلاپ ڪريون ٿا. اندر پرماتما سان ملڻ ڪالبوءِ

سان ڏسي سگهجي ٿو ۽ نہ انساني ڪنن سان ٻڌي سگهجي ٿو. يعني اُنکي ڏسڻ لاءِ ۽ ٻڌڻ لاءِ اندروني يا دويہ اکين ۽ ڪنن جي ضرورت آهي. اِنهيءَ باري ۾ گرو انگد صاحب جن فرمائين ٿا:

اکي باجهہ ويکڻا ورڻ ڪننا سنڻا،
پيرا بساجهہ چلڻا ورڻ هٿا ڪرڻا،
جيڀيءَ بساجهہ بولڻا اِءَ جيوت مرڻا،
نانڪ حڪم پڇاڻڪيءَ تہ خصمي ملڻا.

(م ٢، ١٣٩)

اِرشاد توهين اُن حڪم، نام يا شبد کي پڪڙي ٿي پنهنجي اُن خصم يعني مالڪ سان ملي سگهندا، جنهنکي نہ ڪنهن جون اکيون ڏسي ٽيون سگهن، نہ ڪنهنجا ڪن ٻڌي ٿا سگهن، جنهن تائين نہ ڪنهنجا هٿ پير پهچي ٿا سگهن ۽ جنهن جو نہ زبان بيان ڪري ٿي سگهي، پر جنهنکي جيئري ئي مرڻ سان هرهڪ پنهنجي اندر پراپت ڪري سگهي ٿو. جيئري ئي مرڻ جو مطلب آهي پنهنجي سرت يا خيال کي نون دوارن مان ڪڍي اکين پٺيان آڻي، اُن شبد يا نام سان جوڙي، پريو پرماتما کي پراپت ڪرڻ. اِنهيءَ ابياس کي سنتن مهاتمائن جيئري مرڻ ڪوٺيو آهي، ڇاڪاڻ تہ جڏهن ڪنهنجو موت ٿيندو آهي تہ پهرين اُنجا پير ٿڌا ٿيندا آهن، پوءِ ٽنگون ٿڌيون ٿينديون آهن ۽ پوءِ ڌڙ ٿڌو ٿيندو آهي. اُنجي اندر آتما بہ هوندي آهي ۽ اُنکي ڪيترا دفعا پنهنجي پاڻ جو بہ هوش هوندو آهي. پر جڏهن اُنجي آتما سميٽجي اکين تائين ايندي آهي ۽ سريرکي ڇڏي هڪ طرف ٿي ويندي آهي تہ اسين چوندا آهيون تہ هو مري ويو. گرو صاحب فرمائين ٿا تہ اهڙيءَ طرح جيئري ئي مرو. جيڪڏهن توهين سچي شبد کي پڪڙڻ چاهيو ٿا، سچي نام سان پنهنجي خيال کي جوڙڻ چاهيو ٿا تہ سمرن ۽ ڌيان ذريعي جيئري ئي

اندر
پنهنجي گهر جو رخ قائم ڪرڻو آهي ۽ اُنهيءَ پرڪاش
ذريعي پنهنجي گهر جو رستو ڏسڻو آهي. اهڙيءَ طرح اسان
کي پنهنجي گهر ڏانهن هلڻ شروع ڪرڻو آهي. پرماتما هر
جيو جي اندر اکين جي پوين اُها شبد جي ڌن ۽ اهو شبد
جو پرڪاش رکيا آهن. اِنهيءَ ڪري گروُ نانڪ صاحب جن
فرمائين ٿا:

"انتر جوت نرنتر باڻي، ساچي صاحب سڻ لو لائي."
(م ١، ٦٣٤)

مطلب ته سيني جي اکين پٺيان جوت ٻري رهي آهي ۽
جوت جي اندران منو ۽ سريلو آواز اچي رهيو آهي. جيڪي
ڀاڳوان جيوَ اکين جي مرڪز تي پهچي، اُن جوت جا درشن
ڪن ٿا ۽ اُن آواز کي پڪڙين ٿا، اُنهنجي سچي صاحب سان
اُن ڪل مالڪ سان لنوَ لڳي ٿي وڃي ۽ اُنهن جو دنيوي
موهه پيار نورت ٿي وڃي ٿو. حضرت عيسيٰ فرمائين ٿا:

"If thy eye be single, thy whole body shall be full of Light"

جي توهين هڪ اک وارا ٿيندا ته توهان جو سڄو جسم
ڪاش سان ڀرجي پوندو. سندن ڀاوَ آهي ته جي اسين
کي نون دوارن مان سميٽي اکين پٺيان ايڪاگر ڪنداسين
انکي پنهنجي اندر نور يا پرڪاش نظر ايندو.

امي جن به فرمائين ٿا ته جڏهن اسين سمرن دوارن
خيال کي سميٽي اکين پٺيان آٽيندا سين ۽ من کي اُن
ي آٽي جوت ۾ ٽڪائينداسين ته اسين دويت مان
ڪتا ۾ اچي ويندا سين:

ر آءِ نڪتيءَ ۾ سمت ڪر ايڪ ٺهان هونا،
هان دور هو جاوي درشٽي جوت ۾ ڏرنا.
(سار وچن، ١٥٢)

اس جن فرمائين ٿا:

سمرن ۽ ڌيان اهو موهه پيار پيدا ڪيو، جڏهن ڪي لاسوٽ آهن، نتا آهن. انهيءَ ڪري سنت مهاتما سمجهائين ٿا ته من کي سمرن ۽ ڌيان ڪرڻ جي قدرتي عادت پنهنجي ڇڪي آهي. تنهنڪري من جي ان عادت جو مالڪ ولي، ان کي اهڙي وسترءَ جي سمرن ۽ ڌيان ۾ لڳايو، جيڪا ناس يا فنا نه ٿيندي، جيڪا ست ۽ امر آهي. اها ڪهڙي وستو آهي؟ اهو آهي صرف هڪ پرماتما، اڪال پرک، پرميشور. سنت مهاتما اسانکي انجي نام جي سمرن ۽ ڌيان ڪرڻ جو ساڌن سمجهائيندا آهن، جنهن ذريعي اسانکي پنهنجي ڦهليل خيال کي نون دوارن مان واپس ڪيڇي، اکين جي پٺيان آڻي ايڪاگر ڪرڻو آهي. گرو امرداس جي فرمائين ٿا:-

”نؤ در ٺاڪي ڌارت رهائي، دسويءَ نج گهر واسا پائي،
اوٿي انحد سبد وجهه دن راتي، گرمتي سبد سڻاوڻيا.“
(م ۳، ۱۲۴)

ارٿات جڏهن توهين نون دوارن مان خيال کي ڪڍي، اکين پويان ڪنو ڪندا ته پنهنجي گهر جي دروازي تي پهچي ويندا. ان گهر جي دروازي جي ڪهڙي نشاني آهي؟ نشاني اها آهي ته انهيءَ نقطي يا مرڪز تي سيني جي اندر انحد شبد ڏينهن رات وڃي رهيو آهي، ڌڪارون ڏيئي رهيو آهي. اها مني ڪان مني، سريليءَ ڪان سريلي شبد جي ڌن، جيڪا مالڪ جي درگاهه کان اچي رهي آهي، اها ساڌو سنتن، جورن لڳن مطلب ته سيني جنون جي اندر آهي. اتي نه ڪنهن قوم جو سوال آهي ۽ نه ڪنهن مذهب يا ملڪ جو. ڪو هندو هجي اندر وڃي، سک، عيسائي هجي اندر وڃي. جيڪو به خوشقسمت انسان پنهنجي خيال کي اکين پٺيان، ٽئين تل تي ايڪاگر ڪري ٿو، اهو پنهنجي اندر انهيءَ شبد جي ڌن کي ٻڌڻ شروع ڪري ٿو، شبد جي پرڪاش کي ڏسڻ شروع ڪري ٿو. انهيءَ ڌن دوارا اسانکي

... ، "دويہ چڪشو"، "گهرڊ"، "نقطا-ي-سو...
"سنگل آءِ" (Single Eye)، "ترڊ آءِ" (Third Eye) و...
ڪيترن نالن سان پڪاريو ويندو آهي. انهيءَ جڳهه تان ا...
خيال هيٺ لهي، سرير جي نون دوارن ذريعي سڄي د...
ڦهلجي رهيو آهي. اُتي وڃي اسانکي ڪڏهن ٻارن ٻچن ...
ڪڏهن گهريلو ڪاروبار جو، ڪڏهن دڪان جي گراهڪ...
جو خيال ايندو آهي. من ڪڏهن نهچل يا استر تي نٿو رهي...
ڪنهن نہ ڪنهن پدارٿ جي سوچ ويچار ۾ لڳو ئي رهي ٿو...
اِها جيڪا من کي ڏينهن رات سوچ ويچار ڪرڻ جي عادت
پيل آهي، اُنکي مهاتما "سمرن ڪرڻ" چوندا آهن.

جن جو اسين سمرن ڪندا آهيون، جنجي باري ۾ اسين
سوچيندا ويچاريندا آهيون، اُنهن جون شڪليون بہ اسانجي
اکين اڳيان اچي وينديون آهن. جي اسين ٻارن ٻچن جو
سوچيندا آهيون تہ ٻار ٻچا اکين سامهون اچي ويندا آهن ۽
جي گهرو ڪاروبار بابت سوچيون ٿا تہ ڪاروبار اکين جي
سامهون اچي وڃي ٿو. انکي سنت مهاتما "ڌيان ڪرڻ"
چوندا آهن. جنهنجو بہ ڪير سمرن ڪري ٿو تہ اُنجو ڌيان
ڪرڻ بہ شروع ڪري ٿو. جن جو بہ اسين سمرن ۽ ڌيان
ڪريون ٿا، تن سان پنهنجو ايترو موهہ پيار پيدا ٿئي ٿو، جو
...رات جو سپنا بہ اسانکي اُنهن جا ئي اچڻ لڳن ٿا ۽ موت
...وقت اُنهنجون ئي شڪليون سئنيما جي تصويرن وانگر سامهون
...چي بيهن. پوءِ "جهان آسا تهان باسا" جي چوڻيءَ
...طابق، جنهن طرف انت سمي اسان جو خيال هوندو آهي،
...ن سنساري جيو اُنهيءَ ڌارا ۾ ئي وهڻ شروع ڪندا آهيون.
...هاڻي، اهو ڇا آهي جيڪو اسانکي بار بار سنسار ۾
...ي وٺي اچي ٿو؟ سنسار جو موهہ ۽ پيار وٺي آيو. اهو
...ن پيدا ڪيو؟ سمرن ۽ ڌيان پيدا ڪيو. ڪنهن جي
...۽ ڌيان اهو موهہ پيار پيدا ڪيو؟ اُنهن پدارٿن جي

پرماتما جيڪو اِستان پنهنجي رهڻ لاءِ بڻايو آهي
سربر روپي جڳهه ۾ اهو پاڻ پرماتما ويٺو آهي، جنهن
ماس، ڪڏهن شراب وجهون ٿا، ڪڏهن برا يا ڪوڙا ڪرم
ڪرڻ شروع ڪريون ٿا ۽ ڪڏهن هڪ ٻئي جي گلي ڪٽڻ
جون رٿون سوچيندا رهون ٿا ۽ اهڙيءَ طرح اُنکي گندو ۽
اَپوتر ڪريون ٿا. پنهنجي بڻايل شين جو ته قدر ڪريون ٿا،
پر اَفسوس اِهو آهي، جو پرماتما جي بڻايل وستوءَ جو قدر
ئي نٿا ڪريون.

ڪيترا دفعا اِتهاس پڙهندي شرم ايندو آهي ته جيڪڏهن
انساني هٿن سان ٺاهيل مندرن، مسجدين، گردوارن وغيره
جي ديوار جي سر ۾ غلطيءَ يا اِتفاق سان ڪري پوي ٿي،
ته اسين اُنهن پرماتما جي بڻايل هري مندرن (انساني سربرن)
کي هزارن جي تعداد ۾ ڪيرائڻ لاءِ وڃون ٿا. اِنسان، اِنسان
سان نفرت ڪري ٿو، پر سرن ۽ پٿرن سان پيار ڪري ٿو.
پر جيڪڏهن ڪير ڪنهن سان نفرت ڪري ٿو، ته اهو پرماتما
سان نفرت ڪري رهيو آهي. جيڪڏهن ڪا قوم، ڪنهن
ٻيءَ قوم کي نفرت جي نگاهه سان ڏسي ٿي، جيڪڏهن
ڪو مذهب، ڪنهن ٻئي مذهب جي گلي ڪٽڻ جون رٿون
بڻائي رهيو آهي ته اُن مان صاف ظاهر آهي ته اُن قوم ۽
اُن مذهب ۾ اڃا مالڪ سان ملڻ جو پيار ئي پيدا نه ٿيو آهي،
شوق ئي پيدا نه ٿيو آهي.

اِنهيءَ ڪري گرو صاحب سمجهائين ٿا ته اُن مالڪ سان
ملڻ جو اِستان، اصلي هري مندر تنهنجو سربر آهي، پر
”گرپرسادي ويکه تون“ يعني اُن ڳالهه جو گيان يا سمجهه،
اِيئو توهان کي گرمکن وٽ وڃڻ سان ٿيندو، ساڌ و سنتن جي
سنگت صحبت ۾ وڃڻ سان پراپت ٿيندو، اُنهن جي ديا مهر
سان ٿيندو.

اِن سربر روپي هرمندر ۾ ويٺل پرماتما جي کوج، پوڄا

اهو لي پتو پوندو ته پرماتما اسانجي سرير جي اندر ئي آهي.
وشن منين اسانجي سرير کي "نارائڻي ديهه" جي سمجهايو
آهي، يعني هيءَ اها ديهه آهي، جنهن کي نارائڻ پاڻ پيدا
ڪيو آهي، جنهن ۾ نارائڻ خود براجمان آهي؛ جنهن جي
اندر اسانجي آتما خود نارائڻ ٿيڻ جو فخر حاصل ڪري
سگهي ٿي. حضرت عيسيٰ انساني سرير کي "زنده پرماتما
جو مندر" جي ياد ڪيو آهي. مطلب ته هيءَ اهو مندر آهي
جنهن ۾ مالڪ ملي سگهي ٿو. گرو صاحب انهيءَ ئي شبد ۾
اکين ملي سمجهائين ٿا:

"هر مندر اِهه سرير هئه، گيان رتن پرگٽ هوء."

(م ٣، ١٣٤٦)

مطلب ته توهانجو سرير ئي مالڪ جي ملڻ جي اصلي
جڳهه آهي. جڏهن به توهانکي مالڪ جي ملڻ جو گيان؛
اچي ٿيندو ته اهو صرف سرير جي اندر، وجود جي اندر
ئي ٿيندو. پر اسين ڏينهن رات ٻاهر، پنهنجي هٿان ٺاهيل
سرن پٿرن جي مندرن، مسجدن، گردوارن وغيره ۾ پرماتما
جي کوج ۾ لڳا رهون ٿا. اسين انهيءَ جڳهه ۾ پرماتما جي
کوج ڪرڻ جي ڪوشش ئي نٿا ڪريون، جيڪا پاڻ پرماتما
پنهنجي رهڻ لاءِ ٺاهي آهي، جنهن ۾ پاڻ پرماتما براجمان
آهي. اسين پنهنجي سرير جي اندر وڃي، انجي کوج ڪرڻ
جي ڪوشش ئي نٿا ڪريون، ٻاهر ئي ڀٽڪندا رهون ٿا.

اسين انهن ٻاهرين، انساني هٿن سان ٺهيل مندرن،
مسجدن، گرجاگهرن وغيره کي ڪيترو نه صاف ستهرو رکون
ٿا، انهن ۾ ڌوپ ٻاريون ٿا، سنگمرمر جا فرش لڳايون ٿا،
قيمتي غاليچا وڇايون ٿا، انهن ۾ اندر وڃي ڪوئي ترو يا
ڪونو ڪر نٿا ڪريون، زور سان ڳالهايون نٿا، ڇاڪاڻ ته
اسين ڄاڻون ٿا ته اهي مالڪ جي رهڻ جا استان آهن، تنهن
ي اسانکي انهن جي پوترتا قائم رکڻ گهرجي، پر پاڻ

پرماتما جيڪو اِستان پنهنجي رهڻ لاءِ بڻايو آهي، جنهن سرير روپي جڳهه ۾ اهو پاڻ پرماتما ويٺو آهي، ان ۾ ڪڏهن ماس، ڪڏهن شراب وجهون ٿا، ڪڏهن برا يا کوٽا ڪرم ڪرڻ شروع ڪريون ٿا ۽ ڪڏهن هڪ ٻئي جي گلي ڪٽڻ جون رٿون سوچيندا رهون ٿا ۽ اهڙيءَ طرح اُنکي گندو ۽ اَپوتر ڪريون ٿا. پنهنجي بڻايل شين جو ته قدر ڪريون ٿا، پر اَفسوس اِهو آهي، جو پرماتما جي بڻايل وستوءَ جو قدر ئي نٿا ڪريون.

ڪيترا دفعا اِتهاس پڙهندي شرم ايندو آهي ته جيڪڏهن انساني هٿن سان ٺاهيل مندرن، مسجدين، گردوارن وغيره جي ديوار جي سر ۾ غلطيءَ يا اِتفاق سان ڪري پوي ٿي، ته اسين اُنهن پرماتما جي بڻايل هري مندرن (انساني سريرن) کي هزارن جي تعداد ۾ ڪيرائڻ لاءِ وڃون ٿا. اِنسان، اِنسان سان نفرت ڪري ٿو، پر سرن ۽ پٿرن سان پيار ڪري ٿو. پر جيڪڏهن ڪير ڪنهن سان نفرت ڪري ٿو، ته اهو پرماتما سان نفرت ڪري رهيو آهي. جيڪڏهن ڪا قوم، ڪنهن ٻيءَ قوم کي نفرت جي نگاهه سان ڏسي ٿي، جيڪڏهن ڪو مذهب، ڪنهن ٻئي مذهب جي گلي ڪٽڻ جون رٿون بڻائي رهيو آهي تہ اُن مان صاف ظاهر آهي ته ان قوم ۽ اُن مذهب ۾ اڃا مالڪ سان ملڻ جو پيار ئي پيدا نہ ٿيو آهي، شوق ئي پيدا نہ ٿيو آهي.

اِنهيءَ ڪري گرو صاحب سمجهائين ٿا تہ اُن مالڪ سان ملڻ جو اِستان، اصلي هري مندر تـوهانجو سرير آهي، پـر ”گـرپرسادي ويکہ تون“ يعني اُن ڳالهه جو گيان يا سمجهه، اليڱ توهان کي گرمکن وٽ وڃڻ سان ٿيندو، سادُو سنتن جي سنگت صحبت ۾ وڃڻ سان پراپت ٿيندو، اُنهن جي ديا مهر سان ٿيندو.

ان سرير روپي هرمندر ۾ ويٺل پـرماتما جي کوج، پوڄا

اهو ئي پتو پوندو ته پرماتما اسانجي سرير جي اندر ئي آهي. روشن مني اسانجي سرير کي "نارائڻي ديهه" جي سمجهايو آهي، يعني هيءَ اها ديهه آهي، جنهنکي نارائڻ پاڻ پيدا ڪيو آهي، جنهن ۾ نارائڻ خود براجمان آهي؛ جنهن جي اندر اسانجي آتما خود نارائڻ بڻجڻ جو قدر حاصل ڪري سگهي ٿي. حضرت عيسيٰ انساني سرير کي "زنده پرماتما جو مندر جئين ياد ڪيو آهي. مطلب ته هيءُ اهو مندر آهي جنهن ۾ مالڪ ملي سگهي ٿو. گرو صاحب انهيءَ ئي شبد ۾ اکثر هلي سمجهائين ٿا:

"هر مندر ايهه سرير هئه، گيان رتن پرگٽ هوءِ."

(م ٣، ١٣٤٦)

مطلب تہ توهانجو سرير ئي مالڪ جي ماڻ جي اصلي جڳهه آهي. جڏهن بہ توهانکي مالڪ جي ملڻ جو گيان ٿيندو، نہ اهو صرف سرير جي اندر، وجود جي اندر ئي ٿيندو. پر اسين ڏيهن رات باهر، پنهنجي هٿان ٺاهيل سرن پٿرن جي مندرن، مسجدين، گرداورن وغيره ۾ پرماتما جي کوج ۾ لڳا رهون ٿا. اسين انهيءَ جڳهه ۾ پرماتما جي کوج ڪرڻ جي ڪوشش ئي نٿا ڪريون، جيڪا پاڻ پرماتما پنهنجي رهڻ لاءِ ٺاهي آهي، جنهن ۾ پاڻ پرماتما براجمان آهي. اسين پنهنجي سرير جي اندر وڃي، انجي کوج ڪرڻ جي ڪوشش ئي نٿا ڪريون، باهر ئي ڀٽڪندا رهون ٿا.

اسين انهن باهرين، انساني هٿن سان ٺهيل مندرن، مسجدين، گرجاگهرن وغيره کي ڪيترو نہ صاف سٿرو رکون ٿا، انهن ۾ ڏوپ باريون ٿا، سنگمرمر جا فرش لڳايون ٿا، قيمتي غاليچا وڇايون ٿا، انهن ۾ اندر وڃي ڪوئي بڙ يا ڪوڙو ڪم نٿا ڪريون، زور سان ڳالهايون نٿا، ڇاڪاڻ تہ اسين چئون ٿا تہ اهي مالڪ جي رهڻ جا استان آهن، تنهن ڪري اسانکي انهن جي پوترتا قائم رکڻ گهرجي، پر پاڻ

مان اڄوڪي ڏينهن، بابا جن جي پنداري تي اِها ضرور
پايان. مان سندس ڳالهه ٽاري نٿو سگهان. سو مونکي اڄوڪي
ڏينهن تي اِها پائڻي پوندي آهي. اِنهيءَ شال ۾ مان ڪنبڻ
لڳندو آهيان، انهيءَ ڪري نه، جو اِها گرم ناهي، پر انهيءَ
ڪارڻ جو اِها اهڙن مهان هستين جو ورثو آهي، جنهن لائق
مان پاڻ کي نٿو سمجهان.

**سوال:-** مهاراج جي، اڄ جو ستسنگ ڪهڙو هو؟

**مهاراج جي:-** (مشڪندي) مونکي سچي ڳالهه سمجهائڻ
۾ ڏيڍ ڪلاڪ لڳو هو. هاڻي توهين ٻڌايو ته توهانکي اِها
ڳالهه ڪيترن منٽن ۾ سمجهايان؟

اڄوڪو ستسنگ سري آد گرنٿ جي هڪ شبد جي وياکيا
هو، جنهن ۾ گرو امرداس صاحب جن سمجهائين ٿا ته پرماتما
اسانجي پنهنجي سرير جي اندر آهي. پاڻ فرمائين ٿا:

”گر پرسادي ويکهه تون هري مندر تيري نال.“

اسين ان پرماتما کي انيڪ جڳهين تي ڳولهڻ جي ڪوشش
ڪندا آهيون. آنکي اسين مندرن، مسجدن ۽ گردوارن ۾
ڳولهيندا آهيون، هماليه پربت ۾ هنجي کوج ڪندا آهيون،
آنکي پراپت ڪرڻ لاءِ سادن سنتن، مهاتمائن جا ستسنگ ۾
ٻڌندا آهيون، جٽائون رکندا آهيون، جسم تي ڀڀوت به
لڳائيندا آهيون، ڪن ۾ ٽو پائيندا آهيون. اهي سڀ طريقا،
سڀ ساڌن اسين مالڪ کي پائڻ لاءِ اختيار ڪندا آهيون.
پر هن شبد ۾ گرو صاحب جن پيار سان سمجهائين ٿا ته پرماتما
ڪٿي به ٻاهر ڪونهي، اسانجي سرير جي اندر آهي، ديهه
جي اندر آهي.

سنت مهاتما فرمائين ٿا ته جيڪڏهن ڪو سچي ۾ سچو
گردوارو، مندر، مسجد، ٺاڪردوارو يا گرجاگهر آهي ته اهو
فقط اسانجو سرير آهي، اسانجي ديهه يا وجود آهي. ڪنهن
به مهاتما جي ٻاڻيءَ تي کليءَ دل سان ويچار ڪنداسين ته

بهادر جن جو جنم ڏينهن آهي. انهيءَ ڪري ستسنگي چا
آهن ته اهو ڏينهن سندن ياد ۾ ملهايو وڃي. ستسنگين
ياوناڻن کي خيال ۾ رکندي، جولاءِ جي آخر ۾ ستسنگ ر
ويندو آهي. انهن ۾ جي جولاءِ ۾ ستسنگ نه هجي، ته م
کان سيپٽمبر جي وچ وارو عرصو ڪافي لنبو ٿي وڃي تو
انهيءَ ڪري جولاءِ جي آخري آرتوار تي ستسنگ ڪيو ويندو
آهي ۽ اُن کي به پنڊارو چيو ويندو آهي.

آگسٽ ۾ ماهواري ستسنگ نه ڪيو ويندو آهي، جو اِها
بارش جي موسم هوندي آهي ۽ اُن وقت ستسنگ ۽ لنگر ۽
سنگت جي رهائش جو انتظام ڪرڻ مشڪل ٿي پوندو آهي.
اُن ڪانپوءِ سيپٽمبر ۽ آڪٽوبر جي آخر ۾ ماهواري ستسنگ
ٿيندا آهن. آڪٽوبر جي ستسنگ جو سردار بهادر جن سان
سبنڌ آهي، ڇاڪاڻ ته پاڻ ٢٣ آڪٽوبر جوتي جوت سمايا
هئا. انهيءَ ڪري آڪٽوبر جي ماهواري ستسنگ کي به اسين
پنڊارو چوندا آهيون جو مهني جي آخري آرتوار تي ڪيو
ويندو آهي.

پهرين ته نومبر جي آخر ۾ به ماهواري ستسنگ رکيو
ويندو هو. پر گذريل ٦-٧ سالن کان اهو بند ڪيو ويو آهي،
ڇاڪاڻ ته ١٩٦٥ع کان هر سال انهيءَ مهني ۾ ڏيري ۾ اکين
جي ڪئمپ (Eye Camp) لڳائي ويندي آهي ۽ هڪ ئي
ت سيني ڳالهين ڏانهن ڌيان ڏيڻ مشڪل ٿيندو آهي.
آڪٽوبر جي پنڊاري ختم ٿيڻ شرط اکين جي ڪئمپ
ع تي ويندي آهي ۽ اکين جي ڪئمپ ختم ٿيڻ تي ئي
ر جو ماهواري ستسنگ اچي ويندو هو. انهيءَ ڪري
ٽي اهو ستسنگ نه رکيو ويندو آهي.
ن جي ڪئمپ کانپوءِ مان عام طور ستسنگ جي دوري
ويندو آهيان، جو دهلي ۽ ٻين جڳهين تي ستسنگ
ندا آهن.

ماهواري ستسنگ ٿيندو هو، پر سردار بهادر جن ٢ اپريل جو ڏينهن ستسنگ لاءِ مقرر ڪيو. ان ڏينهن تي حضور مهاراج جن جوتي جوت سمايا هئا ۽ اهو ڏينهن مارچ جي آخري آرتوار جي بلڪل نزديڪ هو. قدرتي طور، ستسنگين جون ياوگيرون به انهيءَ ڏينهن سان جڙيل آهن. انهيءَ لاءِ ان ستسنگ کي به پنهنجو وارو ڏيندو آهي، جيتوڻيڪ پروگرام ساڳيو ٿيندو آهي.

جبڪڏهن مان ڏيري ۾ هوندو آهيان ته مئي جي آخر ۾ به ماهواري ستسنگ ٿيندو آهي. منهنجي ودهش ياترا جي حالت ۾ اهو ماهواري ستسنگ نه ٿيندو آهي.

جون جي آخر ۾ ستسنگ نه رکي سگهبو آهي، جو ان وقت زبردست گرمي هوندي آهي ۾ تاپ ڪرم ١١٦ ڊگريون [illegible] تي پهچي ويندو آهي. تنهنڪري انهيءَ ساڙيندڙ [illegible]، موسم ۾ سنگت کي گڏ ڪرڻ ۽ انهنجي سار سنڀال جو [illegible] مشڪل ٿي پوندو آهي. بابا جن ۽ حضور مهاراج [illegible] جي آخر ۾ ستسنگ نه رکندا هئا. تنهن کانسواءِ [illegible] ۾ ڪسان فصل ڪٽڻي ڪرڻ ۾ لڳل هوندا آهن. [illegible] مهاراج جن جا گهڻا ستسنگي ڳوٺاڻا ۽ ڪسان [illegible]، انهنجي سهوليت کي خيال ۾ رکندي، [illegible] ستسنگ نه رکيو ويندو هو. ان کانسواءِ وري [illegible] جنهنجي آخر ۾ عام طور تمام گهٽ [illegible] برسات پوڻ جي حالت ۾ موسم [illegible] بارش جو هيءُ سڀ کان سٺو [illegible] ۾ برسات پوڻ ۽ هوا لڳڻ [illegible] آهي، پر بارش نه پوڻ [illegible] وقت [illegible] ڪري، موسم [illegible] مئي ۾ ستسنگ رکيو [illegible] سنگهه جن ۽ سردار

هئا. مهني جي آخري ڏينهن تي هتي ستسنگ رکڻ
شروعات اصل ۾ انهيءَ ڪري ٿي تي هئي.
انهيءَ ڪانسواءِ آرتوار هميشه موڪل جو ڏينهن هو
هو ۽ عام طور مهني جي ڇنڇر تي بہ پوري ڏينهن يا
ڏينهن جي موڪل هوندي هئي. انهيءَ ڪري سنگت آساني
سان مهني جي پوئين آرتوار تي ڏيري اچي سگهندي هئي.
چاڪاڻ تہ ڪين معلوم هو تہ اُن ڏينهن حضور مهاراج جن ضرور
ڏيري ۾ هوندا.

اُن ڪانپوءِ ڪجهه ماهواري ستسنگن کي ڀنڊاري جو نالو
ڏنو ويو، چاڪاڻ تہ انهڪي بابا جن، حضور مهاراج جن
۽ سردار بهادر جن جي جنم ڏينهن يا جوتي جوت سمائڻ
جي ڏينهن سان جوڙيو ويو. مثال طور، ٢٩ ڊسمبر حضور
مهاراج جن لاءِ هڪ خاص اهميت ڀريو ڏينهن هو، چاڪاڻ تہ
اُن ڏينهن بابا جن جوتي جوت سمايا هئا. اهو ڏينهن مهني جي
پڇاڙيءَ جي ايترو ويجهو آهي، جو اُن ڏينهن چاهي آرتوار
هجي يا نہ هجي، اُنکي مقرر روپ ۾ ڀنڊاري لاءِ طئہ ڪيو
ويو آهي. اُنکي بابا جن جو ڀنڊارو سڏيو ويندو آهي. پر اُن
ڏينهن بہ اسانجو سڄو پروگرام، روزاني پروگرام جهڙو ٿي
...ندو آهي. صبوح جو ستسنگ، شام جو شبد ۽ ٻئي وقت لنگر.
اُن بعد فيبروري جي آخر ۾ ماهواري ستسنگ ٿيندو
...ي، چاڪاڻ تہ جنوريءَ ۾ ڏاڍي سردي پوندي آهي ۽
...ي، ڊسمبر جي ڀنڊاري جي ويجهو ٿي هوندي آهي.
... مهاراج جن شروع ۾ جنوريءَ جي آخري آرتوار تي بہ
...گ ڪندا هئا، پر پوءِ اهو بند ڪيو ويو، جو ڪين محسوس
... ماهواري ستسنگن جو تعداد گهٽو وڌي ويو آهي.
...ڪري ڪڏهن جنوريءَ جي آخر ۾ ڪڏهن فيبروريءَ
... ۾ ستسنگ رکڻ لڳا.
... مهاراج جن جي وقت ۾ مارچ جي پڇاڙيءَ ۾ بہ

## پنڊارا ۽ سنگت

**سوال:-** مهاراج جي، توهين ڪرپا ڪري اسانکي پنڊارن جي باري ۾ ڪجهه ٻڌائيندا ته اهي پنڊارا شروع ڪڏهن ٿيا؟

**مهاراج جي:-** توهانجو مطلب آهي ته پنڊاري جو ارٿ ڇا آهي؟ هي ۲۹ ڊسمبر جو پنڊارو، راڌا سوامي ستسنگ بياس جي ٻئي وڏهندڙ بابا جيمل سنگهه مهاراج جن جي جوتي جوت سمائڻ جي ساليانې ورسيءَ جو ڏينهن آهي. هن ڏينهن تي بابا جن جوتي جوت سمايا هئا ۽ اسين سندن ياد ۾ ستسنگ ڪندا آهيون. بس، انهيءَ ڏينهن جي اهميت صرف اهائي آهي. اسين انهيءَ ڏينهن کي پنڊارو چوندا آهيون. پنڊاري جو لفظي ارٿ آهي اها جڳهه جتي مفت لنگر يا ڪاڌو ورتائڻ يا استعمال ۾ ايندو هجي. ۾ ڏيري ۾ ته هر روز مفت کاڌو ڏنو ويندو آهي، چاهي گيسٽ هائوس ۾ چاهي لنگر ۾. سو هتي ته هر روز تي پنڊارو آهي.

عام طور هتي ماهواري ستسنگ ٿيندا آهن. ماهواري ستسنگ ۽ پنڊاري جي ڏينهن ۾ ڪو به فرق ناهي. ماهواري ستسنگ حضور مهاراج جن جي وقت ۾ شروع ٿيا هئا. بابا جن ڏانهوءَ حضور جن گدي نشين ٿيڻ بعد به اجا ملٽريءَ جي نوڪريءَ ۾ هئا ۽ ڪنهن خاص يا مقرر ڏينهن تي هتي ستسنگ ڪرڻ نه ايندا هئا. اهڙيءَ طرح آسپاس جي سڄي سنگت کي خبر هوندي هئي ته حضور جن اچي ٿي چار ڏينهن ڏيري ۾ ٿي هوندا. حضور مهاراج جن سال جي نون ڏهن مهينن جي آخري آچرواري تي ستسنگ لاءِ مقرر ڪري ڇڏيو هو. باقي عرصو پنج ڇهه ٿي، ائبٽ آباد يا ڪنهن ٻيءَ جڳهه تي پهنجي نوڪريءَ تي رهندا هئا. اهي سڀ استان هاڻي پاڪستان ۾ آهن، اُتي ڏانهوءَ جڏهن مهاراج جن رٽاير ٿي هتي آيا ته هو ڪيترا ئي دفعا پورو مهينو ستسنگ جي دوري تي رهندا

مهاراج جن جي ستسنگ ٻڌڻ لاءِ آئي. هوشيارپور ۾ ستسنگ
تورا آهن. سڄو شهر ستسنگ ۾ ايتري سنگت کي ڏسي دنگ
رهجي ويو. شهر وارن ان کان اڳ ڪڏهن به اُتي ايڏو وڏو
ميڙ نه ڏٺو هو.

**سوال:-** ديوان صاحب! حضور وڏن مهاراج جن اسانجي
ستگرو* (موجوده سرڪار گدي نشين) جي باري ۾ ڇا چيو
هو، جنهنجو ذڪر توهانجي پستڪ "سنت سماگم" ۾ آيل
آهي؟

**مهاراج جي:-** ان باري ۾ سڀاڻي ڳالهائينداسين.

---

ضور وڏن مهاراج جن (ساون سنگهه جن) موجوده
ي لاءِ فرمايو هو: "منهنجو جانشين مونکان ڏهوڻي
دِيا مهر ڪٽي ايندو. ستسنگ ۽ ڏيرو اڃا به گهڻي
و."

پهنجي ڪراچيءَ جي دؤري ۾ اٽي ۹-۱۰ ستسنگ ڪيا.
حضور جن فرمايو: "ڏسو، منهنجي اشتهاري ڪامپني پهچي
ويئي آهي. تنهالڪي منهنجي ستسنگ جي پرچار ڪرڻ جي
ضرورت ناهي. هي ماڻهو خود ان ڪم لاءِ پهچي ٿا وڃن".
هاڻي ته توهين پاڻ ڏسي رهيا آهيو ته هزارين سنڌي ستسنگي
ٿيندي وڃن ٿا. پهرين صرف ديوان پارتاڻي ۽ سندس
ڌرمپتني ئي ستسنگي هئا، پوءِ دادا ليلارام ستسنگي ٿيو ۽
اهڙيءَ طرح ڪل ۳ سنڌي ستسنگي ٿيا. ان بعد ڪولهاپور
مان هڪ سنڌي ستسنگي ٿيو ۽ ۲-۳ ٻيا به ستسنگ ۾ اچڻ
لڳا، هينئر هزارين سنڌي ستسنگي آهن.

**ديوان صاحب:-** حضور وڏن مهاراج جن ڪراچيءَ ۾
پهريون ستسنگ ديوان پارتاڻيءَ جي بنگلي جي اڳيان ڪيو
هو. ان ستسنگ ۾ اچڻ وارن جو تعداد ايترو وڏو ويو، جو
ستسنگ سمنڊ جي ڪناري "ڪلفٽن بيچ" تي ڪرڻو پيو.

**مهاراج جي:-** ڪيترن ڌرمن جا ماڻهو مهاراج جن جي
خلاف اخبارن ۾ ليک لکندا رهندا هئا، پر حضور جن پنهنجا
ستسنگ جاري رکيا.

هاڻي توهين ڪٿي به وڃو، ڪابه مخالفت ڪانه ٿي ٿئي.
ڪيترن ئي ڌرمن جا نيتا يا اڳوان هتي اچي ستسنگ ٻڌندا
آهن. ڪين هيءَ مارگ صحيح لڳندو آهي، پر هو پنهنجي
ڌارمڪ ريت رواج ۾ ايترو قدر قائل آهن، جو پنهنجي
روايتي عقيدن يا ويچارن جا بندن ٽوڙي نٿا سگهن. ڏاسه
برادريءَ جي صدين ڪان هلندڙ پرمپرا ۽ وشواس کي ڇڏڻ
۾ ڪافي همت ۽ دليريءَ جي ضرورت آهي.

**ديوان صاحب:-** گذريل آرتوار تي مهاراج جن ستسنگ
ڪرڻ لاءِ هوشيارپور پڌاريا. منهنجي ڏيءُ اچ اتان آئي
آهي. هوءَ ٻڌائي رهي هئي ته اٽي لڳ ڀڳ هڪ لک سنگت

ڪٽر پنٿي، جن لاءِ زنده يا ديهه ڌاري گروءَ ۾ وشواس رکڻ
محال هو، اهي ٻوءِ مهاراج جن جا ستسنگي بڻيا ۽ انهن سنت
مت جي پستڪن لکڻ ۾ به سهائتا ڪئي. اهو سڀ حضور
مهاراج جن جي اَن اَپار ڪرپا ۽ ديا جو ڦل آهي، جنهن ذريعي
هنن سنت مت جو پرچار ڪيو.

مونکي ياد آهي ته ڪراچيءَ ۾ هڪ سنڌي ستسنگي
ديوان پاروناڻي هوندو هو. شايد سندس ڌيءَ اڃا به ڏيري
۾ رهندي آهي. هڪ ٻيو ستسنگي دادا ليلارام به انهن ڏينهن
۾ ڪراچيءَ رهندو هو، تنهن اسانکي ٻڌايو ته مهاراج جن
ڪراچيءَ اچڻ وقت ديوان پاروناڻيءَ کي لکيو: ”ستسنگ جي
باري ۾ اخبارن ۾ ڪوبه اشتهار نه ڏجو. مان ته صرف توهان
جي ڌيءَ جي شاديءَ ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ اچان ٿو ۽ شايد
ستسنگ ڪري سگهان يا نه. انهيءَ ڪري اخبارن ۾ انهيءَ
باري ۾ ڪابه خبر نه ڏجو“.

جڏهن مهاراج جن ڪراچيءَ پهتا ته اُتي جي ١٥-٢٠
ستسنگين کين ستسنگ ڪرڻ لاءِ وينتي ڪئي. پر ديوان
پاروناڻي صاحب چيو ته ستسنگ ڪونه ٿيندو، ڇاڪاڻ ته مون
اخبارن ۾ ان باري ۾ ڪابه خبر ڪانه ڏني آهي. سو نڪو
ڪنهن کي پتو آهي ۽ نه ڪو ستسنگ ٻڌڻ ايندو. مهاراج جن
فرمايو: ”توهين هڪ ڏينهن انتظار ڪريو، ڪجھ نيڪ منش
پاڻيهي اچي منهنجي ستسنگ جو ڍنڍورو ٻڌيندا“. ائين ئي
ٿيو. مهاراج جن جا وروڌي اچي پهتا ۽ انهن دهل وڄرائي
اعلان ڪيو: ”فلاڻو آدمي شهر ۾ آيل آهي، نه ڪير ان سان
ملڻ وڃي، نه ڪو انجو ستسنگ ٻڌي. هو گرو نانڪ صاحب
جي ٻاڻيءَ جو غلط ارٿ ڪري ٿو ۽ ماڻهن کي گمراهه ڪري
رهيو آهي“. نتيجو اهو نڪتو جو هزارين ماڻهو ستسنگ ٻڌڻ
لاءِ آيا.

دادا ليلارام ۽ پاروناڻي صاحب ٻڌائيندا هئا ته مهاراج جن

عام انسان ستسنگين کي وشواس جوڳو سمجهن ٿا.
توهان ڊاڪٽر جانسن جي پستڪ ”منهنجو ستگرو“ (With a Great Master in India) ۾ پڙهيو هوندو ته ڪهڙي طرح جڏهن حضور مهاراج جن راولپنڊيءَ ۾ ستسنگ فرمائي رهيا هئا ته ڪجهه ورودين انهن تي حملي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. ڊاڪٽر جانسن خود به ان وقت اتي حاضر هو.

**ديوان صاحب:-** ڏيري ۾ سوال صبح جو ٣ بجي، جڏهن پڇڻ جي گهنٽي وڄندي هئي ته ڪجهه ماڻهو ستسنگين جي ڌيان ۾ رڪاوٽ وجهڻ لاءِ ڏيري جي آس پاس ٻنبه وڄائڻ، آتش بازي ٻارڻ ۽ ٻيا اهڙا ڪاروهه ڪرڻ شروع ڪندا هئا.

**مهاراج جي:-** ڇا توهين ڪاٻنا ڪري سگهندا ته حضور مهاراج جن ڏيري ۾ ”ستام گهر“ جي سامهون ستسنگ ڪندا هئا. مون پنهنجي پڙهائيءَ جي ڏينهن ۾ اتي ستسنگ ٻڌو ڏٺو هو. اڄڪلهه جتي ٻارن جو اسڪول آهي، اها جڳهه پهرين ڏيري کان ٻاهر هوندي هئي. انهيءَ جڳهه تي راڌاسوامي مارگ جا ڪجهه ورودي سک، ٽوليون ٺاهي ڪشتيون لڙڻ لاءِ ڪافي ماڻهو ڪٺا ڪندا هئا ۽ سنگت جو ستسنگ مان ڌيان هٽائڻ لاءِ ڍول وغيره به وڄائيندا هئا.
هو ڪاڏي ڪاڻ لاءِ ڏيري جي لنگر ۾ ٻي ايندا هئا. حضور مهاراج جن ڪڏهن به کين لنگر ۾ اچڻ کان نه روڪيندا هئا. حضور جن فرمائيندا هئا: ”لنگر سڀني لاءِ کليل آهي، توهين وڏي خوشيءَ سان کائي سگهو ٿا.“
حضور وڏا مهاراج جن ڪڏهن به ڪنهن شخص جي ڀلا ڌرم جي نندا نه ڪندا هئا، پر پنهنجا وياکيان ۽ ستسنگ هر حالت ۾ جاري رکندا هئا. هنن پريم، ڌيرج ۽ ڪومل هردي سان سڀني کي سنمت مت ڏانهن مائل ڪيو. آخر اهي ورود ڇڏي، مهاراج جن جا شرڌالو شش بڻجي پيا. ڪيترا ٿي

بيڪڏهن سنسار جي اتهاس جي کوج ڪئي وڃي، منهنجي خيال ۾، ٻيو ڪوبه اهڙو سنت مهاتما نه ملي سگهندو جنهن حضور وڏن مهاراج جن جيتري تڪليف ۽ جاکوڙ سان سنت مت جي اپديش جو ايتري قدر پرچار ۽ ڦهلاءُ ڪيو هجي. حضور جن ته ڪٺي سان شروع ڪري انبار ڪيا آهن. توهانکي معلوم آهي ته جڏهن بابا جي مهاراج جن ٻتريسن هتي آيا، تڏهن سندن صرف هڪ ڪچي ڪوٺڙي هئي، پر هاڻي توهين هن مهمان گهر (Guest House) ۾ آرام سان رهيا پيا آهيو، جنهن ۾ سڀ سهوليتون ميسر آهن. هيءَ اهائي جڳهه آهي.

ان ڪانپوءِ حضور مهاراج جن کي مائٽن جي پاري وروڌ کي به منهن ڏيڻو پيو. ڪجھ سک پسائر ۽ ڪجھ آريه سماجي سندن خلاف هئا. انهن جو چوڻ هو ته حضور جن مائٽن کي گمراهه ڪري رهيا آهن. جتي به مهاراج جن ستسنگ ڪرڻ ويندا هئا، اتي اهي وروڌي گڏ تي دهل وغيره وڄائڻ شروع ڪندا هئا. هو اشتهار وراهيندا هئا ته حضور جن جي ستسنگ ۾ ڪير به نه وڃي، ڇاڪاڻ ته هو لوڪن کي غلط مارگ تي لڳائي رهيا آهن. پر حضور مهاراج جن بلڪل ڌيرج ... همت سان پنهنجي ڪارڻ ۾ محڪم رهيا. انجو نتيجو اهو ...ڪتو، جو اهي سڀ منش جيڪي ڪنهن وقت سندن مخالفت ...ندا هئا، هينئر سندن پريمي ستسنگي آهن.

...هيءَ ان وقت جي ڳالهه آهي، جڏهن ستسنگي پاڻ کي ... سوامي سڏائڻ کان ڇرڪندا هئا، ملڻ وقت هڪ ٻئي کي ... جي سامهون، راڌا سوامي چئي نه ڪيڪاريندا هئا، حجاب ...هئا ۽ پاڻ کي لڪائي رکندا هئا. اهو سڀ انهيءَ ڪري ...و تعداد ۾ هو ٿورا هئا، ٻيا مائٽو سندن مذاق اڏائيندا ...ن طعني بازي ڪندا هئا ۽ سندن نرادر ڪندا هئا. ...و ستسنگي هڙئي جي ڳالهه کي لڪائين ڪونه ٿا ۽

**مهاراج جي:-** ها، انهيءَ باري ۾ سوچيندي، حيراني ضرور ٿئي ٿي، ڇاڪاڻ ته اڄ به اَڌ جيترا ماڻهو پٿرن، مورتين وغيره کي ڀڳوان مڃي، انهن جي پوڄا ڪندا آهن. هي سڀ بت پوڄا يا مورتي پوڄا ناهي ته ٻيو ڇا آهي؟ ٻوڌين، مهاتما ٻڌ جون مورتيون ٺاهيون آهن. جينين، مهاوير سوامي جون مورتيون ٺاهيون آهن ۽ ڪرشن ڀڳوان جي ڀڳتن جي به ساڳي حالت آهي.

**پروفيسر پٽناگر:-** حضور، عيسائين جي به ساڳي حالت آهي. انهن به حضرت عيسيٰ جون مورتيون ۽ ڪراس جون نشانيون ٺاهيون آهن.

**مهاراج جي:-** ها، حضرت عيسيٰ جون مورتون به پوڄيون وڃن ٿيون. مورتيون ته صرف پٿر ئي آهن. اسين انهن کي پنهنجي مرضيءَ موجب روپ ۽ رنگ ڏيئي، انهن جي پوڄا ڪرڻ شروع ڪريون ٿا. اهو سڀ ڇا آهي؟ مندر، مسجديون، گردوارا، گرجا گهر وغيره آخر آهن ڇا؟ صرف پٿر ئي ته آهن. پٿرن جي ئي پوڄا ٿي رهي آهي.

**سوال:-** ڇا، اهي پٿر ڪنهن جي نشاني نه آهن؟

**مهاراج جي:-** اهي ڀلي ڪنهن جون به مورتيون يا نشانيون ڇو نه هجن، پر سڀ اسانجي ڪلپنا آهي. پٿر ته آخر پٿر ئي آهي، جڙ ۽ بيجان آهي، اُن ۾ جان ته ٿي نٿي سگهي.

عام طور دنيا جا لوڪ يا ته گذريل مهاتمائن جي پوڄا ڪندا آهن يا پٿرن جي. انهيءَ ڪري حضرت عيسيٰ فرمائين ٿا ته "توهين پوڄا ته ڪريو ٿا، پر توهانکي خبر ناهي ته ڪنهن جي پوڄا ٿا ڪريو" (جان ۴: ۲۲). توهين چئو ٿا ته پرماتما جي پوڄا ڪري رهيا آهيون. پر توهانکي اها خبر ناهي ته توهانجو پرماتما ڪٿ آهي. "پرماتما جي پوڄا ڪرڻ جو اصلي يا سچو طريقو آهي، شبد يا نام روپي ست جي پوڄا ڪرڻ" (جان ۴: ۲۳).

ڪنهن پوري پرٻند ڪرڻ جي، مهاراج جن کي رهڻ لاءِ عرض ڪن ٿا ۽ اهو به خيال نٿا ڪن ته کين ڪيتري نه تڪليف ۽ پريشاني ٿئي ٿي. پر مهاراج جن پاڻ ان باري ۾ هڪ اکر به نه چيو.

اهڙيءَ طرح مهاراج جن انيڪ ڪشت سهي سنت مت جو پرچار ڪيو. اهي اهڙا اڻانگا استان هئا، جتي پهچڻ ڏاڍو مشڪل هو. هاڻي مونکي ٢-٣ سالن ۾ هڪ دفعو انهن جڳهين تي وڃڻ جو موقعو مليل آهي ۽ مان پنهنجي ڪار ۾ به ڪافي مشڪلات سان اُتي پهچندو آهيان. حضور جن جا قائم ٿيل اهي ستسنگ سينٽر به نهايت خوبصورت آهن. اڄڪلهه بهوٽا ۾ ستسنگ جي وقت ١٥-٢٠ هزار سنگت ڪٺي ٿي ويندي آهي. پنهنجي پوئين دوري ۾ مون اٽڪل ٨٠٠ جڳياسن کي نام ڏنو هو. جيڪڏهن مونکي اُتي رهڻ جو وڌيڪ وقت هجي ها ته اڃا به وڌيڪ جيون کي نام ملي وڃي ها. بهوٽا جي نزديڪ ڪو به ڳوٺ ڪونهي. سنگت دور دور جي پهاڙين کان صرف ستسنگ ٻڌڻ لاءِ ئي اُتي ايندي آهي. اُهي بلڪل سڌا سادا ۽ سرل سڀاوَ وارا منش آهن، جن جا هردا پريم، ڀڳتي ڀاوَ ۽ شرڌا سان ڀرپور آهن. اهو سڀ حضور وڏن مهاراج جن جي ڀروسيل ٻج جو ڦل آهي. دراصل هيءُ اُهي ئي ماڻهو آهن، جيڪي ڀيرين ڀٿرن کي، ديوي ديوتائن ۽ مورتين کي پوڄيندا هئا، لڪير جا فقير ۽ ڪرم ڪانڊ ۾ وشواس رکندڙ هئا. آهستي آهستي حضور مهاراج جن پنهنجي ستسنگ ۽ ديا مهر دوارا سندن دليون جيتي ورتيون ۽ هاڻي هي سڄو پهاڙي علائقو سندن مهما جا گيت ڳائي رهيو آهي. مهاراج جن جو پوکيل ٻج هينئر وڏي ڦل ڏيڻ لڳو آهي.

**سوال:-** مهاراج جي، ماڻهو ايتري قدر اند وشواسي ڪيئن ٿا ٿين، جو ڀٿرن کي اِشٽ مڃي، اُنهن جي پوڄا ڪن ٿا؟

ڪوبہ انتظام نہ ٿي سگھيو. گهر جو مالڪ ڪنهن ٻئي جي گهر ۾ هليو ويو ۽ واسو اُتي ڪانيائين. ٻهاڙن ۾ ته واسو جو ڪابي ٿڌ پوندي آهي، سو لالا منشيرام ۽ ٻانهي شادي هيٺ دڪان ۾ سمهيا. مهاراج جن مٿين ڪمري ۾ کٽ تي سميا ۽ مان سندن کٽ جي هيٺان سمهيس.

حضور جن جتي به ويندا هئا ته پنهنجو وسرو ساڻ وٺي ويندا هئا، چاڪاڻ ته هو ڪڏهن به ڪنهن وقت بوجهہ نہ ڪندا هئا. دراصل مهاراج جن جا سڀ سانئي سندن وسوئيءَ ۾ ئي ڪاڏر ڪانيندا هئا. تنهڪري مهاراج جن جو وسرو گانڍي ۽ لالا منشيرام جو لوڪر ڪرما، سڙڪ جي ڪناري ڪاڏر تيار ڪرڻ لڳي ويا. انهن به سرون وڪي چلهہ ٺاهيو ۽ اُن ۾ ڪالمون ٻارڻ لاءِ وڃهي تئي تي روٽيون وغيره پچائڻ لڳا.

جڏهن ڪاڏر تيار ٿي ويو تہ لالا منشيرام اچي مون کان پڇيو تہ سويل صبوح جو مهاراج جن لاءِ سنان جو پرٻنڌ ڪيئن ڪيو رهي؟ اُتي ڪاڪوس يا سنان گهر وغيره تہ هئا ئي ڪونہ. اسان چار ڏنڊا ڪرڙي، انهنجي چوڌاري چادر ٻڌي ڇڏي، ٻن بالٽين ۾ پاڻي آلدوسين ۽ ڪجھ پٿر جوڙي حضور جن لاءِ واهي سنان ڪرڻ جي جڳهہ ٺاهي ورتيسين. اهڙيءَ طرح ۲-۳ پٿر جوڙي ڪاڪوس تيار ڪيوسين. پر اسان سڀني لاءِ اهڙو ڪوبہ انتظام نہ ٿي سگھيو. اساڻجي سنان لاءِ ڪا جڳهہ ئي نہ هئي ۽ ضروري حاجت لاءِ اسانکي ٻاهر ڪيتن ۾ وڃڻو پيو.

حضور وڏن مهاراج جن پنهنجي تڪليف جي ڪا شڪايت نہ ڪئي. هتي روزاني لمر موجب سويل صبوح جو اُٿي ٿڌي پاڻيءَ سان سنان ڪيو ۽ ڪپڙا پائي تيار ٿي ويا. حضور جن انڪل لوپس ٻجي ستسنگ ڪيو ۽ پوءِ ٻهوٽا لاءِ روانا ٿيا. اسين حضور جن جي پريشانيءَ جو خيال ڪري اُڏ واسو تانس نہ سمهي نہ سگهياسين ۽ سوچيندا رهياسين تہ هي منش ٻنا

”حضور، هتي ستسنگ فرمائڻ جي ضرور ڪرپا ڪريو.“
مهاراج جن سندن عرض سويڪار ڪيو.

انهيءَ ڪري اُتي ڪافي دير تي ويٺي ۽ اسين اندبري تيڻ کان اڳ ڀوٽا پهچي نہ سگهياسين. اسين قريب سج لهڻ وقت اُتان روانا ٿياسين ۽ جلد ئي اندبرو تي ربو. اجا هڪ ٻہ ميل ئي هليا هونداسين، جو ڪجهہ ڇپر ۽ ڪچا مڪان نظر آيا. اُتي سڙڪ جي ڪناري ٢٠-٣٠ ستسنگي حضور جن جو انتظار ڪري رهيا هئا. اُنهن بنا ڪنهن سوچ ويچار جي، تہ مهاراج جن کي ڪٿي رهائيندا، ڪين عرض ڪيو: ”مهاراج جي، اڄ هتي ئي رهي پئو“.

مهاراج جن آس پاس ڏسي چيو: ”نيڪ آهي، مان رات هتي ئي رهندس. توهين سڀ ڪنا تير تہ مان ستسنگ ڪندس.“ اُهي سڀ ويهي رهيا ۽ مهاراج جن ڪرسيءَ تي ويهي ستسنگ شروع ڪيو. جڏهن حضور مهاراج جن اسانکي ٻڌايو تہ پاڻ اڄ رات هتي ترسڻ جو فيصلو ڪيو اٿن، تہ اسانکي ڏاڍي چنتا ٿي پيئي. مرن، مهاراج جن جي سيڪريٽري لالا منشي رام ۽ ڀائي شادي، جيڪو مهاراج جن سان هميشه گڏ رهندو هو، تنهي پاڻ ۾ صلاح ڪئي تہ مهاراج جن کي ڪٿي رهايو ويندو، ڇاڪاڻ تہ اُتي سندن رهڻ لائق ڪا جڳهہ ئي ڏسڻ ۾ ڪانہ پيئي اچي. نيٺ هڪ ستسنگيءَ پنهنجو مڪان حضور جن جي رهائش لاءِ آڇيو. هيٺ سندس ڪپڙي جو دڪان هو، جو ڪپڙي جي تاڪين ۽ ٻين قسمين قسمين شين سان ڀريل هو ۽ مٿي هڪ ڪمرو هو، جنهن ۾ هو پاڻ، پنهنجي پتنيءَ، ٤-٥ ٻارن ۽ هڪ نوڪرياڻيءَ سميت رهندو هو. اُنهيءَ ستسنگيءَ چيو: ”توهين چنتا نہ ڪريو، مان مڪان خالي ڪري ٿو ڏيان“. اُن مڪان خالي ڪيو ۽ اسان سندس مٿين ڪمري ۾ مهاراج جن جي رهڻ جو پربنڌ ڪيو. پوءِ سندن باقي ساٿين جي رهڻ لاءِ

لاءِ سنڌن قائم ڪيل سينٽرن کي ڏسڻ سان حيراني لڳندي آهي تہ حضور جن انهن جڳهن تي پهتا ڪيئن؟ ستر نوسا ۽ ڪجهہ ٻيا وديشي ستسنگي مون سان گڏ ستسنگ جي دوري تي هماچل پرديش جي انهن علائقن ۾ ويا آهن، جي اُن وقت ڪانگڙي ضلعي ۾ هئا. اهي تبت جي سرحد جي لڳولڳ ۽ سملي جي پرسان آهن. هائي ورې نہ اُتي ڪجهہ رستا تہ آهن، جاهي ڪڙ ٻڙ وارا ني، پر حضور مهاراج جن جي وقت ۾ تہ ڪابہ سڙڪ ڪانہ هئي. حضور مهاراج جن ڪڏهن گهوڙي تي سوار ٿي ويندا هئا ۽ ڪڏهن پيدل ويندا هئا. سنڌن شبوادار مٿي تي سامان کڻي سنڌن پٺيان هلندا هئا. مهاراج جن جي رهڻ لاءِ ڪا جڳهہ ڪانہ هوندي هئي. اُن پاسي نہ ڪو وشرام گهر (Rest House) هو ۽ نہ سنان يا ضروري حاجت وغيرہ لاءِ ڪا جڳهہ هوندي هئي. راهہ ۾ تبڻ تي حضور مهاراج جن ۽ سنڌن ساٿي ڪنهن نہ ڪنهن جي معمولي ڪچي مڪان ۾ پهچي ويندا هئا، جتي هيٺان تہ مالڪ جو دڪان هوندو هو ۽ مٿي هوندي هئي رهائشي ڪوٺڙي، جنهنکي حضور مهاراج جن جي رهڻ لاءِ خالي ڪيو ويندو هو.

مونکي ياد آهي تہ هڪ دفعو جڏهن منهنجي ڪاليج ۾ گرمين جون موڪلون هيون، مان حضور مهاراج جن سان گڏ پهتا وڃو هوس. آخري ۹-۱۰ ميل حضور جن کي گهوڙي تي سواري ڪرڻي پئي، ڇاڪاڻ تہ اُتي ڪا سڙڪ ني نہ هئي. ۽ ٻکو رستي ۾ ڪٿي سنڌن رهڻ جو پربند ني ڪيل هو. حضور جن پاڻ گهوڙي تي هئا ۽ اسين سڀ سنڌن پٺيان پٺيان پيدل هلي رهيا هئاسين. رستي ۾ هڪ جڳهہ تي ڪيترا ني ستسنگي گڏ ٿيل هئا ۽ اُنهن اُتي لائوڊ اسپيڪر جو پربند بہ ڪري رکيو هو. حضور مهاراج جن جو اُتي ستسنگ ڪرڻ جو ڪو پروگرام ني نہ هو. پر اُنهن ستسنگين وينتي ڪئي:

جي پاسي، ڏکڻ طرف اچي ويا. انهيءَ کري ني جلندر، لڌيانا ۽ ڪپورٿلا ۾ ايترا ستسنگي آهن. هؤ انهن شهرن جا اصلي رهواسي ڪونهن. اهي پاڪستان مان اچي اتي وسيا يا آباد ٿيا آهن. انهن هتي اچي ستسنگ ڪرڻ شروع ڪيا، جن ۾ ڪافي ماڻهو اچڻ لڳا. سو انهن شرڻارٿي ستسنگين ذريعي سنت مت انهن شهرن ۾ ايترو ڦهليو آهي. حضور مهاراج جن ڪالپوءِ، سردار بهادر صاحب جن ستسنگ جا دؤرا ڪيا ۽ اُن بعد مان ۾ ستسنگ جا دؤرا ڪرڻ لڳس.

بڙي وڏن مهاراج جن جا مکيہ دؤرا اُتر طرف چترال، لنڊي ڪوتل، پشاور، ڪوهاٽ ۽ ڪوئيٽا وغيره ڏانهن هوندا هئا. حضور جن انهن علائقن جي آسپاس وارن شهرن ۾ ستسنگ لاءِ ويندا رهندا هئا.

رهائڪي ڪالبوءِ اسين هند - پاڪ سرحد جي نزديڪ ٿي ويا آهيون. هتان سرحد ٣٠-٤٠ ميل ني دور آهي. انهيءَ کري امرتسر ضلع ڪي ڇڏي، اسان جي ستسنگ جون سڀ ڪارگذاريون ڏيري جي هن پاسي جلندر ۽ انهيءَ جي اڳيان واري علائقي طرف آهن.

**سوال:-** ڇا، اُن وقت بمبئي ۽ ڪلڪتي جا دؤرا ڪرنا ٿيندا هئا؟

**مهاراج جي:-** حضور مهاراج جن سانگلي ويندي بمبئيءَ ۾ هڪ يا ٻہ دفعا ستسنگ فرمايا هئا. سندن مول مقصد سانگلي وڃڻ جو هوندو هو، ڇاڪاڻ تہ اُتي جو راجا ۽ سندس پروار جا ڪجهہ ماڻهو ستسنگي هئا ۽ پر واري علائقي ۾ بہ ڪجهہ ستسنگي هئا. اُن وقت بمبئيءَ ۾ ٿورا ني ستسنگي هئا. منهنجي خيال ۾ هڪ سؤ ڪان وڌيڪ نہ هئا، شايد انکان گهٽ ني هئا.

ڪلڪتي ۾ شايد حضور مهاراج جن صرف هڪ دفعو ني ستسنگ ڪيو هو. حضور جن هڪ ليڪيدار ۽ هڪ انجنير

تيندو هو. ديوان صاحب کي انهي جاڻ آهي.

ديوان صاحب! اُن وقت ڪپورٿلا ۾ ڪيترا ستسنگي هوندا هئا؟

**ديوان صاحب:-** حضور مهاراج جن اپريل ١٩١١ع ۾ رٽاير ٿيا ۽ مون ١٩١٢ع ۾ جلندر ۾ وڪالت شروع ڪئي. اُن وقت جلندر ۾ ستسنگين جا صرف ٢ يا ٣ پروار هئا. اڄ اُتي ويهه هزارن کان مٿي ستسنگي آهن. مان ڪپورٿلا رهندو هوس ۽ اُتي صرف منشي چانڻ مل جو پروار ئي ستسنگي هو. هاڻي اُتي ٽن هزارن کان وڌيڪ ستسنگي آهن.

**مهاراج جي:-** مونکي ياد آهي ته ڪپورٿلا جي هڪ ستسنگ ۾ صرف ديوان صاحب، پروفيسر جڳموهن لعل، ڊاڪٽر ايشور سنگهه ۽ ڊاڪٽر گلزار سنگهه جن جا پروار هئا ۽ شايد هڪ يا ٻه سنڌي پروار ٻه هئا. اُنهن ڏينهن ۾ اُتي صرف ٦-٧ پروار ئي ستسنگي هئا. هڪ طرح اِها سٺي ڳالهه هئي، ڇاڪاڻ ته سڀ ستسنگي هڪ ٻئي کي ڄاڻندا سڃاڻندا هئا ۽ هڪ ٻئي جي ويجهو هئا. ڪنهن ٻه شهر ۾ ستسنگ ٻڌڻ وارن جي پيڙ جو ڪو به مسئلو ڪونه هو. بلڪ مان ته اِئين چوندس تـه تن ڏينهن ۾ ستسنگين جو هڪ ٻئي ۾ ڪافي پريم پيار، ميل ميلاپ هو. سنگت جي وڌڻ سان هڪ ٻئي کي سڃاڻڻ ئي مشڪل ٿيو پوي.

پر امرتسر ۽ اُنجي آسپاس واري علائقي ۾ اُنهن ڏينهن ۾ ٻه مهاراج جن جا ڪافي ستسنگي هئا ۽ سندن اُتي نهرايل ستسنگ گهر به چڱو وڏو ۽ ڪشادو هو، جنهن ۾ ڪافي سنگت ماپي سگهندي هئي. تنهن کان سواءِ لاهور، راولپنڊي، گجران والا، وزير آباد، شيخو پورا، ملتان ۽ اُنهنجي لڳولڳ علائقن ۾، جيڪي هاڻي پاڪستان ۾ آهن، هزارين ستسنگي هئا. پر ڏيري جي ڏاکڻي علائقن ۾ بلڪل ٿورا ستسنگي هئا. پاڪستان وارا لڳ ڀڳ سڀ ستسنگي پروار ورهاڱي بعد

اُن وقت ستسنگ پراڻي ڏيري ۾ لائبريءَ جي سامهون ٿيندو هو ۽ اُها جڳهه ڪڏهن به پوريءَ طرح نه پرُبي هئي. ستسنگ ۾ هڪ قسم جي ڳالهه ٻولهه والگر ٿيندو هو. ڪئين دفعا ڪو نه جگياسو يا ستسنگي ستسنگ جي هلندي ٿي، وچ ۾ اُٿي ڪو سوال پڇندو هو ۽ مهاراج جن جواب ڏيندا هئا. ڪڏهن ڪير اُٿي راماڻ، گرو نانڪ يا ڪبير وغيره جي باڻيءَ مان حوالا ڏيئي، اِهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو هو ته اُنهن جو اُپديس به ساڳيو ئي هو ۽ مهاراج جن حامي ڀري فرمائيندا هئا ته برابر اُنهن نه الهيءَ روحانيت جو ئي اُپديش ڏنو آهي. اهو مهاراج جن جو ستسنگ هڪ طرح جي ڳالهه ٻولهه وانگر هوندو هو ۽ ساڳئي وقت ستسنگ نه هوندو هو. پاڻ عام طور سوامي جن جي باڻيءَ مان ڪنهن شبد جو ستسنگ ڪندا هئا ۽ پوءِ ٻيو شبد سري آد گرنٿ جو ڪٽندا هئا. سندن ستسنگ ٻن ڪلاڪن يا ڪڏهن ڪڏهن اُن کان وڌيڪ وقت تائين به هلندو هو.

اُنهن ڏينهن ۾ هندستان جي هن حصي ۾ زيادهه ستسنگي ڪو نه هئا. جلندر، ڪپورٿلا، لڌيانا، انبالا ۽ دهليءَ جي شهرن ۾ تمام ٿورا ستسنگي هئا. لڌيانا ۾ حضور مهاراج جن ديو پرڪاش جي گهر جي اڱڻ ۾ ستسنگ ڪندا هئا. توهين خود ئي اندازو لڳائي سگهو ٿا ته اُن ۾ ڪيترا ماڻهو ماپي سگهندا هوندا، وڌ ۾ وڌ ٢٠٠-٣٠٠ ماڻهو. جلندر ۾ حضور جن سردار پڪت سنگهه جي هڪ ڪمري ۾ ستسنگ ڪندا هئا ۽ ٨-١٠ ستسنگي ئي هوندا هئا. دهليءَ ۾ دريا گنج ستسنگ گهر جي اڱڻ ۾ ستسنگ ٿيندو هو ۽ اُتي به مون ڪڏهن ١٠٠-٢٠٠ ماڻهن کان وڌيڪ ڪرنه ڏٺا. اِهو حاطو به ڪڏهن پورو نه ڀريو هو. سرسي ۾ ستسنگين جي حاضري مشڪل سان ١٠٠-١٥٠ جي هوندي هئي، هاڻي تعداد هزارن تائين پهچي ويو آهي. ڪپورٿلا ۾ ستسنگ پروفيسر جڳموهن لعل جي گهر جي اڱڻ ۾

هوندو هو، اُتي پهچي ويندا هئا. كيترا ستسنگي سامان
كٽي سندن پنيان پنيان هلندا هئا. مهاراج جن جا كيترا ئي
فوٽا آهن، جن ۾ ستسنگي سندن پنيان هلندا نظر ايندا آهن.
توهان اهڙا كجھ فوٽا ڏٺا هوندا. اسان وٽ مهاراج جن جي
اُنهيءَ علائقي جي دؤري جي هڪ فلم به آهي. مون خود
كالا باغ ڏسڻ چاهيو ٿي، پر بدقسمتيءَ سان ڏسي نه سگهيس.
مان اُن دؤري ۾ هنن سان گڏ هوس، چاكاڻ جو منهنجو
كو مسئلو هو، جنهنجي كين خبر پهچي ويئي هئي ۽ مونكي
تار ڏيئي گهرايو هئائون. پر مان حضور جن وٽ پشاور تڏهن
پهتس، جڏهن هو انبت آباد ۾ به ڏينهن رهي واپس موٽي
چكا هئا.

حضور مهاراج جن پنهنجي ستسنگ جا وڏا دؤرا لڳ ڀڳ
١٩٣٠ع كان شروع كيا.* انكان اڳ به حضور جن لاهور ۽ ٻين
شهرن ۽ ڳوٺن ۾، جي هاڻي پاكستان ۾ آهن، ستسنگ لاءِ
ويندا هئا. پر ١٩٤٠ع كان ١٩٤٥-٤٦ تائين پاڻ باقاعدي هماچل
پرديش ۽ هندستان جي اُنهن كيترن ئي حصن ۾، جيكي
هاڻي پاكستان ۾ آهن، ستسنگ جي وڏن دؤرن تي ويندا
رهيا، جنهن كري هتي ڏيري ۾ حضور جن جي ستسنگ ۾
حشام ماڻهن جا اچڻ لڳا. ان كان اڳ ڏيري ۾ سندن ستسنگن
۾ مشكل سان ٽي چار سؤ ستسنگين جي حاضري هوندي هئي.

---

* ڊاكٽر جانسن جي پستك ”منهنجو ستگرو“ ۾ انهن
شروعاتي دؤرن جو احوال درج آهي. ١٩٠٦ع كان مهاراج جن
انهن كيترن استانن جا نيا دؤرا شروع كيا هئا، جي
هاڻي پاكستان ۾ آهن. سندن شروعاتي دؤرن جو احوال
ميسر ناهي، پر ڏيري جي ١٩٦٨ع جي ساليانيءَ رپورٽ ۾
حضور جن جي ١٩١٥ع كان ١٩٤٦ع تائين دؤرن جو كجھ
تن ڏنل آهي.

ڪين ووي وسائل يا آباد ڪرڻ ۾ پنهنجي طرفان پوري پوري ڪوشش ڪئي. هاڻي هو بلڪل خوش آهن ۽ چنڊيگڙھ جي نزديڪ چڱيءَ طرح وسيل آهن. اُنهنجا سڀ ڪٽنب ستسنگي آهن. اُنهن مان لڳ ڀڳ سيئي ڊسمبر جي ڀنداري تي هتي ڏيري ۾ ايندا.

سو اُها حضور جن جي خاص ديا مهر هئي. مهاراج جن فرمائيندا هئا: ”ٽي سکهي ٿو، اُنهن مان ڪجھ ماريا ويا، ڪجھ هندستان نہ پهچي سگهيا. اهي سڀ ستسنگي پروارن جا ليڪ بالڪ آهن.“ تنهنڪري مهاراج جن خاص طرح اُنهن تي اُها شبد ڏن جي بخشش ڪئي هئي. هو شهنشاھ هئا ۽ پنهنجي مرضيءَ موجب ڪنهن کي بہ پنهنجي دولت مان مالا مال ڪري ٿي سگهيا. اُنهنکي ڪير ٿي روڪي سگهيو؟ پر اُهڙا موقعا ورلي ايندا هئا. منهنجي ڄاڻ موجب حضور جن آخري دفعو ڪالا باغ ۾ ننڍن ٻارن کي اُهڙيءَ طرح نام جي بخشش ڪئي هئي.

شايد توهانکي خبر نہ هوندي تہ اُن بعد اُتي ڇا ٿيو، ڇا وهيو واپريو. پاڪستان ٺهيو ۽ ماڻهن کي ڪافي مصيبتن مان لنگهڻو پيو. اُنهن تي حملو ٿيو ۽ ڪن واتو رات گهر بار ڇڏي ڀڄڻو پيو. ڪجھ ماڻهو ماريا ويا، پر لڳ ڀڳ سڀ ستسنگي صحيح سلامت هندستان پهچي ويا. ڪالا باغ ۾ مهاراج جن جو شخصي مڪان، جيڪو هنن خود اُتي ٻوڪريءَ جي وقت ٺهرايو هو، اُن کي جلايو ويو ۽ اُن جي بڍي چوڪيدار کي ماريو ويو. حضور جن کي دل ۾ اُنهن لاءِ ڪافي پيار هو. جڏهن پاڻ ١٩٤٥ع ۾ اُتي ويا تہ اُن وقت سندن عمر اٽڪل ٩٠ سال هئي. اُنهيءَ عمر ۾ حضور جن اُنهن پهاڙن تي ويا، جتي نہ تہ ريل وينديي هئي، نہ موٽر ۽ نہ هوائي جهاز. اُنهيءَ عمر ۾ بہ مهاراج جن گهوڙي تي نہ ويندا هئا. هو پيدل ٿي اوچن پهاڙين تي، چار پنج ميل پنڌ ڪري، جتي ڪين وڃڻو

**مهاراج جي:-** ته بس، عام طور انهن نه تيندو
پيرڻ، اها هڪ خاص گهٽنا هئي. مهاراج جن جي نوڪري
گهڻو عرصو ايبٽ آباد علائقي جي نتيا گلي ڪيتر ۾ گذري
جو هائي پاڪستان ۾ آهي. ان علائقي کي ڪالا باغ
ويندو هو. حضور جن پنهنجي ٢٥ سالن جي نوڪري
٢٠-٢٢ سال اتي گذاريا هئا. مهاراج جن کي انهيءَ علائ
جي مائهن لاءِ بيحد پيار هو ۽ هو ۾ مهاراج جن کي شخصي ط
جاڻندا سڃاڻندا هئا. پياس اچي گرو گديءَ جي ذميواري
سنڀالڻ بعد ۾ حضور جن انهن پهاڙي علائقن ۾ ستسنگ جي
دورن تي ويندا هئا. هو اتي جي جگياسين کي نام دان
ڏيندا هئا ۽ ڪڏهن ڪڏهن بارن کي شبد ڏن ۾ بخشيندا
هئا.

حضور جن کي جاڻ هئي ته پاڪستان نهندو ۽ اهي مائهو
اتسان بي ڳبر تي نکرندا. ڪوبه نتي چئي سگهيو ته اهي
مائهو اتسان اجڙي، ڪٿي ڪٿي اچي وسندا يا آباد ٿيندا.
انهيءَ ڪري ١٩٤٥ع ۾ ڪالا باغ جي پنهنجي آخري دوري
۾، مهاراج جن ستسنگين جي بارن کي گڏ ڪري ڪين شبد ڏن
جي بخشش ڪئي. انهن ستسنگين کي ڪوبه پروسو نه هو
ته هو اتي رهي سگهندا يا نه. هر طرف انهيءَ ڳالهه جي چرچا
هئي ته هندستان جو ورهاڱو ٿيندو ۽ پاڪستان نهندو. پر
مهاراج جن کي اڳيئي معلوم هو ۽ انهيءَ ڪري هنن ستسنگين
جي بارن کي شبد ڏن بخشي.

**ديوان صاحب:-** حضور وڏا مهاراج جن ان پاسي نومبر
١٩٤٥ع ۾ ويا هئا.

**مهاراج جي:-** ها، اها انهيءَ وقت جي ڳالهه آهي.
ڪجهه وقت ڪانپوءِ انهن مائهن کي اتسان نڪرڻو پيو. هو
هندستان ۾ آيا ۽ جاءِ بجاءِ ٽڙي پکڙي ويا. مهاراج جن کين
ڪافي پيسا، ڪپڙا ڏنا ۽ ٻيءَ ۾ هر قسم جي سهائتا ڪئي ۽

## حضور مهاراج جي

**سوال:-** مهاراج جي، اسانکي نهايت خوشي ٿيندي، جيڪڏهن توهين حضور مهاراج جن جي باري ۾ ڪجهه ٻڌائيندا.

**مهاراج جي:-** حضور مهاراج جن جي باري ۾؟ اسين نه هر روز مهاراج جن جون ئي ڳالهيون ڪندا آهيون، ڇاڪاڻ ته جيڪي ڪجهه مان چوندو آهيان، اهو سڀ مون انهن کان ئي ته ٻڌو آهي ۽ انهن جي پريم مان پرياپتا پائي، اسين اهي ڳالهيون روز دهرائيندا آهيون. هن استان جي ذري ذري مان سندن سڳنڌ اچي رهي آهي. جيڪي ڪجهه به هتي هن بستيءَ ۾ ڪيو آهي، اهيءَ مان سندن پريم ۽ ڀڳتيءَ ڀاو جي خوشبوءِ ڦهلجي رهي آهي.

حضور مهاراج جن جي باري ۾ سهج روپ ۾ ته ڳالهيون ڪري سگهجن ٿيون، پر جيڪڏهن خاص سندن باري ۾ ٻڌائڻ لاءِ چيو وڃي ته پوءِ ڪجهه به چوڻ نهايت مشڪل ٿيو پوي. مهاراج جن ته مهاراج جن ئي هئا. هو بي مثل، بي نظير ۽ لاثاني آهن. اهيءَ کان وڌيڪ سندن باري ۾ ٻيو ڇا ٿو چئي سگهجي؟

**سوال:-** مهاراج جي، ڊاڪٽر جانسن جي پستڪ ”مهنجو ستگروُ“ (With a Great Master in India) ۾ ذڪر آيل آهي ته هڪ دفعي مهاراج جن ستسنگين جي پڇڻ تي، پنجن نامن جي سمرن ڏيڻ بنا ئي ڪين سڌو شبد ڌُن ٻڌڻ جي جڳتي سيکاري هئي. ڇا اِئين عام طرح ڪيو ويندو آهي؟

**مهاراج جي:-** توهين هتي ٻن ٽن مهينن کان رهيل آهيو. ڇا، توهان ڪٿي اهڙي ڳالهه ٿيندي ڏٺي آهي؟

**سوال:-** نه.

**سوال:-** ڇا ڇپائي وڀاڳ جي آفيس ۾ اُتي هوندي؟

**مهاراج جي:-** ڇپائي وڀاڳ جتي هيٺر آهي، اُتي ئي رهندو، ڇاڪاڻ تہ اُن کي ڪتابن رکڻ لاءِ اسٽور جي بہ ضرورت رهي ٿي. ڪتابن رکڻ لاءِ هڪ بئي گدام ٺاهڻ جي اسڪيم بہ زير وچار آهي.

**سوال:-** ۽ ان ڪانپوءِ ڇا ٿيندو؟

**مهاراج جي:-** اِهو نرماڻ ۽ وڪاس ڪاريہ هلندو ئي رهندو. اسان جون اسڪيمون تہ گهڻوئي ڪجهہ ڪرڻ جون آهن، پر اسين ڪيترو ڪجهہ ڪري سگهنداسين، سو تہ مالڪ ئي بهتر ڄاڻي ٿو. اسان ڪان پنهنجي طرفان جيڪو ڪجهہ بہ وڌ ۾ وڌ ٿي سگهندو، اهو ڪندا رهنداسين.

لاءِ ٺهرائي رهيا آهيون. اُنهن مان ڪيترا پراڻا ستسنگي آهن، جن کي سوسائٽيءَ اهي مڪان اڳيئي ورهائي ڇڏيا آهن. هر مڪان ۾ هڪ ڪمرو ۽ لاڳو غسلخانو آهي. هتي ستسنگين کي بس ايتري نه ضرورت آهي.

نئين سال ۾ اسين نئين سيڪريٽريٽ (سچيواليه) جي اڏاوت جو ڪم شروع ڪري رهيا آهيون، جنهن ۾ ڏيري جون سڀ آفيسون گڏ هڪ استان تي ڪيون ويندييون. هن وقت ڪا آفيس ڪٿي آهي ته ڪا ڪٿي، دادا ليلارام جي آفيس هڪ هنڌ آهي ته ڪنا صاحب جي ڪنهن ٻئي هنڌ. بولاڪاڻي صاحب جو دفتر ڪنهن ٻيءَ جڳهه تي آهي ۽ منهنجو دفتر اڃا ٻه ڪنهن ٻيءَ جڳهه تي. ان ڪري هڪ سيڪريٽريٽ ٺاهي رهيا آهيون، جنهن ۾ سڀ آفيسون هڪ ئي جڳهه تي ڪيون تي ويندييون. ڪنا صاحب (سيڪريٽريءَ) ۽ اسسٽنٽ سيڪريٽريءَ جي رهائش ٻه اُتي ئي ٿيندي. هيٺ گرائونڊ فلور تي سڀ دفتر هوندا ۽ مٿينءَ منزل تي ٻنهي لاءِ رهائشي مڪان هوندا.

**سوال:-** سيڪريٽريٽ ڪٿي ٺهرايو ويندو؟

**مهاراج جي:-** اسپتال جي سامهون، جتي اڄڪلهه انڪوائري يا پڇا ڳاڇا جي آفيس آهي، اُتي سيڪريٽريٽ ٺهرايو ويندو. انهيءَ ڪري ئي اسين وڏي ستسنگ گهر جي حاطي کي خوبصورت ٺاهڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهيون، جيئن سڀ جڳهيون ملي هڪ سريکو ۽ دلڪش اثر پيدا ڪن. اسان ستسنگ گهر جي اوچي ديوار هٽائي ڇڏي آهي ۽ اُن جي بجاءِ لوهي جهنگلي واري ننڍي ديوار ٺهرائي رهيا آهيون.

**سوال:-** سو اهو سيڪريٽريٽ ڏيري جي وچ تي ٿيندو؟

**مهاراج جي:-** اهو ڪالونيءَ جي وچ ۾ ٿيندو، جيئن ڏيري ۾ ايندڙن کي آفيس ڳولهڻ ۾ تڪليف نه ٿئي ۽ موٽڻي

انهيءَ حساب سان اها منجهند جو ڪاڏو ختم ٿي ٿو ته ٻئي ٽه شام جو ڪاڏو شروع ٿئي ٿو. سو مان چاهيان ٿو ته لنگر کي وڌائي بيٺو ڪيو وڃي ته جيئن هڪ دفعي ۾ ٺي ٥٠-٦٠ هزار ماڻهو ويهي ڪاڏو ڪائي سگهن. انهيءَ ڪري ماڻهن جي واسطي زمين تي ويهي ڪاڏي ڪائڻ لاءِ ڪافي جڳهه جي ضرورت آهي.

انهيءَ ڪانسواءِ وڏندڙ ضرورت انوسار اسانکي برتڻ به مزيد ڪوٺا پوندا ۽ وڏيڪ روٽيون، دالبون وغيره لاهڻ لاءِ وڏڻ پچائڻ جو پربند به ڪرڻو پوندو. اسان وڏيڪ روٽين پچائڻ لاءِ ڪافي تعداد ۾ وڏا لوهي توا ميسر ڪيا آهن ۽ دالين، سبزين رڌڻ جي جڳهه به اڳي کان گهڻي قدر وڏائي آهي. باقي ضرورت صرف خالي زمين جي آهي، جتي گهڻي ۾ گهڻي سنگت ويهي ڪاڏو ڪائي سگهي. اسين زمين کي سڌو ڪري، انجي چوڌاري ديوار ڪٽائي، ڊسمبر جي آخر تائين اهو ڪم پورو ڪري وٺنداسين.

**سوال:-** ڪي ماڻهو سچو ڏيهين ڪر ڪندا نظر اچن ٿا. ڇا، اهي سڀئي ستسنگي آهن؟

**مهاراج جي:-** نه. اسانکي ڪي مزدور به ڪرتي لڳائڻا [illegible] آهن. اهي مزدور سچو ڏينهن رازن ۽ ڪاريگرن سان [illegible] آهن ۽ پر رازن کولن مان روزاني مزدوريءَ تي [illegible] لاءِ ايندا آهن. ٿي سگهي ٿو ته اهي ستسنگي [illegible] انهيءَ ڪم لاءِ روزانو مزدوري ڏني وينيدي [illegible] شام جو هڪ يا ٻن ڪلاڪن لاءِ شيوا تي [illegible]

[illegible] مڪان اکين جي اسپتال اکيان [illegible] ڏيري لواسين لاءِ آهن؟

[illegible] جي:- [illegible] ٻي ورجي چڙها ويا [illegible] وارا ڪوارٽر ستسنگين جي رهائش

٣٠٧

**سوال:-** هيءَ سمورو تعميري يا نرماڻ ڪاريه ڏاڍي سنڀي ۽ ساڃاهيل طريقي سان ٿي رهيو آهي. توهان لنگر کي وڌائي وڏو ڪرڻ بابت فرمايو هو؟*

**مهاراج جي:-** منهنجو ويچار آهي ته اسين ڊسمبر جي آخر تائين اهو ڪم پورو ڪري وٺنداسين. مان چاهيان ٿو ته نديءَ ڏانهن ويندڙ سڙڪ تائين سڄي زمين لنگر سان ملائي ڇڏجي. اسين لنگر کي اڄ جي ابراهيمءَ کان پيٽي ابراهيم ڏيئي، اُن جي چوگرد ديوار ٺهرائي ڇڏينداسين. جنهن وقت اهو ڪم چالو ٿيندو ته اُن وقت توهان مان ڪجهه ستسنگي هتي هوندا.

**سوال:-** ان لاءِ لوهه جو ڍانچو ٺهي ويو آهي، يا اڃا ٺهڻو آهي؟

**مهاراج جي:-** اهو لوهه جو ڍانچو دراصل هڪ تمام وڏو شيڊ آهي. انهيءَ جي ڪافي وڏي ڇت آهي، جيڪا خاص طريقي بڻايل لوهي ڍانچي جي سهاري بيهاري ويندي. اهو ڪم جلدي شروع نٿو ڪري سگهجي، ڇو ته انهيءَ جو ڪنهن فرم کي ٺيڪو ڏنو آهي. تنهنڪري اُن ۾ ڪجهه وقت لڳندو. اهي فرم وارا خود اچي شيڊ ٺاهيندا. اسين اهڙو پاري ڪم خود پنهنجي سر نٿا ڪري سگهون. پر اسانجو وڏيڪ ڌيان ته ڪليل جڳهه ڏانهن آهي، جنهن ۾ ويهي سنگت لنگر کائي سگهي.

موجوده لنگر ۾ لڳ ڀڳ ٣٠ هزار سنگت هڪ وقت ويهي ڀوڄن ڪري سگهي ٿي ۽ اٽڪل ماڻهن کي هڪ دفعي ۾ کاڌي کارائڻ ۾ اڌ ڪلاڪ لڳي ٿو وڃي. جي اَڌ ڪلاڪ ۾ ٣٥ هزار ماڻهو کاڌو کائين، ته توهين پاڻ اندازو لڳائي سگهو ٿا ته ٻن لکن ماڻهن کي کاڌي کارائڻ ۾ ڪيترو وقت لڳندو.

---

* هيءَ سوال آڪٽوبر ١٩٧١ع ۾ پڇيو ويو هو.

پاڻيءَ جي ٽانڪين ۾ پربو ويندو آهي، جتان سڄي ڪالونيءَ کي پهچايو ويندو آهي.

**سوال:-** ڇا، هيءَ پاڻي ڳرو يا سخت آهي؟

**مهاراج جي:-** هيءَ پاڻي صحت بخش آهي.

**سوال:-** ڪلهه جڏهن ڪجهه توهان واريءَ تي اڏاوت ڪرڻ جي باري ۾ فرمايو هو، اُنهيءَ بنسبت مان سوچي رهيو آهيان ته هيءَ ڏيري جي جوڙ ديواريءَ جي اوساري، جا بلڪل واريءَ تي ٻيٺل آهي، اُها سلامت ڪيتري قدر ٺيڪ آهي؟

**مهاراج جي :-** ها. سرابر اها ديوار واريءَ تي ڪنبل آهي پر اُنجي پيڙهه پٿر تي رکيل آهي. اُنجو بنياد ڪافي ڳيرو ڪوٺيل آهي، تنهنڪري اها ڪرندي ڪانه. اُنجي چنتا نه ڪريو، ڇاڪاڻ ته پريم ۽ شردا ڀڳتيءَ سان اُنجي اڏاوت ٿيي رهي آهي، تنهنڪري انهيءَ پريم ۽ شردا ڀڳتيءَ تي ئي اُنجو بنياد آهي، جيڪو پهاڙيءَ مثل آهي.

توهين ڄاڻو ٿا ته دنيا ۾ ڪابه چيز دائم قائم نٿي رهي. جيڪڏهن مصر جا پرئمد ۽ چين جي وڏي ديوار سدا قائم نٿا رهي سگهن ته پوءِ هن ديوار جو فڪر ڇو ڪجي؟ هيءَ جوڙ ديواري پنهنجو ڪاربه ڪري رهي آهي پر آخر ان جي عمر جي به حد ۽ معياد ته آهي ئي.

**سوال:-** مهاراج جي، ڇا هتي جي سموري وڪاس ۽ نرماڻ (اڏاوت) جون يوجنائون توهين پاڻ ٺاهيندا آهيو؟

**مهاراج جي:-** نه. اسان وٽ ڳڻيئي سياڻا ۽ قابل انجنير آهن. پولاڪاڻي صاحب ۽ لعل صاحب ڏاڍا تجربڪار انجنير آهن. اهي ئي ساري نرماڻ ڪاربه جون يوجنائون ٺاهيندا آهن. اسين سڀ گڏجي ڪم ڪندا آهيون، پر هو ماهر آهن ۽ ڪين انهيءَ ڪم جي سڀني باريڪين جي ڄاڻ آهي.

هيٺ پاڻيءَ جي سطح تائين پهچي ويندي آهي ۽ کو...
تي ويندو آهي. اهو تمام ڀراٽو ۽ ڪجهه مشڪل طريقو...

**سوال:-** ڇا، هتي جي زمين پٿريلي ڪانهي؟

**مهاراج جي:-** نه. هتي زمين ۾ پٿر ڪونهي. ... زمين ۾ يا واري آهي يا مٽي. ڪٿي ڪٿي مٽي تمام سخ... آهي، پر پٿريلي ڪونهي. هاڻي ته اسين ٽيوب ويل لڳارائ... رهيا آهيون، جنکي مشين ذريعي کوٽيو ويندو آهي. اِنهي طريقي سان بس ڏينهن ۾ ٽي پاڻيءَ جي سطح تائين پهچي ويندا آهيون ۽ پاڻي ڪڍڻ شروع ڪندا آهيون. رواجي طور کوهه لاءِ هتي ٦٠-٧٠ فوٽن تائين کوٽائي ڪرڻي پوندي آهي ۽ ٽيوب ويل لاءِ اٽڪل ٣٠٠ فوٽن جي گهرائي تائين وڃڻو پوندو آهي، ڇاڪاڻ ته ٽيوب ويل مان تمام گهڻو پاڻي ڪيڇيو ويندو آهي. ٽيوب ويل جي سرائيءَ تي تختو رکي، اُن تي هٿ سان يا بجليءَ تي هلندڙ پمپ لڳايو ويندو آهي.

**سوال:-** گهري يا اونهي کوهه ۾ پاڻي مٿي ڌرتيءَ جي سطح تائين چڙهي ايندو آهي، يا هيٺ ئي رهندو آهي؟

**مهاراج جي:-** عام کوهه لاءِ نه، پر صرف ٽيوب ويل لاءِ ئي ٣٠٠ فوٽ گهري کوٽائي ڪرڻي پوندي آهي. رواجي کوهه ته ٦٠-٧٠ فوٽ يا وڌ ۾ وڌ ٩٠-١٠٠ فوٽ ئي گهرو هوندو آهي. بس، اُن کان وڌيڪ نه.

**سوال:-** ڇا، ٽيوب ويل ۾ پاڻي مٿي زمين جي سطح تائين ايندو آهي يا هيٺان کان مٿي پمپ ذريعي آڻڻو پوندو آهي؟

**مهاراج جي:-** تمام هيٺان کان مٿي ڇڪڻو پوندو آهي. ...تيءَ جي سطح کان اٽڪل ٣٠٠ فوٽ هيٺ وڃي، پوءِ ...ءَ کي زمين جي سطح کان اٽڪل ٨٠ فوٽ مٿي ڇڪي...

آهي ، پيو ٽيوب ويل آهي ۽ ٽئين تي ڪجهه به نه آهي ،
انهيءَ ڪري مان ٽئين کوهه کي پورائي ڇڏڻ چاهيان ٿو.
اهي ٽيئي کوهه زمين سان گڏ ڪسانن جي ذاتي ملڪيت
هئا، ڇاڪاڻ ته هر ڪسان کي پنهنجي فصل کي پاڻي ڏيڻ
لاءِ خانگي يا شخصي کوهه هوندو هو. اسانکي اها زمين
کوهن سميت، مربع بنديءَ ڪرائڻ جي وقت خريد ڪرڻي
پيئي. انهن کوهن جي اسانکي ضرورت ڪونهي ، ڇاڪاڻ
ته اسان وٽ اول ئي ٻه پيا کوهه آهن. تنهنڪري انهن ٽن
کوهن مان شايد ٻن کي بند ڪرايو ويندو ، باقي هڪ ئي رکيو
ويندو. سائيڪل اسٽينڊ جي پنيان اسين هڪ بي وڏي پاڻيءَ
جي ٽانڪي ٺهرائي رهيا آهيون ، جنهنکي ڀرڻ لاءِ هڪ نئين
نموني جو ٽيوب ويل تيار ڪيو ويندو.

**سوال:-** مهاراج جي ، انهن کوهن کي بند ڪرائڻ جي بجاءِ
انهن کي ڍڪي ڪر ٻه نه آڻي سگهجي ڇا؟ مثال طور ، انهن ٻه
ڪنهيون ٻوڪي سگهجن؟

**مهاراج جي:-** (کلندي). مان توهانکي انهن مان هڪ
کوهه ڏيئي ٿو ڇڏيان ۽ توهين ان ۾ ڪنهيون ٻوڪڻ جي ڪوشش
ڪري ڏسو. توهانکي خبر هوندي ته جي کوهه مان پاڻي
نه ڪڍيو وڃي ته ان ۾ بدبوءِ اچڻ شروع ٿيندي آهي ۽
کوهه ۾ زهريلي گئس پيدا ٿيندي آهي. ڪيترا ماڻهو پراڻن
کوهن ۾ ڪِرڻ سان زهريلي گئس ڪارڻ مري ويندا آهن ،
ڇاڪاڻ ته انهن ۾ تازي هوا نٿي پهچي.

**سوال:-** ڇا، کوهه کي ڪنهن به طريقي ، هينان ٿري کان
ئي بند نٿو ڪري سگهجي؟

**مهاراج جي:-** کوهه کي مٿان بند ڪري سگهجي ٿو،
پر گئس تڏهن به اندر رهندي ۽ ڪنهن به وقت ڦِڪڻ ٿوڙي
ٻاهر نڪري سگهندي. تنهنڪري بهتر ائين آهي ته کوهه کي
واريءَ سان ڀري ، زمين جي سطح تي آڻي ، سڌو ڪري ،

مونکي ياد آهي ته ١٩٢٠-١٩٢١ع ۾ جڏهن مان هتي آيو هوس ته ندي ڏيري جي لڳولڳ ٿي وهندي هئي، جتي هينئر ديوار آهي. ٻن ٽن سالن ۾ ندي هتان ماٺهو هٽي ويئي ۽ پوءِ ۾ ايندا هئا. ديوان صاحب کي انهيءَ ڳالهه ۾ سڀ ڪجهه معلوم آهي.

**ديوان صاحب:**- اسين هتي نديءَ جي ڪناري تي لي سنان ڪندا ۽ ڪپڙا ڌوئندا هئاسين.

**مهاراج جي:**- ها. انهن ڏينهن ۾ هتي (نيرب ريل) وغيره ته هوندا ڪونه هئا. ماڻهو ندي ڪناري تي ضروري حاجت لاءِ ويندا هئا ۽ نديءَ ۾ ئي سنان وغيره ڪندا هئا. ندي ڏيري سان بلڪل لڳي وهندي هئي ۽ رات جو انجو آواز ڏيري ۾ صاف ٻڌڻ ۾ ايندو هو، خاص طور جڏهن نديءَ ۾ ٻوڏ اچڻ واري هوندي هئي، پر آهستي آهستي اها پنهنجي ٻئي طرف هٽندي ويئي ۽ هاڻي لڳ ڀڳ ٻن ميلن جي دوريءَ تي رهي ٿي.

**سوال:**- هاڻي اسين جنهن کوهه جو پاڻي استعمال ڪريون ٿا، سو ڪٿي آهي؟

**مهاراج جي:**- هاڻي ته ڪيترا ئي کوهه آهن. هڪ ته توهانجي گيسٽ هائوس جي ٻاهران، گيٽ جي ڀرسان آهي. انهيءَ ڪري گيسٽ هائوس جي حاطي جي ديوار سڌي نه آهي. وچ ۾ کوهه جي ڪارڻ ڪجهه مڙيل آهي. هڪ ٻيو کوهه گيسٽ هائوس جي ٻئي پاسي واريءَ ڪنڊ ۾ آهي. انهن ٻنهي کوهن مان پاڻيءَ جون ٽانڪيون ڀريون وينديون آهن ۽ سڄي ڪالونيءَ کي پاڻي پهچندو آهي. ڏيري ۾ هڪ ٻيو کوهه به آهي، جيڪو حضور مهاراج جن ڪوٺايو هو ۽ جنهن بابت ڪيترا چرچا ٿيندا رهندا آهن. ان کوهه ۾ پاڻي ڪڍڻ لاءِ پمپ لڳل آهي.

ڏيري ۾ ٽي ٻيا به کوهه آهن. اهي انهيءَ جڳهه تي آهن جتي اڪثر ستسنگ جو شيوا ٿيندي آهي. هڪ ۾ نار لڳل

آهي، ڀڄو ٽيوب ويل آهي ۽ ٽئين تي ڪجهه به نه آهي ۽ انهيءَ ڪري مان ٽنهين کوهه کي پوراڻي ڇڏڻ چاهيان ٿو. اهي ٽيئي کوهه زمين سان گڏ ڪسانن جي ذاتي ملڪيت هئا، چاڪاڻ ته هر ڪسان کي پنهنجي فصل کي پاڻي ڏيڻ لاءِ خانگي يا شخصي کوهه هوندو هو. اسانکي اها زمين کوهن سميت، مربع بنديءَ ڪرائڻ جي وقت خريد ڪرڻي پيئي. ايترن کوهن جي اسانکي ضرورت ڪونهي، چاڪاڻ ته اسان وٽ اول ئي ٻه پيا کوهه آهن. تنهنڪري انهن ٽن کوهن مان شايد ٻن کي بند ڪرايو ويندو، باقي هڪ ئي رکيو ويندو. سائيڪل اسٽئنڊ جي پٺيان اسين هڪ ٻي وڏي پاڻيءَ جي ٽانڪي ٺهرائي رهيا آهيون، جنهنکي ڀرڻ لاءِ هڪ نئين نموني جو ٽيوب ويل تيار ڪيو ويندو.

**سوال:-** مهاراج جي، انهن کوهن کي بند ڪرائڻ جي بجاءِ انهن کي ٻئي ڪم ۾ نٿو آڻي سگهجي ڇا؟ مثال طور، انهن ۾ ڪنهين ڀوڪي سگهجن؟

**مهاراج جي:-** (کلندي). مان توهانکي انهن مان هڪ کوهه ڏيئي ٿو ڇڏيان ۽ توهين ان ۾ ڪنهين ڀوڪڻ جي ڪوشش ڪري ڏسو. توهانکي خبر هوندي ته جي کوهه مان پاڻي نه ڪڍيو وڃي ته ان ۾ بدبوءِ اچڻ شروع ٿيندي آهي ۽ کوهه ۾ زهريلي گئس پيدا ٿيندي آهي. ڪيترا ماڻهو پراڻن کوهن ۾ ڪرڻ سان زهريلي گئس ڪارڻ مري ويندا آهن، چاڪاڻ ته انهن ۾ تازي هوا نٿي پهچي.

**سوال:-** ڇا، کوهه کي ڪنهين به طريقي، هيٺان تري کان ئي بند نٿو ڪري سگهجي؟

**مهاراج جي:-** کوهه کي مٿان بند ڪري سگهجي ٿو، پر گئس تڏهن به اندر رهندي ۽ ڪنهين به وقت يڪدم ٻوڙي ٻاهر نڪري سگهندي. تنهنڪري بهتر اهين آهي ته کوهه کي واريءَ سان ڀري، زمين جي سطح تي آڻي، سڌو ڪري،

مولکي ياد آهي ته ١٩٢٠-١٩٢١ع ۾ جڏهن مان هتي آيو هوس ته لديءَ جي ڏيڍي جي لڳولڳ ئي وهندي هئي، جتي هنئر ديوار آهي. ٻن ڳولن مان ماڻهو هتي ٻيڙيءَ ۾ ايندا هئا. ديوان صاحب کي انهيءَ باري ۾ سڀ ڪجهه معلوم آهي.

**ديوان صاحب:-** اسين هتي لديءَ جي ڪناري تي ئي سنان ڪندا ۽ ڪپڙا ڌئندا هئاسين.

**مهاراج جي:-** ها. انهن ڏينهن ۾ هتي (تبوت ويل) وغيره ته هوندا ئي ڪو نه هئا. ماڻهو لدي ڪناري تي ضروري حاجت لاءِ ويندا هئا ۽ لديءَ ۾ ئي سنان وغيره ڪندا هئا. لدي ڏيڍي سان بلڪل لڳي وهندي هئي ۽ واسو جو انجو آواز ڏيڍي ۾ صاف ٻڌڻ ۾ ايندو هو، خاص طور جڏهن لديءَ ۾ ٻوڏ اچڻ واري هوندي هئي، ۽ آهستي آهستي اها پنهنجي ٻئي طرف هٽندي وئي ۽ هاڻي لڳ ڀڳ ٻن ميلن جي دوريءَ تي رهي ٿي.

**سوال:-** هاڻي اسين جنهن کوهه جو پاڻي استعمال ڪريون. ٿا، سو ڪٿي آهي؟

**مهاراج جي:-** هاڻي ته ڪيترا ئي کوهه آهن. هڪ ته توهانجي گيسٽ هائوس جي ٻاهران، گيٽ جي ڀرسان آهي. انهيءَ ڪري گيسٽ هائوس جي حاطي جي ديوار سڌي نه آهي. وچ ۾ کوهه جي ڪارڻ ڪجهه مڙيل آهي. هڪ ٻيو کوهه گيسٽ هائوس جي ٻئي پاسي واريءَ ڪنڊ ۾ آهي. انهن ٻنهي کوهن مان پاڻيءَ جون ٽانڪيون ڀريون وينديون آهن ۽ سڄي ڪالونيءَ کي پاڻي پهچندو آهي. ڏيري ۾ هڪ ٻيو کوهه به آهي، جڪو حضور مهاراج جن ڪوٺايو هو ۽ جنهن باري ۾ اڪثر چرچا ٿيندي رهندي آهي. ان کوهه ۾ نه پاڻي ڪڍڻ لاءِ پمپ لڳل آهي.

ڏيري ۾ ٣ ٻيا به کوهه آهن. اهي انهيءَ جڳهه تي آهن. جتي اجڪلهه شام جو شبدا ٿيندي آهي. هڪ ۾ نار لڳل.

اها سب زمين ڏبري جي آهي. ڏبري کان ٻاهر پنچائت
جي زمين آهي، جنهن کي ڳوٺ جي گڏيل زمين يا شاملات
زمين سڏيو ويندو آهي، اها زمين ڏبري جي نرست جي
ملڪيت ناهي. اها ڏبري، نواسين جي گڏيل ملڪيت آهي.
پنچائت جي چونڊ ۾ چار پنج ميمبر پنچن طور چونڊيا ويندا
آهن، جن جي ڪاميٽي ٺهندي آهي ۽ اهي ئي شاملات زمين
جي صحيح استعمال جي باري ۾ فيصلو ڪندا آهن. چاڪاڻ
ته اهين سب ستسنگي آهيون ۽ هيءَ سڄي بستي ستسنگين
جي آهي. انهيءَ ڪري ئي اسين اتان ڪاٺيءَ جو ڪام ڪني
ايندا آهيون، جو ڏبري ۾ لنگر واسطي ٻارڻ لاءِ ڪر ايندو
آهي. وقت اچڻ تي اسين ان زمين کي سڌاري، اڳتي لاءِ
جي ڪوشش ڪنداسين ۽ کيتيءَ لاءِ ڪر آڻي، انهو بہ
ڏبري ڏبري استعمال ڪنداسين.

**سوال:-** مون اهو سوال انهيءَ ڪري پڇيو هو جو مون
ڪنهن پستڪ ۾ پڙهيو آهي تہ حضور مهاراج جن زمين خريد
ڪرڻ چاهي ٿي ۽ انهن ڏٺو ۾ ندي بلڪل ڏبري سان
لڳولڳ وهندي هئي پر پوءِ نديءَ پنهنجو رخ بدلائي ڇڏيو.
هينئر ندي ڏبري کان ڪافي پري تي وڃي آهي.

**مهاراج جي:-** ها، برابر انهن ئي ٿيو آهي، باباجن جي
جوتي جوت سمائجڻ بعد، حضور مهاراج جن پنهنجي مڪان
جي پٺيان استرين لاءِ ڪوٺڙيون ٺهرائي رهيا هئا. حضور جن
ڪوه ۽ پڻ نندا ستسنگ نمبر ائب ۾ ئي ٺهرائي چڪا هئا.
ستسنگين مهاراج جن کي چيو تہ هتي جڳهيون ٺهرائڻ ۾ پيسا
برباد ڪرڻا آهن، چاڪاڻ تہ ان وقت ندي ڏبري واري
پاسي، زمين کي داهي رهي هئي. مهاراج جن فرمايو، ”نہ،
ندي اسانجو ڪجهہ نہ بگاڙيندي.“ ان وقت کان وٺي، ندي
ٻئي طرف، پري هٽندي پئي وڃي ۽ اسانکي ڪافي گهڻي
زمين ملي رهي آهي.

جيڪا ٺهين سڙڪ اسين هن وقت لهرائي رهيا آهيون، جنهن تي سنگت شيوا ڪري رهي آهي، دراصل اها ڦُوٽ جي سڙڪ هئي ۽ صرف ١٥ فوٽ چوڙي هئي. پر اسين اُن کي وڌائي ٣٢ فوٽ ويڪري ڪري رهيا آهيون. اسان اُن لاءِ پورا واري کيت جو ڪجهه حصو ڪنيو آهي، جيڪو کيت جي مالڪ خوشيءَ سان ڏنو آهي. هن چيو، ”توهانکي رستي وڌائڻ لاءِ منهنجي کيت مان جيتري زمين گهرجي، اوتري ڀلي کڻو. مونکي ڪو به اعتراض ڪونهي.“

شروع شروع ۾ انهيءَ سڄي زمين ۾ کيتي ڪانه ٿيندي هئي. باباجي مهاراج جن هيءَ جڳهه انهيءَ لاءِ چونڊي هئي، جو هتي شانتي هئي، ماڻهن جي اچ وڃ ڪانه هئي، پاڻ هتي ڪا جڳهه يا زمين خريد ڪانه ڪئي هئائون. هن ته صرف ايڪانت خاطر، هتي رهائش اختيار ڪئي. جيڪڏهن ڪنهن غيرآباد، جهنگلي زمين کي ڪو شخص آباد ڪندو هو ته اُن ۾ ڪنهنکي به ڪو اعتراض نه ٿيندو هو.

باباجن جي جوتي جوت سمائجڻ بعد، حضور وڏن مهاراج جن آهستي آهستي ڳوٺن جي کيتيءَ وارين زمينن خريد ڪرڻ شروع ڪيون. پوءِ سردار بهادر جن جي وقت ۾ مربع بندي ٿي رهي. اهڙي طرح هتي ڪالوني وسي رهي ۽ وڌڻ ويجهڻ لڳي. اُن کانپوءِ اسان اُن ۾ ٻي به گهڻي زمين ملائي آهي، اُن مان ڪجهه خريد ڪئي ويئي ۽ ڪجهه وڏين کڏن ٻري زمين سڌاري، کيتيءَ يا رهائش لائق بڻائي ويئي آهي. کڏن ٻري زمين سڌارڻ جو ڪم توهين خود ڏسي چڪا آهيو. اڃا تائين ته اسانکي اڳتي وڌڻ لاءِ ڪابه ڪمي محسوس نه ٿي آهي، پر اسين پنهنجي آئينده وڪاس ۽ وستار لاءِ ڏيري کان ٻاهر ٻي به زمين خريد ڪندا رهون ٿا.

سوال:- ڇا، ڏيري جي زمين نديءَ تائين آهي؟

مهاراج جي:- جستائين ڏيري جي چوڌاري آهي،

انيڪ ورهيه، ڪڏهن ڪو ٻا ۽ ٻه ٻون ڏٺا هئا. هن وقت اُها سموري
زمين پوريءَ طرح سڌي ٿي چڪي آهي. هينئر توهين گيسٽ
هائوس ۾ ويٺا، نديءَ تائين سڀڪجهه صاف صاف ڏسي
سگهو ٿا. پر اُن ڪان پهرين اُها جڳهه ويران جهنگل هئي ۽ ماڻهو
اوڏانهن وڃڻ کان ڊڄندا هئا. سنگت گڏجي ۱۰-۱۲ سالن ۾
پوري اُتساهه ۽ لگن سان هن اِستان کي صاف ۽ سندر ڪرڻ
لاءِ خوب شيوا ڪئي آهي.

**سوال:-** مهاراج جي، جڏهن باباجن جي وقت ۾ ڏيري
جي شروعات ٿوريءَ ئي زمين سان ٿي هئي ته پوءِ نديءَ
جي پاسي وارڻ ايتري زمين ڪيئن ملي ويئي؟

**مهاراج جي:-** ڏيرو ٻن ڳوٺن، ٻلسراءِ ۽ وڙائيچ جي
وچ ۾ آباد آهي، جنهنڪري اسانجو ٻنهي ڳوٺن جي شاملات
زمين تي حق آهي. شاملات زمين ڳوٺ جي سڀني ماڻهن
جي عام استعمال لاءِ هوندي آهي، اِنهيءَ ڪري اسين
اِنهيءَ عام زمين جي ڪجهه حصي جو استعمال ڪري سگهون
ٿا. چاڪاڻ ته هينئر ڏيري کي اِتي وڌڻو آهي خاص ڪري
نديءَ طرف.

**سوال:-** اِتي هلي ڇا ٿيندو؟ ڇا، توهين سمجهو ٿا ته
آخر اُنهن ڳوٺن جا ڪجهه رهواسي مڃيندا ۽ اسانکي نديءَ
طرف وڌڻ ڏيندا؟

**مهاراج جي:-** انهن ڳوٺن جا رهواسي گهڻو ڪري
ستسنگي آهن، تنهنڪري جيڪي ڪجهه اسين ناهيون ٿا،
اُهو اُنهنجو به آهي. اُهو جيترو اسانجو آهي، اوترو ئي سندن
به آهي. جيڪڏهن هوءَ به اِئين سوچين ته ڏيرو اُنهن جو به
آهي، ته پوءِ ڪو به مسئلو ڪونهي، اسين ته اِهوئي چاهيون
ٿا ته هو به ڏيري کي پنهنجو ئي سمجهن. اسين سڀ هڪ
ئي آهيون، تنهنڪري هن ۾ "اسانجي" ۽ "توهانجي" جو
ڪو سوال ئي ڪونهي.

لنگھندڙن کان هميشه ٻڌندا رهندا هئا. اُن ڪالهوءَ جنهن وقت امرتسر ۾ آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ جي ميٽنگ ٿي ته اسين پنجاب سرڪار جي سهانتا سان اُن سڙڪ کي ڏيري کان ٻاهر ڪڍي وياسين. اها ٻاهرين ننڍن سڙڪ ڏيري جي زمين تي ٺهيل آهي. اها زمين اسان انهيءَ لاءِ ڏني نه جيئن ٻن ڳوٺن جا ماڻهو ڏيري جي آباديءَ جي وچ مان اچي وڃي نه سگهن. هاڻي پورو ڏيرو هڪ ئي چوديواريءَ جي اندر آهي. نديءَ واري پاسي ڪجهه حصي ۾ ديوار اڃا ٺهرائڻي آهي. ٻن سالن ۾ اها به ٺهي ويندي.*

جنهن مڪان ۾ اندور جا ستسنگي رهن ٿا، اهو اصل ۾ پهريون مهمان گهر (Guest House) هو. ڊاڪٽر اسٽون، مس لونبس هلگر ۽ ٻيا ڪيترا ستسنگي انهيءَ گيسٽ هائوس ۾ رهي چڪا آهن. جڏهن اهي ستسنگي ٻاهران ايندا هئا ته انهن جي رهائش لاءِ صرف اهو هڪ ئي مڪان هو. اهو گيسٽ هائوس جي سامهون واري (اوير طرف واري) دروازي جي ٻاهران وڏيون کڏون ۽ نالا هئا، جتي نانگن ۽ گدڙن جا گهر هوندا هئا. شروع شروع ۾ گيسٽ هائوس جي چوطرف صرف ڪانڊيدار ٻارن جو لوڙهو هو. انجي حاطي ۾ ميوا ۽ ڀاڄيون پوکيون وينديون هيون. گيسٽ هائوس جي سامهون واري سڙڪ گهٽ پوءِ ٺهي. چوديواري به پوءِ ٺهرائي وئي.

ڏيري کي موجوده روپ ڏيڻ ۾ سنگت ڏاڍي محنت ڪئي آهي، سنگت ئي کڏا ڀريا آهن، هيٺ مٿانهين زمين کي سڌو ڪيو آهي، سڙڪون ٺاهيون ۽ سڌيون ڪيون آهن ۽ ٻيون به ڪيترن ئي قسمن جون شيوائون ڪيون آهن. نديءَ وارو علائقو ڏاڍو خطرناڪ هو. شام جي وقت ڪير به اُن طرف نه ويندو هو. اُن پاسي بيشمار ڪانٽيدار جهاڙيون

---

* اها ديوار هاڻي ٺهي وئي آهي.

ويندا هئا. انهن ٻنهي ڦاٽڪن تي رات جو ٨-٩ بجي تالا لڳايا
ويندا هئا ۽ اُن کانپوءِ نہ مان ڏيري ۾ وڃي سگهندو هوس
۽ نہ ڏيري ۾ رهندڙ مون وٽ اچي سگهندا هئا.

مربع بنديءَ کانپوءِ مون پسارا هائوس وٽ، ريلوي ٽڪيٽ
گهر پرسان لڳل ڦاٽڪ کڍائي ڇڏيو، ڇاڪاڻ تہ مون انجي
اڳيان بہ اڏاوت جو ڪم ڪرائڻ چاهيو ٿي. منهنجي دلي
تمنا هئي تہ ماڻهو سڄي ڏيري کي هڪ ڪري سمجهن، اهو
نہ سوچين تہ ”اندريون ڏيرو“ ۽ ”ٻاهريون ڏيرو“ الڳ الڳ
آهن ۽ انهيءَ ڪري ڪنهن بہ قسم جو خطرو محسوس نہ ڪن.
جيئن سنگت کي محسوس ٿئي تہ پورو ڏيرو، هڪ ئي وڏي
بستي آهي.

منهنجي گهر جي حاطي جي سامهون وارو پراڻو ڦاٽڪ اڃا
قائم آهي. هيءَ هڪ قسم جو يادگار آهي، ڇاڪاڻ تہ حضور
وڏن مهاراج جن جو ٺهرايل آهي ۽ اهو پراڻي ڏيري جو حصو
هو. انهيءَ جو ٻيو ڪو بہ لاڀ ڪونهي.

ستسنگ گهر جي ميدان جي چوگرد ٺهيل ديوار ستسنگ
گهر جي سلامتيءَ لاءِ هئي، ڇاڪاڻ تہ انهن ڏينهن ۾ ستسنگ
گهر ڏيري کان ٻاهر ليکيو ويندو هو. ستسنگ گهر جي اوپر
۾، جتي اڄڪلهہ دڪان آهن، اتي ڳوٺ ڏانهن ويندڙ عام
رستو هو ۽ ماڻهن جي اچڻ وڃڻ لاءِ عام استعمال ۾ ايندو
هو. ڪيترا دفعا ڳوٺ جا ڪجهہ شرابي ماڻهو ريلوي اسٽيشن
تي شراب پي ڪري، نشي جي حالت ۾ موٽندي، ڳوٺ
وڃڻ وقت انهيءَ رستي تان لنگهندا هئا. توهانکي معلوم
آهي تہ شرابي نشي ۾ ڪجهہ بہ چئي ۽ ڪجهہ بہ ڪري
سگهي ٿو. شرابي هر جڳهہ هڪ جهيڙا ئي ٿين ٿا. اسانکي
اهڙيون حالتون بہ در پيش اينديون هيون. ڏيري نواسي
رات جو ڦاٽڪ بند ڪري ڇڏيندا هئا، جيئن اهي ماڻهو ڏيري
۾ نہ اچي سگهن. پر ڏيري کان ٻاهر رهندڙ ستسنگي اهڙن

ڪيڙيءَ حالت ۾ هيون. جڏهن اچا مربع بندي نہ ٿي هئي، اُن وقت حضور مهاراج جن کي، جتي ڪٿهن ڪسان ڪان زمين ملندي هئي تہ اُها خريد ڪندا هئا. هڪ ڪيت ڪٿي هو، ٻيو ڪٿهن ٻئي هنڌ ۽ ٽيون ڪٿهن ٽئين هنڌ. اهي زمينون هڪ ٻئي سان گڏ يا لڳو لڳ بلڪل ڪون هيون. ٻر حضور جن زمين خريد ڪندا ويا. جيڪو بہ زمين وڪڻڻ چاهيندو هو تہ اُها ٻاڻ خريد ڪندا هئا. اهڙيءَ طرح، ٻاڻ لڳاتار زمين خريد ڪندا ٿي رهيا.

آخرڪار، ١٩٤٩ع ۾ سردار بهادر جن سرڪار کي اسانجي زمين جي مربع بندي ڪرڻ لاءِ درخواست ڪئي. پنجاب ۾ اهو قانون هو تہ ڪسان جون الڳ الڳ جڳهين تي ٽڪرا زمينون، هڪ هنڌ ڪٺيون ڪيون وڃن. اهڙي طرح مربع بنديءَ جي قانون موجب سڀئي ٽڪريون ٻنهيجون زمينون هڪ جڳهہ تي ڪٺيون ڪرائڻ شروع ڪيون. اها ڳالهہ ڏيري لاءِ نعمت ثابت ٿي. اهو ڪم سردار بهادر جن شروع ڪيو هو ۽ بعد ۾ مولڪي اهو ڪم پورو ڪرائڻو پيو. اهو مربع بنديءَ جو ئي نتيجو آهي، جو اسانکي ڏيري جي آسپاس سموري زمين گڏ ٿي ملي آهي.

ٻهرين ڏيري جي حد صرف اسٽائين هولڊي هئي، جتي هيلڻو پرڪاش وياڳ آهي. حضور وڏن مهاراج جن جيڪي مڪان اُتي پوران ٺهرايا هئا، اهي سڀ ڏيري کان ٻاهر ليکيا ويندا هئا. جتي اڄڪلهہ ريلوي جي بوڪنگ آفيس آهي، اتي هڪ ٿالڪ هولڊو هو، جو رات جو بند ڪيو ويندو هو. ڪجهہ سال اڳيا جو مون اهو ٿانڪ ڪڍائي ڇڏيو. هڪ ٻيو وڏو دروازو منهنجي گهر جي سامهون آهي، اهو بہ رات جو بند ڪيو ويندو هو. منهنجو گهر بہ ڏيري کان ٻاهر هو. منهنجي گهر جي پاسي رهندڙ ماڻهو ۽ ريلوي بوڪنگ آفيس واري ٿالڪ کان ٻاهر رهندڙ ماڻهو بہ ڏيري کان ٻاهر سمجهيا

شرڻارٿين کي ٻيا مڪان ڏيئي، اهي ٻراڻيون ٻنل ڪوٺڙيون
هٽائي ڇڏيون. اُن ڪانپور ۾ ئي ستسنگ گهر جي چوڌاري ديوار
ٺهرائي، هڪ نئون دروازو لڳايو ويو.

**سوال**:- مهاراج جي اسان ٻڌو آهي ته ستسنگ گهر ڪنهن
اندروني روحاني منڊل جو نقل آهي.

**مهاراج جي**:- اهي سڀ صرف ڳالهيون آهن ۽ ٻيو
ڪجهه به نه. اُنهنڪي ڳالهيون ئي ڪري سمجهڻ گهرجي.
اُنهنجو هن هال جي روپ ريکا سان ڪو به سنبنڌ ڪونهي.
انهيءَ کي حضور وڏن مهاراج جن ڊواران خود تيار ڪيل نقشي
مطابق جوڙايو ويو آهي، جنهن ۾ آڌاوتي ڪلا (Architecture)
جو ڌيان رکيو ويو آهي. مهاراج جن انهيءَ جو نقشو ٺاهڻ
وارا ۽ آڌاوت ڪرائڻ وارا انجنيئر هئا. هنن جي مراد صرف
اِها هئي ته "ٽي" (T) جي شڪل جو اهڙو هال ٺهرايو
وڃي، جنهنجي اسٽيج تي وهڻ سان حضور جن کي ستسنگي
ٽنهي طرفن کان آسانيءَ سان ڏسي سگهن. باقي سڀ ڪجهه
سندرتا ۽ سجاوٽ جي خيال کان ڪيو ويو آهي. انهيءَ ۾
ڪنهن به قسم جو اندروني يا روحاني ارٿ يا مهتو ڪونهي
۽ نه اُن کي ڪا اهڙي روحاني معني يا مهتو ڏيڻ گهرجي.
بس انهيءَ کي صرف اِئين ئي ڏسڻ گهرجي ته هيءَ صرف
هڪ سنو، سهڻو هال آهي ۽ آڌاوتي ڪلا جو هڪ نمونو آهي.

**سوال**:- مهاراج جي، جيڪو ٻهريون کوهه کوٽايو ويو
هو، اهو ڪٿي آهي؟ جتي اسين شيوا ڪري رهيا هئاسين،
اُتي سائيڪل اسٽينڊ اڳيان ڪهڙو کوهه آهي؟

**مهاراج جي**:- اهي کوهه ته گهڻو پوءِ ۱۹۴۹-۱۹۵۰ع
۾ اسانکي مليا هئا. دراصل انهيءَ سڄي زمين کي ڪالونيءَ
جو روپ ته مربع بنديءَ ڪانپور ۾ ئي مليو، جڏهن ڏيري جي
پکڙيل زمين کي پوري طرح ملايو ويو. هينئر ته ترهين اهو
اندازو لڳائي ئي نه سگهندا ته اُن کان اڳ ڏيري جون زمينون

ڏيڻ ۾ ٿي ڪان پنجن ڪلاڪن تائين وقت لڳي ويندو هو،
پر جڏهن اهو وڏو ستسنگ گهر ٺهي تيار ٿيو، تڏهن کان
حضور مهاراج جن اُن ۾ اَچي استرين ۽ ٻارن کي گڏي نام
ڏيڻ شروع ڪيو.

ماهواري ستسنگ ۽ گهڻو ڪري ستسنگ گهر جي ميدان
۾ ٿيڻ لڳو. ستسنگ گهر جي ميدان ۾ لڳل پاسرين وڏا
دروازا گهڻو پوءِ، منهنجي وقت ۾ لڳايا ويا آهن. اڳ ۾
لڪڙيءَ جو هڪ ننڍو دروازو هوندو هو ۽ سنگت جي وڏيءَ
ڀيڙ کي اُن مان لنگهڻو پوندو هو. توهان اِهيءَ وقت جي
دلمن ۾ اهو نظارو ڏٺو هوندو. هتي ڪي دڪان ۽ ٺهيل هئا
۽ ڪترا ماڻهو ستسنگ گهر جي حاطي ۾ رهندا به هئا. اسڪول
جي نزديڪ ڪجهن مڪانن ۾ ۽ ٽيهه چاليهه ڪٽنب رهندا هئا.
اهي مڪان سردار بهادر جن جي وقت ۾ يا اُن کان به اڳ
جا ٺهيل هئا. ڪافي وقت تائين ستسنگ گهر جي حاطي کي
وڌائي وڏو ڪرائڻ لاءِ اُنهن پريوارن کي اُٿارڻ جو سوال
هڪ مشڪل مسئلو بڻيو رهيو.

مالڪ جي موج سان ١٩٥٣-١٩٥٤ع ۾ ايتري ترساب پيئي
جو اُنهن ڪجهن مڪانن جون قيمتون ڪري ڏنيون ۽ سڀ ماڻهو
باٽمراد و اُتان اُٿي هليا ويا. ٻئي ڏينهن ئي اسان سڄو ملبو
ڪٽائي ڇڏيو ۽ سڄي زمين پٽ ڪرائي، سنئين سڌي ڪرائي
ڇڏي.

ساڳيءَ طرح، گول چڪر جي سامهون، جتي هن وقت
سيڪريٽريٽ ٺهيل آهي، اُتي به سردار بهادر جن جي وقت
۾ پاڪستان مان آيل شرڻارٿين لاءِ ڪچيون ڪچيون ڪوٺڙيون
ٺهرايون ويون هيون. اهي لوڪ ته اُتان اُٿڻ لاءِ تيار نه هئا،
جاڪاڻ ته انهن کي ڪيڏانهن وڃڻ لاءِ ڪا جڳهه ئي نه هئي.
اهي [illegible] ته بارش ۾ ٻُڏي پيئون. اُنهيءَ بارش اسان
تون حل ڪري ڇڏيون. اسان اُنهن

**مهاراج جي:-** ها. هن نقشي موجب، سنگت کي هر پاسي کان مهاراج جن جا درشن ٿي سگهيا ٿي. ٻئي ڏينهن حضور جن کين نقشو ڏيئي ڇڏيو. تڏهن سردار ڏڄا سنگهه ۽ راء بهادر نارائڻ سنگهه چيو، "نيڪ آهي، اسانکي هي نقشو منظور آهي، پر توهين اسانکي هن ۾ ٿوري ڦير ڦير ڪرڻ جي اجازت ڏيو. اسين هنکي هڪ خوبصورت عمارت جو روپ ڏيڻ چاهيون ٿا.

پهرين ته مهاراج جن مڃڻ لاء راضي نه ٿيا پر سردار ڄڳت سنگهه، سردار بهادر جڳت سنگهه ۽ بخشي چانن شاهه به اهو ئي ٿي چاهيو ۽ انهن سيني کين وينتي ڪئي، "حضور، هال نهايت خوبصورت هئڻ گهرجي، ڇاڪاڻ ته هيءَ بابا جن جو يادگار آهي." حضور مهاراج جن اهو مڃيو ۽ فرمايائون، "چڱو ائين ئي ڪريو." سو، انهيءَ ريت، نقشي ۾ برجن ۽ منارن وغيره جي اڏاوت به شامل ڪئي ويئي.

اڃا هال ٺهي رهيو هو ته اهو محسوس ٿيڻ لڳو ته اهو ستسنگ لاء بلڪل ننڍو ٿيندو. انهن ٽن چئن سالن ۾ ئي حضور جن جي ستسنگين جو تعداد ايڏو وڌي ويو هو، جو سڀ ستسنگي هال جي اندر سمائجي نه سگهن ها. انهيءَ ڪري مهاراج جن فرمايو، "ڪا ڳالهه ناهي، اسين هنکي نام دان لاء ڪم ۾ آڻيندا سين." انهيءَ وقت کان اهو هال نام دان لاء ئي ڪم اچڻ لڳو آهي.

جيسين اهو هال نه ٺهيو هو، تيسين استرين کي ديو پرڪاش جي گهر جي اڱڻ ۾ نام ڏنو ويندو هو ۽ پرشن کي "نام گهر ۾". مهاراج جن پهرين استرين جي چانٽي ڪري کين سمرن ڏيندا هئا. پوء پرشن ڏانهن اچي، سندن چانٽي ڪري، کين سمرن ڏيندا هئا. ان کانپوء حضور جن وڃي استرين کي ڌن بخشيندا هئا. استرين ۽ پرشن کي هڪ ئي ڏينهن، پر الڳ الڳ نام ڏنو ويندو هو. مهاراج جن کي چانٽي ڪرڻ ۽ نام

**ديوان صاحب:**- اهڙي وڏي ۽ شاندار عمارت جنهن ۾ لڳ ڀڳ ٨ هزار ماڻهو ويهي سگهن ٿا، صرف ٽن چئن سالن ۾ ٺهي راس ٿي هئي.

**مهاراج جي:**- دراصل اهو صرف سيمينٽ ڪنڪريٽ لاءِ ٺهرايو ويو هو. مولڪي اهو وقت ياد آهي جڏهن هنجي رٿا يا روپ ريکا ٺاهي پئي ويئي. حضور مهاراج جن جو هڪ گرڀائي، سردار گجا سنگهه انجنير هو ۽ راءِ بهادر نارائڻ سنگهه دهليءَ جو هڪ ٺيڪيدار هو. انهن ڏاڍيون لعبيون چوڙيون پرجنائون پيش ڪيون. خاص ڪري سردار نارائڻ سنگهه ڪيترائي نقشا پيش ڪيا. هو آڏاوت جي ماهر انجنيرن جي سهائتا سان هڪ نهايت وشال هال جو نقشي ٺاهڻ جي ڪوشش ۾ هئا. هو پئي بمبئي، ڪلڪتي ۽ ٻين ڪيترن شهرن ۾ ويا ۽ ڪيترا هال ڏسي آيا.

جڏهن به هو ڏيري ۾ هوندا هئا ته هر شام جو مهاراج جن کي پنهنجا تيار ٿيل نقشا ڏيکاريندا هئا ۽ نقشن جي باري ۾ خيالن جي ڏي وٺ ڪندا هئا.

هڪ ڏينهن مهاراج جن فرمايو، "ٺيڪ آهي، مان سڀائي انهيءَ باري ۾ فيصلو ڪندس." ٻيءَ مهاراج جن انهيءَ راس ٿي، سندن سڀ نقشا هڪ پاسي رکي ڇڏيا ۽ خود انگريزي اکر "ٽي" (T) جي شڪل جي هڪ نقشو تيار ڪيائون. دراصل، مهاراج جن نه ته گنبذ نهرائڻ ٿي چاهيا ۽ نه ٿي منارا. پر سردار گجا سنگهه ۽ نارائڻ سنگهه اُن ڳالهه لاءِ زور پري رهيا هئا. حضور مهاراج جن ته صرف "T" جي شڪل جو هڪ لعبو هال ٺهرائڻ ٿي چاهيو، جيئن سنگت مهاراج جن جي سامهون سڄي ۽ کابي طرف ۽ وراندن ۾ ويهي سگهي.

**ديوان صاحب:**- هيءَ نقشو اهڙي طرح رٿيو ويو هو، جيئن سنگت کي بنا ڪنهن رڪاوٽ جي پنهنجي ستگروءَ جا پوريءَ طرح درشن ٿيندا رهن.

۾ اسان حضرت عيسيٰ جو هڪ دِرشٽانت پڙهيو هو ته سرهه
جو ٻج وڏي هڪ ٻوٽو ٿِجي پوي ٿو. ۽ جنهن وقت اُن
کي پوکيو ويو هو، اُن وقت اهو تمام ننڍو ٻج هو. ٻڙ جو
ٻج به تمام ننڍو هوندو آهي، پر اهو به وڏي هڪ وشال
درخت ٿِجي پوندو آهي، جنهن جي ڇانوَ ۾ هزارين ماڻهو
ويهي سگهندا آهن.

اهڙيءَ سنت مهاتما ڪندا آهن. هو ڪنهن جڳهه تي
ويهي پنهنجو اُپديش ڏيڻ شروع ڪندا آهن ۽ اها شروعات
بلڪل سادارڻ محسوس ٿئي ٿي. پر اُنهن جي ديهانت بعد،
جڏهن سندن پوکيل ٻج، ٻوٽو ٿِجي نڪري ٿو ۽ پوءِ وڌڻ
۽ ڦهلجڻ شروع ڪري ٿو ته اهو وڏي درخت جي شڪل
اختيار ڪري ٿو ۽ انيڪ منش اُنجي ڇايا جو لاڀ وٺي سگهن
ٿا. شروع ۾ ٻج بلڪل ننڍو ٿيندو آهي، پر آهستي آهستي
ڦهلجندو ويندو آهي.

دراصل اِها سڀ سوامي جي مهاراج جن جي ديا مهر
آهي. اُنهن ١٧ سال ڀڄن ڪيو، ۽ پنهنجي زندگيءَ ۾ صرف
ٽن چئن هزارن جيون کي نام بخشيائون. پر هنن جيڪو ڀڄن
جو خزانو، ڀڄن جو ڀنڊار جمع ڪيو، اڄ اُنهيءَ مان سيني
کي حصو ملي رهيو آهي. هڪ امير آدمي ڪافي ڌن ڪمائي
ٿو ۽ چار پنج پيڙهيون، بنا ڪمائڻ جي به، آسانيءَ سان
اُن تي گذارو ڪري سگهن ٿيون، بشرطيڪ اهو ڌن فضول
خرچ ۾ برباد نه ڪيو وڃي. ساڳي ڳالهه سنتن سان به لاڳو آهي.
هڪ به سنت اچي پنهنجي ڀڄن سمرن يا نام جو ايترو ته
وشال ڀنڊار جمع ڪري وڃن ٿا، جو ڪيترين پيڙهين تائين،
هزارين لکين لوڪ سندن ڪمائيءَ مان لاڀ وٺندا رهن ٿا.

**سوال:-** مهاراج جي، وڏو ستسنگ گهر ڪڏهن ٺهيو هو؟

**مهاراج جي:-** اهو ١٩٣٤ع ۾ شروع ڪيو ويو ۽ ١٩٣٨ع
۾ ٺهي تيار ٿيو.

**پروفيسر پتناگر:-** ها. بابا جي مهاراج جن جوتي جوت سمائڻ کان ٣ ڏينهن اڳ ٢٦ ڊسمبر ١٩٠٣ع ۾ ڪين نام دان بخشيو هو.

**مهاراج جي:-** هر ڏيري جو پهريون سيڪريٽري هو. ان بعد پروفيسر پتناگر جو پتا راءِ صاحب هرنارائڻ سيڪريٽري مقرر ٿيو. ان کانپوءِ لالا منشي رام ۽ پوءِ اهلو واليا آيا ۽ هاڻي ڪنا صاحب* آهي.

**سوال:-** مهاراج جي، حضور مهاراج ساون سنگهه جن جي وقت ۾، جڏهن توهين اچا ننڍا هئا، تڏهن پنڊارن جي موقعي تي ڪيتري سنگت ڏيري ۾ ايندي هئي.

**مهاراج جي:-** پهرين، سنگت نه شروع کان ئي وڌندي رهي آهي.

ديوان صاحب، جڏهن پهرئين دفعي حضور وڏا مهاراج جن هتي آيا، ان وقت بابا جي مهاراج جن جا ڪيترا ستسنگي هئا.

**ديوان صاحب:-** حضور هيءَ ١٨٩٤ع جي ڳالهه آهي. بابا جي مهاراج جن ڪل ٢٣٤٣ جڻن کي نام بخشيو هو. جڏهن ١٩١٠ع ۾ مان پهريون ڀيرو هتي ڏيري آيس نه ان وقت پنڊاري ۾ لڳ ڀڳ ١٥٠ ماڻهو ايندا هئا. ان وقت پنڊاري جو ستسنگ بابا جن جي ڪوٺڙيءَ جي سامهون ٿيندو هو. ان بعد ڪيترن سالن تائين پنڊاري جو ستسنگ کوهه جي پرسان ٿيل ”نام گهر“ ۾ ٿيندو رهيو. ستسنگ شروع ڪرڻ کان اڳ حضور وڏا مهاراج جن اسانکي هڪ ڪلاڪ لاءِ پڇن ۾ رهاريندا هئا. استرين ۽ پرش اتي انهيءَ هڪ ئي هال ۾ رهندا هئا.

**مهاراج جي:-** اهڙي طرح، ڏيري ڏيري، ڪالوني وڌندي رهي. حضور مهاراج جن انتهر هئا. انهن خود ئي ڏيري جي رڪاس جون سب پرجنائون ناهيون. ڪاهه بائيبل

---

* آگسٽ ١٩٧٦ع کان شري ايس. ايل. سونڌي سيڪريٽريءَ ... ڪري رهيا آهن.

هڪ دفعي بيبي رکو باباجن کي وينتي ڪئي، ”سنگت هال ۾ ويٺي انتظار ڪري رهي آهي. توهين هلي ستسنگ ڪريو.“ باباجن فرمايو، ”نه. جنهن هال ٺهرايو آهي، اهوئي هاڻي اُن ۾ ستسنگ ڪندو.“ باباجن اشارو ڪري رهيا هئا ته حضور مهاراج جن (ساوڻ سنگهه جي) سندن جانشين ٿيندا. جڏهن بيبي رکو ٻيو دفعو باباجن کي وينتي ڪئي ته باباجن فرمايو، ”ڇگو توُن هل، مان به اچان ٿو.“ بيبي رکو هال ۾ پهتي ته سنگت پهرين ۾ وينل ڏسڻ ۾ آئي. جڏهن اُنهن سيني کي اندر ڏٺل نظاري کي ظاهر ڪرڻ جي اجازت ڏني ويئي ته سيني ٻڌايو ته اُنهن اندر حضور جن کي (بابو ساوڻ سنگهه جن کي) هن هال ۾ وينتي ستسنگ ڪندي ڏٺو، اهو باباجن جي جيون ڪال جو واقعو آهي. بيبي رکو موٽندي باباجن وٽ وينتي ڪئي، ”اُتي ته بابو ساوڻ سنگهه ستسنگ ڪري رهيا آهن.“ باباجن فرمايو، ”هاڻي ته اهوئي (بابو ساوڻ سنگهه جي) ستسنگ ڪندو رهندو.“

اُنهن ڏينهن ۾ صرف اُهي ٽي عمارتون ٺهيل هيون. باقي سڀ عمارتون پوءِ ٺهيون آهن. لائبرري شايد ١٩١٥ يا ١٩١٦ع ۾ ٺهي هئي.

**پروفيسر ڀٽناگر:-** مان هتي ١٩١٥ع ۾ آيو هوس. اُن وقت اُها ٺهي رهي هئي. ١٩١٥ع تائين هيٺين منزل ٺهي ويئي هئي ۽ مٿين منزل جو ڪم هلي رهيو هو.

**مهاراج جي:-** اِها عمارت وڏن مهاراج جن جي پرائيويٽ سيڪريٽري لالا منگتراءِ ٺهرائي هئي. هيٺين منزل جو ڪجهه حصو آفيس طور استعمال ڪيو ويندو هو. ڪافي عرصي کانپوءِ، اُنجو لائبرري طور استعمال شروع ڪيو ويو هو. لالا منگتراءِ چاهيو ٿي ته سندس مڪان تمام اوچو هجي، جيئن سنگت کي بياس ريلوي اسٽيشن تان ٿي ڏيرو ڏسڻ ۾ اچي. هو پوليس کاتي ۾ رهيا هئا ۽ شايد باباجن جا آخري ستسنگي هئا.

حضور مهاراج جن پنهنجو پاڻ کي هن استان سان اڏي رهيا هئا.

اهڙيءَ طرح ننڍو ستسنگ گهر ٺهيو، جنهن ۾ مشڪل سان ٥٠ - ٦٠ ماڻهو ويهي سگهن ٿا. تنهن اهو ستسنگ گهر ڏاڍو هولڊو، جو حضور مهاراج جن جي ڪوٺيءَ جي سامهون آهي. اهو وڏالڊو گهڻو پوءِ ٺاهيو ويو هو، پر هال باباجي مهاراج جن جي وقت ۾ ئي ٺهي چڪو هو. اهڙن ڏينهن ۾ اهو هال ڪڏهن به پوريءَ طرح نه ڀرجندو هو.

اُن بعد ورڻي حضور جن باباجن کي عرض ڪيو: "هتي ستسنگ جي ڏينهن ۾ سنگت جي رات گذارڻ لاءِ ڪو به ڪمل اجهو يا ڇت وارو مڪان ڪونهي ۽ سياري ۾ هتي ڏاڍي ٿڌ پوي ٿي. جي سوڌهن اجازت ڏيو ته مان هتي ڪجهه ڪوٺڙيون ٺهرائڻ چاهيان ٿو." اهي ڪوٺڙيون مهاراج جن جي ڪوٺيءَ جي پٺين پاسي ٺهيل آهن. پنج ڪوٺڙيون ١٠ فوٽ لمبون ۽ ٩ فوٽ ويڪريون، هيٺ آهن ۽ چار يا پنج ڪوٺڙيون مٿين ماڙ تي آهن. هر ڪوٺڙيءَ ۾ ڇهه ماڻهو سمهي سگهن ٿا، مان سمجهان ٿو ته ڪڏهن به انهيءَ مرمت جي ضرورت نه پئي آهي.

هڪ دفعي باباجن کي حضور مهاراج جن وينتي ڪئي: "سنگت وڌندي ٿي وڃي، تنهنڪري اسانکي هڪ ... جڳهه جو انتظام ڪرڻو پوندو." باباجن فرمايو: "ٺيڪ آهي، پر اُن ۾ ستسنگ ڪرڻ وارو مان نه هوندس." سو ... وقت ... جي اوله واري پاسي ٻيو هال، جنهن ... جي نالي سان سڏيو ويندو آهي، ٺهرايو ويو. پر باباجن اُن ۾ صرف هڪ ستسنگ، اُهي ڪوڻ وقت يا اڌ ڪلاڪ وقت ڪيو هو*.

---

* ... جي ... پوي ته هيءُ هال اپريل يا مئي ... ۾ ٺهي تيار ٿيو هو. اسڪان ٧ - ٨ مهنا پوءِ باباجن جوتي جوت سمايا.

۽ پائين نه چوندس ته مون هتي اچايو کوه ڇو کوٽايو؟
جيڪڏهن توهان هڪ ڏينهن ۾ اُن کوه جو پاڻي پيئندا ته
اها منهنجي لاءِ هڪ نهايت خوشيءَ جي ڳالهه ٿيندي. پوءِ
توهين جيڏانهن ۾ چاهيو، اوڏانهن هليا وڃجو. کوه ۾ ڇا
رکيو آهي؟ مان توهان کي ٻڌي رکڻ نٿو چاهيان. توهين
جيڏانهن چاهيو، هليا وڃو. پر مان چاهيان ٿو ته هتي کوٽايل
کوه جو پاڻي ضرور توهانجي سيوا ۾ ڪم اچي.

جيئن ته توهان "پرمارٿي پتر، ڀاڳي!" ۾ پڙهيو هوندو،
بابا جن کي حضور جن لاءِ بيحد پيار هو. تنهن ڪري هنن
انڪار نه ڪيو ۽ پنهنجي ڪوٺڙيءَ ۾ وڃي ڀڄن ۾ ويهي
رهيا. جڏهن ڀڄن مان اُٿي ٻاهر آيا ته فرمايائون: "نيڪ
آهي، ڀلي کوه کوٽايو. بابوجي، مان ته هن استان سان ٻڌجي
نه وهندس، ڇاڪاڻ ته منهنجي عمر جو ٿورڙو ئي عرصو باقي
بچيل آهي، پر توهين ضرور هن استان سان ٻڌجي ويندين."

حضور مهاراج جن فرمائيندا هئا: "اُن وقت منهنجي سمجهه
۾ نه آيو ته باباجن جي ڳالهه جو اصلي مطلب ڇا آهي. مونکي
ڄاڻ نه هئي ته انهي پنيان ڪو ڳجهو راز لڪل آهي. مونکي
ته ان ڳالهه جي خوشي هئي ته باباجي مهاراج جن کوه کوٽائڻ
جي اجازت بخشي آهي." اهڙيءَ طرح کوه جي کوٽائي
شروع ٿي ويئي. باباجن جي خطن مان معلوم ٿئي ٿو ته ڪيئن
حضور وڏا مهاراج جن پئسا موڪليندا هئا، ڪيئن سرون خريد
ڪيون وينديون هيون، پوءِ ڪيئن سرن جو بنو شروع ڪيو
ويو ۽ ڪيئن کوه تيار ٿيو.

وري وڏن مهاراج جن باباجن کي عرض ڪيو، "هتي
ڪا اهڙي جڳهه ڪونه آهي، جتي برسات يا گرميءَ ۾ سنگت
ويهي سگهي. توهان جي آڳيا هجي ته مان هتي هڪ
ننڍو هال ٺهرايان، جتي توهين ستسنگ ڪري سگهو." باباجن
مشڪندي اجازت ڏيئي ڇڏي، ڇاڪاڻ ته کين خبر هئي ته

چيائون ته وٽن ڪوهه ڪوٽائڻ لاءِ پيسا نه آهن ۽ هر طرح جو پربند
نه ڪري سگهن ٿا. اسي رڪو چيو: "توهين خود ٿي
بابا جن سان ڳالهه ڪريو. مان نه اها اجازت ڪانه ڏيندس،
ڇاڪاڻ ته اهڙيءَ طرح بابا جي مهاراج جن لاءِ پاڻي آڻڻ جي
منهنجي شموا مٿم تي ويندي پيا مان ان شموا کان محروم
تي ويندس."

حضور جن گهڻي سوچ ويچار بعد، ڪافي هبڪندي
بابا جن کي وينتي ڪئي: "توهانجي اجازت سان مان هتي ڪوهه
ڪوٽائڻ چاهيان ٿو، جنهن سبب رڪو کي پاڻيءَ لاءِ ايترو دور
ڳوٺ ۾ نه وڃڻو پوي. ان ۾ نه ڪابه ستسنگي هتي اچن ٿا
۽ اهي به انجو فائدو وٺي سگهندا."

ٻيو ته بابا جن منع ڪري ڇڏي. هنن فرمايو: "نه،
مان ته ساڌو آهيان. اڄ مان هتي آهيان، ڇاڪاڻ ته مونکي
هتي جي ايڪانت پسند آهي ۽ مان هتي ايماس ڪندو رهان
ٿو. سڀاڻي مونکي هيءَ جڳهه نه وڻي ته مان ڪنهن ٻئي هنڌ
هليو ويندس. اڄ هتي ستسنگي مون وٽ اچن ٿا ۽ مان هتي
ستسنگ ڪريان ٿو. پر ٿي سگهي ٿو ته سڀاڻي مان ڪنهن
ٻئي ڳوٺ ۾ هليو وڃان ۽ پرينهن ڪنهن ٻئي ڳوٺ ۾. مان
هتي ڪانه اهڙي جڳهه ٺاهڻ ٿو چاهيان، جنڪا مونکي ٻڌي
هتي ٿي وهاري ڇڏي. منهنجي هڪ گاهه ۽ ڪاٺ جي
جهوپڙي آهي، جنهنکي مان جڏهن نه چاهيان ڪيرائي سگهان
ٿو ۽ ٻئي هنڌ نڪاڻو ڳولهي سگهان ٿو. سو هتي ڪوهه ڪوٽائڻ
جي ڪانه ضرورت ناهي."

ان ڪانپوءِ حضور مهاراج جن واپس پنهنجي رجمبت
دائين هليا ويا.

ٿي ڏينهن جڏهن حضور جن آيا، ته وري نه بابا جن اڳيان
إهاني وينتي ڪيائون ۽ چيائون: "توهين هيءَ جڳهه ڇڏي
هليا ويندا، ته نه مونکي ڪو افسوس نه ٿيندو. مان ڪڏهن

حضور مهاراج جن لاءِ هيءَ جڳهه بلڪل نئين هئي، اُنهيءَ باري ۾ ڪين ڪجهه به ڄاڻ نه هئي. انهيءَ ڪري هُن سمجهيو ته شايد بيبي رڪو نديءَ مان پاڻي آڻيندي هوندي، ڇاڪاڻ ته ندي اُنهن ڏينهن ۾ بلڪل ڀرسان وهندي هئي. جڏهن بيبي رڪو سنان لاءِ پاڻي ڏول ۾ لاتو ته مهاراج جن ڏٺو ته پاڻي صاف ستھرو هو. هُن سوچيو ته اِهو پاڻي نديءَ جو ته ڪنهن به حالت ۾ نٿو ٿي سگهي. تنهنڪري بيبي رڪو کان پڇيائون تہ پاڻي ڪٿان ٿي آڻين؟ هن جواب ڏنو ته پاسي واري ٻوٽ جي کوهہ مان آڻيندي آهيان. ٻوٽ ڪجهه دور هو، لڳ ڀڳ اَڌ ميل دور. هاڻي ته ڏيرو ايترو وڌيو آهي، جو ٻوٽ بلڪل ويجهو ٿو لڳي. پر اُنهن ڏينهن ۾ جڏهن چوطرف جهنگل ۽ جهاڙيون هيون، ٻوٽ ڪافي دور لڳندو هو.

حضور مهاراج جن اسانکي ٻڌائيندا هئا تہ ڪين ڏاڍو ڏک ٿيو تہ سندن سنان لاءِ بيبي رڪو کي، ايترو دور ٻوٽ مان پاڻي ڀري اچڻو ٿي پيو. ٻئي ڏينهن پاڻ بيبي رڪو کي چيائون، "جي اجازت ڏيو تہ مان بابا جن جي سنان لاءِ ٻوٽ مان پاڻي ڀري اچان." حضور مهاراج جن پهرين ڪڏهن به اُن ٻوٽ ۾ نہ ويا هئا ۽ نہ ڪڏهن مٿي تي ايڏو بار کنيو هئائون. مهاراج جن خود ٻڌائيندا هئا: "مون کوهہ تي اچي گهڙو ڀري تہ ورتو، پر مٿي تي رکڻ وقت ڏاڍو ڀاري لڳو." حضور جن پنهنجي نوڪريءَ جي دوران ڪڏهن گهڻو وزن نہ کنيو هو ۽ نہ اُهڙو ڪو سخت محنت جو ڪم ڪيو هو. پاڻ چوندا هئا: "خير! مان ڪافي مشڪلات سان پاڻي کڻي تہ آيس، پر وات تي محسوس ڪيم تہ ڪافي لوڪ ڏيري ۾ اچن ٿا، سو اُنهن جي لاءِ پاڻي پيئڻ، سنان ڪرڻ ۽ ڪپڙن ڌوئڻ لاءِ پنهنجو کوهہ هئڻ گهرجي."

پوءِ حضور جن بيبي رڪو کي چيو تہ هوءَ بابا جي مهاراج جن کان کوهہ کوٽائڻ جي اجازت وٺي ڏئي ۽ کيس

اوساري ڪيل هئي. ۱۹۱۰ع کان ۱۹۲۱ع تائين اها ڪوٺڙي انهيءَ حالت ۾ نه رهي. ۱۹۲۱ع ۾ حضور وڏن مهاراج جن موجوده عمارت جي اڏاوت شروع ڪرائي هئي.

**مهاراج جي-** مان ۱۹۲۱ع يا شايد ۱۹۲۲ع ۾ هتي آيس. ان وقت اهو ڪم هلي رهيو هو.

**ديوان صاحب-** ها، حضور. ان وقت انهيءَ عمارت جي بنياد جو ڪاريه جاري هو ۽ ۱۹۲۳-۱۹۲۴ع ۾ اهو پورو ٿيو.

**مهاراج جي-** حضور مهاراج جن به ڪجهه عرصو انهيءَ ڪوٺڙيءَ ۾ رهيا هئا. ان وقت بابا جي مهاراج جن وٽ صرف اها ڪوٺڙي ئي هئي ۽ ان ۾ ئي هو رهندا هئا. موجوده عمارت جي پوڙهه انهيءَ ڪري اوچي آهي، جو ڪوٺڙيءَ جو جبڪر ۽ ملبو وغيره هو، اهو حضور مهاراج جن، اڏاوت دوران ان جڳهه ۾ ئي وجهائي ڇڏيو ۽ انهيءَ طرح جاءِ اوچي ڪري، اتي مٿان ڪمرا ٺهرائي ڇڏيائون.

حضور مهاراج جن اسان گهر وارن کي ٻڌائيندا هئا ته جڏهن پهرين ڀيرو درشن ڪرڻ هتي آيا هئا، سڄي گرميءَ جا ڏينهن هئا ۽ هنن پهرين رات کليل جڳهه تي گذاري. پلنگ، بسترا وغيره نه هئا ڪو، سهنڪري وٽن هيلان تڏو يا توليري وڇائي لڌي پيا. پر ڪجهه ساري رات انهيءَ چنتا ۾ ننڊ نه آئي ته بابا جن اهڙي جڳهه تي ڪيئن ٿا گذر ڪري سگهن، جتي نه پاڻي آهي ۽ نه ئي پڪو گهر.

صبوح جو سويل حضور جن پهچي ڪو ڪي، جا بابا جن جي شيوا ۾ هئي، پنهنجي ستگروءَ جي سنان لاءِ پاڻيءَ جو دلو مٿي تي کڻي ايندو ڏٺو. بابا جي مهاراج ٻاهر کليل جڳهه ۾ ئي سنان ڪندا هئا، ڇاڪاڻ ته اتي ڏينهن ۾ اتي ڪو سنان گهر ڪونه هو. ان بعد پهچي ڪو حضور مهاراج جن کان پڇيو، "مان توهان جي سنان لاءِ پاڻي کڻي اچان؟"

لاءِ ڪاٺ جو دروازو بہ ڪونہ ملي سگهيو. تنهن ڪري
ڪيترا مهينا اُها بنا دروازي جي ئي رهي. هوُ خود ۽ هڪ
ٻيو ستسنگي ڪافي وقت تائين هتي رهيا. اُن وقت سندن
ستسنگي بلڪل ٿورا هئا، مشڪل سان ١٠٠ ڪس هوندا. اڃا
تائين حضور مهاراج ساوَن سنگهہ جن، بابا جن وٽ ڪونہ
آيا هئا.

پر سنت نہ نيٺ سنت ئي ٿيندا آهن ۽ سندن مهانتا جو
جس ضرور ڦهلجندو آهي. هڪ سال جي اندر ئي هنن
پنهنجي ڪچيءَ ڪوٺڙيءَ جي ٻاهران ڪليل استان تي
ستسنگ ڪرڻ شروع ڪري ڇڏيو. پاسي واري ٻوٽ ۽ پرئين
ڪناري واري هڪ ٻوٽ جا ماڻهو ستسنگ لاءِ اچڻ لڳا.
بابا جن پاڻ بہ ستسنگ ڪرڻ لاءِ اُنهن ٻوٽن ۾ وڃڻ شروع
ڪيو. اُنهن ڏينهن ۾ ستسنگ ۾ شامل ٿيڻ وارن جو تعداد
١٥-٢٠ هوندو هو.

پوءِ ١٨٩٤ع ۾ حضور مهاراج ساوَن سنگهہ جن کي نام دان
مليو. دراصل اُنهيءَ ڏينهن کان ئي ڏيري جو وڌڻ ويجهڻ
شروع ٿيو. بابا جي مهاراج جن پاڻ حضور مهاراج ساوَن سنگهہ
جن کي نام دان ڏيڻ لاءِ مري پهاڙ تي ويا هئا، جيڪو هن
وقت پاڪستان ۾ آهي.

حضور مهاراج ساوَن سنگهہ جن نام دان کان اٽڪل ڏيڍ
سال بعد جولاءِ ١٨٩٦ع ۾ پهريون ڀيرو هتي ڏيري ۾ آيا.
اُنهيءَ پهرئين ڀيري ۾ ئي هنن بابا جن کان هتي کوهہ کوٺا اڏڻ
جي آگيا ورتي، جنهنکي ٺهڻ ۾ اٽڪل هڪ سال لڳي ويو.
پوءِ بابا جن جي ڪچيءَ ڪوٺڙيءَ کي پڪو ڪرايو ويو.
جڏهن ١٩١٠ع ۾ مان پهريون دفعو هتي آيس، تڏهن بہ مون
اُن ڪوٺڙيءَ کي اُنهيءَ حالت ۾ ئي ڏٺو هو. اُها اندران
ڪچي هئي، پر اُنجي مٿان چوني جو ليپو ڪيل هو ۽ ٻاهران
چوڌاري هڪ سري يعني هڪ سر جي ديوار جي پڪي

رهيا هئا. ڪرڻ هتي اهڙ جي ڏمڻ نہ ڪندو هو. ايياس جي ٻرامپيءَ ڏاءِ الهيءَ کان بهتر ٻي ڪهڙي جڳهہ ٿي سگهي ٿي؟

بابا جن بياس اسٽيشن تان ڪجھ روٽيون خريد ڪندا هئا. ١٨٧٠ع ۾ ٻن چئن پئسن ۾ گهڻيون روٽيون ملنديون هيون. بابا جي مهاراج جن ٻن ٽن ڏينهن ۾ هڪ دفعو هڪ روٽي پاڻيءَ ۾ پچائي نرم ڪري کائيندا هئا ۽ سمورو وقت ڀڄن سمرن ۾ گذاريندا هئا.

ڪنهن نہ ڪنهن طرح بابا جن کي هن استان جو ايڪانت وارو واتاورڻ پسند اچي ويو. هوءُ ١٨٨٩ع ۾ رناور تيا. اُن وقت ندي‌ءَ جي هن طرف، اورئين ڪناري تي سندن صرف هڪ ٻہ سٿسنگي هئا ۽ پرين پاسي صرف ٽي چار سٿسنگي هئا. پوءِ هوءُ نديءَ جي پرئين پاسي اچي وسڻ ويا تہ ڪٿي ڪهڙي جڳهہ تي پنهنجو ڏيرو ٻڌي ڪري استان ٺاهيو وڃي. لبڻ پاڻ درياءَ جا ٻئي ڪنارا ڪافي دور تائين گهمي ڏٺائون ۽ الهيءَ نتيجي تي پهتا تہ اوچائيءَ وارو استان چونڊڻ بهتر ٿيندو. هنن فرمايو تہ ندي ڪنهن نہ وقت پرئين ڪناري کي پنهنجي وهڪري ۾ ٻوڙي ڇڏيندي. اُن وقت هوءُ جن ٻہ استان ٻي وڃا، اهي سڀ ۽ اُنهن سان گڏ ٻہ ٽي ڳوٺ بہ نديءَ جي تيز وهڪري سبب ٻُڏي ويا. پوءِ پاڻ هن استان تي آيا، جو تہ اهو کين بهتر لڳو. پاسي جي ڳوٺن وارن کين چيو تہ هن استان تي جن ڀوتن جو واسو آهي ۽ جيڪي بہ جانور يا منش اوڏانهن وڃن ٿا، سي جهڙا ڪوڙ ٿا مرن. صرف سندن هڏن جا پڃرا ملندا آهن. بابا جن کين چيو، ”ڪا بہ چنتا جي ڳالهہ ناهي. مان اُن جن سان دوستي ڪندس ۽ ڏسندا سين تہ انهي مان ڪير وڌيڪ طاقتور آهي.“

١٨٩١ع ۾ بابا جي مهاراج جن هتي هڪ ڏهہ فوٽ ڊگهي ۽ اٺ فوٽ ويڪري ڪچي ڪوٺڙي ٺهرائي، جنهنجي ڇت [illegible] جي هئي. ڪافي وقت تائين اُن ڪوٺڙيءَ

## ڏيري جو آرنڀ

**سوال-** مهاراج جي، ڏيري جو آرنڀ ۽ وڪاس ڪيئن ٿيو؟

**مهاراج جي-** بابا جيمل سنگهه مهاراج جن فوج ۾ نوڪري ڪندا هئا. اُنهن ڏينهن ۾ جڏهن ته هُو پنهنجي ڳوٺ مان سوامي جي مهاراج جن جي درشن لاءِ آگري، يا موڪل ختم ٿيڻ تي پنهنجي رجيمينٽ ۾ ويندا هئا ته کين گاڏي پڪڙڻ لاءِ بياس ريلوي اسٽيشن تي اچڻو پوندو هو. اِها اسٽيشن ئي کين سڀ کان نزديڪ پوندي هئي. سندن ڳوٺ گهمان آهي، جو هتان اٽڪل ۱۰ ميل دور آهي. تنهنڪري بابا جن کي هتان لنگهڻو پوندو هو. کين هن جڳهه جي ايڪانت وڻندي هئي ۽ دلڪش لڳندي هئي. اِهو ته ٿي سگهي ٿو ته هنن انهن ڏينهن ۾ ئي فيصلو ڪيو هجي ته فوج مان رٽاير ٿيڻ بعد هتي ئي رهي پنهنجو وقت ڀڄن سمرن ۾ گذاريندا. هنن هيءَ جڳهه ڇو چونڊي، اُها کين ئي خبر. اِهو ته هُو خود ئي بهتر ڄاڻن.

ديوان صاحب*، پوءِ ڏيري جو وڪاس ڪيئن ٿيو؟ انهيءَ باري ۾ توهانکي وڌيڪ ڄاڻ هوندي، ڇاڪاڻ ته مان جڏهن ڏيري آيس، تڏهن اچا ننڍو بار ئي هوس. مونکي ان باري ۾ گهٽي ڄاڻ ڪانهي.

**ديوان صاحب-** پنهنجي فوجي نوڪريءَ جي وقت ۾ بابا جن کي هر سال ٻه مهنا موڪل ملندي هئي. انهن ڏينهن ۾ هُو پنهنجي ماتا جن وٽ ٻه ٽي ڏينهن رهي، باقي موڪل جو پورو عرصو هتي، بياس نديءَ جي ڪناري تي ڀڄن سمرن ۾ گذاريندا هئا. اُن وقت هيءُ استان بلڪل ويران هو، سنسان جهنگل هو ۽ لوڪن جو خيال هو تہ هتي ڀُتن پريتن جو واسو آهي. ڇوڏاري ڪانڊيدار وڻ ۽ جهاڙيون، اونهيون کڏون ۽

* ديوان دريائي لعل ڪپور.



سوامي جي
مهاراج
١٨٧٨-١٨١٨



مهاراج
ساون سنگهه جي
١٩٤٨-١٨٨٨



مهاراج
جگت سنگهه جي
١٩٥١-١٨٨٤



موجوده مهاراج
چرن سنگهه جي

انهن ستسنگين جي سهوليت لاءِ، بائيبل مان مثال ڏيندا آهن ۽ انهن دوارا پڇيل سوالن جا جواب بہ ڏيندا آهن. اهي سوال جواب ٽيپ ڪيا ويا آهن. اهڙي طرح ٽيپ ڪيل وچن جي آڌار تي هڪ انگريزي پستڪ ”ڊاءِ ٽُ لِو“ جو هندي انواد ”جيوت مرئي پوجل ترئي“ نالي ڇپايو ويو آهي. هن ڪتاب ۾ درج ڪيل وچن ١٩٦٨ کان ١٩٧١ تائين رڪارڊ ڪيل ٽيپن تان ڪڍيل آهن.

”پارس مان پارس“ پورن سنتن جي ايڊيشن جي سماپتا جي پٺيان لي روشني وجهي ٿو. سوال جواب جي روپ پاڻ انهيءَ ايڊيشن کي وڌيڪ سولو ۽ ڪارائتو بڻايو آهي. ان ۾ ڪيترن هنڌ ننديون نديون گهٽنائون، ڪهاڻيون ۽ دشتانت اچي ويا آهن ۽ هر سوال جو جواب بلڪل سرل ۽ صاف ڏنو ويو آهي، جنهنڪري گهري کان گهري روحاني سڌانتن جي وياکيا سرل ۽ وڻندڙ بڻجي وئي آهي. هي پستڪ اتهاسڪ ۽ عملي طور ٻنهي پرڪار جي حقيقتن کي نهايت سندر روپ ۾ پرگهٽ ڪري ٿو.

انهن سوالن ۽ مهاراج جن ذريعي ڏنل جوابن کي پستڪ جو روپ ڏيڻ جو ڪاريہ ڪئمبرج جي شري جان ايچ. ڊيوڊسن، پنهنجي پتنيءَ ۽ ڪجهہ ٻين ستسنگين جي سهائتا سان پورو ڪيو.

موجوده پستڪ جو سنڌي ترجمو شري جولارام تمام سرل ۽ سٺي نموني ڪيو آهي ۽ ڇپائڻ جو پربنڌ شري منگهارام ديال ڪيو آهي. ان پرير پريم شيوا لاءِ اسين سندن شڪرگذار آهيون.

ڊيرا بابا جيمل سنگهہ
فيبروري ١٩٨٨

ايس. ايل. سونڌي
سيڪريٽري
راڌا سوامي ستسنگ، بياس.

# ڇپائيندڙ جي طرفان

پورن سنت مهاتما خود پرماتما جي ڀڳتيءَ جي رنگ ۾ رنگيل هوندا آهن ۽ ٻين جيون کي ٻه اندر ۾ پرماتما سان جوڙي، ڀوساگر مان پار ڪندا آهن. اهڙا سنت جڳن کان سنسار ۾ ايندا رهندا آهن.

وچ اوڀر ۾ اٺ سؤ سال پهرين شمس تبريز، مولانا روم، خواجه حافظ، ۽ ٻيا ڪيترا صوفي سنت ٿيا آهن. ڀارت ۾ انهيءَ وقت بابا فريد ۽ سنت نامديو جن هئا. انهن کانپوءِ ٻيٽي جي، سنت جئديو، گرو رويداس، ڪبير صاحب، گرو نانڪ صاحب، ڀڳت ڌنو، ڀڳت ترلوچن، پيپا صاحب، سنت سڌنو، سنت سين، گوسوامي تلسيداس، ميران بائي، دادو صاحب ۽ ٻيا انيڪ مهاپرش ٿيا. ارڙهين صديءَ ۾ پلٽو صاحب، دريا صاحب (مارواڙ وارا ۽ بهار وارا) ۽ تلسي صاحب (هاٿرس وارا) جهڙن پورن سنتن جيون کي روحاني سچ جو مارگ ڏيکاريو. اڻويهين صديءَ ۾ سوامي شو ديال سنگهه جن جو جنم ٿيو، جن کان، راڌا سوامي ستسنگ بياس جي سنستاپڪ (پابو وجهندڙ) بابا جئمل سنگهه جي مهاراج جن کي سچ جو پرڪاش پراپت ٿيو.

هي پستڪ پرماتما جي پراپتيءَ لاءِ آد کان هلندڙ ڀڳتيءَ جي باري ۾ بياس سان جڙيل سنتن جي جيون ۽ اپديش جي ڪافي پهلن تي روشني وجهي ٿو ۽ ان سان گڏ ڏيرا بابا جئمل سنگهه جي شروعات ۽ واڌاري جي انيڪ پهلن تي پرڪاش وجهي ٿو.

'پارس مان پارس' مول انگريزي پستڪ "اسپريچوئل هيريٽيج" جو سنڌي انواد آهي. هي پستڪ حضور مهاراج چرنسنگهه جي دوران ڏيرا بابا جئمل سنگهه ۾ رهندڙ ستسنگين کي ڏنل انگريزي ستسنگن جي نوٽن تان ڪنيل آهي. مهاراج جن

# پارس مان پارس

ڇــارس ۾ اوُر سنت ۾، بــڙو انــتــرو جــان،
وھ لـوھـا ڪنچن ڪري، وھ ڪرلي آپ سمان.
(ڪبير)

جن ڪئُه لکت مليءِ، وڏڀاڳي گرمک سي پرڌان ڪيئي،
ڀارس ڀيٽ ڀئي سي پارس، نانڪ ھرگُر سنگھ ٿيئي.
(آد گرنٿ، ۱۱۱۲)

ڀارس پرسيئي پارس ھوءِ، جـوتي جـوت سماءِ،
جن ڪئُه ڀـورب لـکـئـا، تن ستـگـر ملـئـا آءِ.
(آد گرنٿ، ۲۷)

ڀارس جـب ڀيٽي گـُـر پورا، تا پارس پرس دکائـٿـا.
(آد گرنٿ، ۱۰۷۸)

# پارس مان پارس

ـــ مهاراج چرن سنگهه جي

ڇپائيندڙ -
ايس. ايل. سونڌي
سيڪريٽري
راڌا سوامي ستسنگ، بياس
ضلع أمرتسر (پنجاب)

سڀ حق واسطا قائم

پهرِيون ڏفعو]        ڪاپيون ٥٠٠٠        [فيبروري ١٩٨٨

ڇپيندڙ-
جيتن رائچندائي
أمر پارس پرنٽنگ پريس،
هائي پاٿ، أجمير (راجستان)

# پارس مان پارس

مهاراج چرن سنگهه جن
جي
ٽيپن کان ورتل

راڌا سوامي ستسنگ، بياس (پنجاب)